## غلام نبي مغل

اڳ ڇپيل ڪهاڻي ڪتاب:

- نئون شهر 1964ع
- رات جا ٽي پهر 1969ع
- رات منهنجي روح ۾ 1978ع

سنڌ الاجي طرفان سال جو بهترين ڪهاڻي ڪتاب

- فرينچ ليکڪ پيري لوئي جي هڪ ناوليٽ جو ترجمو

"..... مون جڏهن
هن نوجوان جي ڪهاڻي
'پوسات' پڙهي
ته سچ پڇو
مان واقعي حيران ٿي ويس.
سنڌي ادب ۾ حقيقت پسندي
۽ زندگيءَ جي اونهاين کي
شايد ڪو ڪهاڻيڪار
ايترو ڪاميابيءَ سان
لکي سگهيو هجي
جهڙو مغل لکيو آهي ....."

منگهارام ملڪاڻي
ڪلڪتا 1964ع



# ست



# ستر



# اسي

هن ڪتاب ۾
غلام نبي مغل جون
چونڊ ۱۷ ڪهاڻيون شامل آهن
جيڪي ويهين صديءَ جي
ست - ستر وارن ڏهاڪن
۽ اسيءَ جي ڏهاڪي ۾
هيل تائين لکيل آهن.
ايئن ڪوڙ سمجهجي ته
هيءُ ڪهاڻي-ڪتاب
مغل جي ۲۵ سالن جي
لکڻين جي چونڊ آهي.

غلام نبي مغل

# ٦٠ سٺ

# ٧٠ ستر

# ٨٠ اسي

(چونڊ ڪهاڻيون)

ڇپائيندڙ...... طارق اشرف

ڇپيندڙ ...... سهڻي پرنٽرز- حيدرآباد (سنڌ)

ٽائيٽل...... خدابخش ابڙو

ڇپجڻ جو مهينو...... مئي (١٩٨٤)

قيمت —— 90/=

پڪي ڪاپي-٠٠—١٠٠

# فهرست




تنوير عباسي

بشير موريا‌ڻي

ظفر حسن

عبدالقادر جوڻيجو

آءُ سمجهان ٿو طارق اشرف ۽ غلام نبي مغل سنڌ ۾ اهي پهريان ڪهاڻيڪار آهن، جن نه رڳو پهرئون پيرو شهري جيوت کي پنهنجو ٿيم بڻايو، پر ڊڪشن ۽ اسٽائيل ۾ به نواڻ آندي. هند جي سنڌي ڪهاڻيڪارن، دنيا جي جديد ڪهاڻيءَ کان متاثر ٿي، گهڻو اڳ ئي سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ تبديلي آڻي ڇڏي هئي ۽ منهنجي راءِ ۾ ته اهي وري هند جي انهن ڪهاڻيڪارن کان متاثر ٿي، سنڌ ۾ سنڌي ڪهاڻيءَ جي تبديليءَ جا محرڪ بڻيا ۽ شايد پهرئون پيرو ننڍڙين ڳالهين ۽ واقعن کي گهرائي سان ڪهاڻيءَ ۾ آندو ۽ اهڙيءَ طرح روايتي سنڌي ڪهاڻي تبديل ٿي نواڻ جو روپ اختيار ڪيو.

مغل جي هن مجموعي ۾ ٽن بلڪ اڍائي ڏهاڪن جون چونڊ ڪهاڻيون شامل آهن، پر منهنجو ويچار آهي ته ڪنهن به ليکڪ جي ڪهاڻين جي چونڊ ليکڪ کي پاڻ نه ڪرڻ گهرجي، بلڪ ڪنهن تنقيد نويس يا انٿالاجسٽ کي ڪرڻ کپي، ڇو ته ليکڪ پنهنجي چونڊ ۾ طرفدار يا Biased رهي ٿو، اهو ئي ڪارڻ آهي جو هن چونڊ ڪهاڻين ۾ سٺين ڪهاڻين سان گڏ ڪي معمولي ڪهاڻيون به شامل ٿي ويئيون آهن ۽ ڪي سٺيون ڪهاڻيون رهجي ويون آهن.

مغل جي هن سٺ، ستر ۽ اسي جي ڏهاڪي جي ڪهاڻين ۾ هن جي اسٽائيل ۽ ٽريٽمينٽ ۾ نرمي، آهستگي، گهرائپ، رواني ۽ جيوت کي هوبهو پيش ڪرڻ Rendering نظر اچي ٿي، جڏهين ته ستر ۽ ان کان پوءِ جي ڪهاڻين ۾ تکائي، ڏڪڙ، پيچ پيچان، طنز ۽ ٽوڪ ۽ سماجي تنقيد Social Comment ايتري ته الڳ انداز ۾ آهي، جو لڳي ٿو سٺ ستر جي ڏهاڪي جو ڪهاڻيڪار هڪ نه پر به الڳ ڪهاڻيڪار آهن. اهڙيءَ طرح ستر جي ڪهاڻين ۾ مغل ۾

Over-contidenic ۾ تمام گھڻو ظاهر ٿئي ٿو ۽ ستر جي ڏهاڪي ۾ مغل هند جي ڪهاڻيڪارن بدران سنڌ ۾ ان وقت مروج اسٽائيل ۽ ڊڪشن يعني سخت طنز ۽ ٺوڪ جو اثر قبول ڪيو آهي. ايتري قدر جو ائين لڳي ٿو ته مغل جڻ پنهنجو اسٽائيل ڳولي لڌو هجي، پر آءٌ سمجهان ٿو مغل جي سٺ جي ڏهاڪي جون ڪهاڻيون پنهنجي گهرائي ۽ پيش ڪاريءَ جي لحاظ کان وڌيڪ اهم آهن. سٺ جي ڏهاڪي ۾ هن مظلوم طبقي جي نمائندگي مظلوم جي اک سان ڪئي آهي ۽ ڪجهه ڏٻجي ۽ هراسجي. جڏهين ته ستر جي ڪهاڻين ۾ هن مڊل ڪلاس جي نمائندگي ڪندي روعب ۽ فيصلوڪن انداز اختيار ڪيو آهي.

هن مجموعي ۾ سٺ جي ڏهاڪي ۾ 'ميندي يءَ رتا هٿ' ۽ 'دل جي ڳالهه' جهڙين عام رومانٽڪ ڪهاڻين بدران 'ڪارو تر' ۽ 'جي رلن ٿا پرين ڪاڻ' اچڻ کپن ها، پر انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته انهيءَ دور جون سنڌس ۾ ڪهاڻيون 'اونداها رستا ۽ ڏونهاٽيل گهٽيون' ۽ 'دل جا ڪيئي رنگ آهن' شاهڪار ڪهاڻيون آهن.

هڪ دلچسپ ڳالهه جيڪا سٺ، ستر ۽ ان جي پوءَ کان ڪهاڻين کي الڳ ڪري ٿي سي ڪهاڻين جا سرا آهن. ستر جي ڪهاڻين جا سرا ۾ سنڌس ڪهاڻين وانگر طنزيه ۽ ڏوڏيندڙ آهن جڏهين ته سٺ جي ڏهاڪي جا گهرا ۽ نرم نرم آهن.

هڪڙي خوبي مغل جي ڪهاڻين جي اتم آهي. اها اها ته مغل جي ڪهاڻي ۾ هڪ توازن نظر اچي ٿو ۽ ڪٿي ۾ ڪو جهول يا ڪا چڪ تاڻ

نظر نه ٿي اچي ۽ هڪڙو تسلسل ۽ قدرتي وهڪرو
ڪهاڻين ۾ آهي جيڪو گهٽ ڪهاڻيڪارن ۾
نظر ايندو آهي.

- ظفر حسن
ڄامشورو

(١) غلام نبي مغل جو افسانو ننڍڪ ذڳيءَ ۾ منافقت ڪان آجو آهي، ۽ اصلي آهي. ڇاڪاڻ ته مغل انهيءَ زندگيءَ جي باري ۾ لکي ٿو، جيڪا سندس آسپاس ۽ اندر ۾ وهي واپري ٿي. هو انهن هارين نارين ۽ مالوندن جي باري ۾ نٿو لکي، جن وٽ اسان ڇڙو هفتو مهمان ٿي به گذاري نه سگهندا آهيون، پر پوءِ به لکندا، انهن جي ئي باري ۾ آهيون ۽ ڪوڙ هڻندا آهيون.

(٢) مغل لکڻ وقت پنهنجا خواب، خواهشون نعرا ۽ فتوائون زندگيءَ مٿان نه مڙهيندو آهي پر زندگيءَ کي پنهنجن انسانن ۾ مڙهيندو آهي.

(٣) مغل جي افسانن جا ڪردار مظلوم فرشتا ۽ظالم شيطان نه هوندا آهن، پر جيئرا جاڳندا ماڻهو هوندا آهن جن ۾ ڪجهه چڱايون ۽ ڪجهه برايون، ڪجهه سڌايون ۽ ڪجهه منافقتون هونديون ئي آهن.

(٤) مغل پنهنجين لکڻين ۾ سوسائٽيءَ جي باري ۾ يا ڪنهن ماڻهوءَ جي باري ۾ حتمي فيصلو نه ڏيندو آهي. پاڻ صرف راءِ ڏيئي فيصلو پڙهڻ واري تي ڇڏيندو آهي جو ته ڪيس خبر آهي تي ته علم رکڻو ڏبو نه آهي، پر ڏيڻ سان گڏوگڏ وٺبو به آهي.

(٥) مغل پنهنجي ڪنهن به سينئر ليکڪ جو پاڇو نه آهي ۽ نه ئي ڪنهن مخصوص نظرياتي گروه جو پولڙيو آهي. هو هڪ آزاد ۽ پاڻمرادو لکندڙ آهي. اها آزادي نه رڳو سندس افسانن ۾ ملي ٿي، پر سندس شخصيت به ايترو ئي آزاد ۽ ضدي آهي. هو پنهنجي وات پاڻ ناهي ٿو.

(٦) مغل جي افسانن ۾ بنياد واقعن جي بدران رشتن تي پڌل آهي، ڪردارن جا رشتا ئي واقعا پيدا ڪن ٿا. ان ڪري سندس لکڻيون قلهڙي جذباتيت ۽ Loudness کان بچيل آهن.

(٧) جڏهين به ڪنهن ليکڪ جون لکڻيون پڙهبيون آهن ته

پڙهندڙ جي ذهن ۾ ليکڪ جي ذات جو هڪ تصور جڙندو آهي ۽ پڙهندڙ اهو تصور ذهن ۾ کڻي جڏهين ليکڪ سان ملندو آهي ته سندس اهو تصور ٽٽي پوندو آهي ۽ کيس ليکڪ جي ذات پنهنجين لکڻين کان الڳ نظر ايندي آهي. اوهان جڏهين غلام نبي مغل سان ملندئو ته هو ذاتي طرح تي به هوبهو پنهنجن افسانن جهڙو ئي ڏسڻ ۾ ايندو يعني ته اصلي، حقيقت پسند، ڊائريڪٽ، آزاد، من موجي، Intimate ۽ ضدي.

—عبدالقادر جوڻيجو،
ڄام شورو

غلام نبي مغل، جمال ابڙي، رباني ۽ شيخ حفيظ کان پوءِ واري ٽهي جي ڪهاڻيڪارن ۾ اهم جاءِ والاري ٿو، جنهن ۾ حميد سنڌي، طارق اشرف، امر جليل، آغا سليم، نسيم کرل، ۽ ماهتاب محبوب اچي وڃن ٿا.

غلام نبي مغل انهن ثورن ڪهاڻيڪارن مان آهي، جن وٽ موضوع توڙي اسلوب جي لحاظ کان انفراديت آهي. 1960ع ۾، جڏهن غلام نبي مغل لکڻ شروع ڪيو، تہ سنڌي ڪهاڻي ۾ ان وقت گهڻو ڪري ڳوٺاڻو ماحول ۽ ڪردار موضوع بنيل هئا. غلام نبيءَ وٽ شهري زندگيءَ جي پيچيدگين وارو انوکو موضوع آهي، جيڪو هن جي شهري زندگيءَ جي اونهي مشاهدي توڙي اپياس جي شاهدي ٿو ڏئي. سندس ڪردار بہ شهري زندگيءَ جي وچولي توڙي هيٺئين طبقي مان کنيل آهن، جن جي روش، ٻولي، توڙي نفسيات جي اپٽار اونهي اپياس، ۽ گهري مشاهدي کان سواءِ ناممڪن آهي. شهري زير زمين زندگيءَ Under World تي مغل جا بہ افسانا، 'شيشي جو گهر' ۽ 'نئون شهر' شاهڪار افسانا آهن.

غلام نبي مغل جي ڪردارن جا مونجهارا Complexes گهڻن ڏي قسمن جا آهن، پر غلام نبيءَ، سنڌي ڪهاڻيءَ جي تاريخ ۾ پهريون دفعو جنسياتي مونجهارن کي پيش ڪيو آهي. 'ريشمي وار' 'باهہ ۽ برف' 'ڪارو تر' ۽ 'ٻوسات' انجو سٺو مثال آهن. جنسياتي موضوع تي لکندي، اڪثر ليکڪ پاڻ لذت پسنديءَ Eroticism جو شڪار تي ويندا آهن، پر غلام نبي مغل، معروضي انداز ۾ ان جو اپياس ڪيو آهي، ۽ لذت پسنديءَ کان پاڻ بچايو اٿس، جنس جي نازڪ موضوع تي قلم کڻي معروضي رهڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي.

غلام نبي مغل جا افسانا، شهري زندگيءَ جي مسئلن ۽ شهر

جي ڪردارن جي پيچيدگين توڙي زيرزمين زندگيءَ
جي منهن تان اصلي نقاب لاهي، ان جو اصلي
چهرو پيش ڪن ٿا. انهن ۾ وطن پرستي ۽ انسان
دوستيءَ جا اعليٰ قدر موجود آهن. انڪري،
غلام نبي مغل اسانجي دور جي وڏن ڪهاڻيڪارن
مان آهي.

– تنوير عباسي،
خيرپور ميرس

غلام نبي مغل سنڌي جو چاتل سڃاتل ڪهاڻيڪار آهي. هو ڪافي عرصي کان ڪهاڻيون لکندو اچي. وقت گذرڻ سان هن جي فن ۾ اڃا به وڌيڪ نکار آيو آهي. هن جي نين ڪهاڻين ۾ جيڪا پختگي نظر اچي ٿي اها سڀاويڪ آهي. بدلجندڙ حالتن سان جيڪو ڦيرو اچي ٿو ان کان ڪو به سچاڻ ليکڪ بيخبر رهي نٿو سگهي. ان ڦيري جي ڪجهه جهلڪ مغل جي تازين ڪهاڻين ۾ پڻ نظر اچي ٿي. اهي اهڙيون روان دوان آهن جهڙي خود زندگي.

سندس ڪهاڻين ۾ ذات ۽ حيات جا اڪيچار معاملا پيش ڪيل آهن. ان ۾ شڪ ناهي ته فرد سماج تي ڀوندڙ سٽن يا ٻرن اثرن کي قبول ڪرڻ کان بچي نٿو سگهي ڇو ته هو خود سماج جو ڀاڱو آهي، پر فرد جو پنهنجو ڪرب به گهٽ اهميت وارو نٿو ٿئي. بعضي ته اهو ٻين مڙني معاملن تي فوقيت رکي ٿو. هنن ڪهاڻين ۾ فرد جي ذاتي درد، محرومي ۽ مايوسي جو عڪس نظر اچي ٿو. اهو پڻ حقيقت جو هڪ رخ آهي. فرد جي سماجي ذميداري جو احساس ڪيڏو به شديد، اعليٰ ۽ ارفع ڇو نه هجي، پر ان سان سندس داخلي مسئلن ۽ مونجهارن ــ نفسياتي توڙي جنسياتي ــ جي اهميت گهٽ ٿي نه ٿي سگهي. ممڪن آهي ته اهڙين ڪهاڻين ۾ داخليت، خاص طور سان جنسياتي داخليت تي ضرورت کان وڌيڪ زور ڏنل ڏسڻ ۾ اچي، پر ان موضوع سان ڪهاڻيڪار جي خلوص ۾ ڪو به شڪ نٿو ڪري سگهجي. سچ ته اسان جي ٻوساٽيل سماج جي جنسياتي مونجهارن کي فنڪارانه سچائي سان پيش ڪرڻ جو ڏانءُ ڪن ٿورن کي اچي ٿو.

هنن ڪهاڻين جا موضوع جدا جدا آهن جيئن ڪي حالتن سان بدلجندا رهن ٿا. ان ڪري به سڀني ڪهاڻين جو هڪجهڙو

تاثر ڪونہ ٿو پوي. ممڪن آهي تہ ڪنهن موضوع
سان ڪھاڻيڪار جي دلچسپي پڻ ڪان گھٽ
هجي يا ڪتي سندس تجربي ۽ مشاهدي جي
کوٽ رهجي وئي هجي، ان جو بہ امڪان آهي
تہ افساني جي اوسر جي اصول پٽاندر ڪھاڻيڪار
شايد پاڻ بہ ڪن ڪھاڻين مان مطمئن نہ هجي،
پر هو اهو ضرور چاهيندو تہ بهتر کان بهتر جي
تخليق ڪندو رهي. اميد تہ ان ارادي سان هو
سنڌي ڪھاڻي جي باب ۾ نوان نوان اضافا ڪرڻ
جو ڪم جاري رکندو ايندو ۽ پنهنجي موجوده
ساک ۾ اڃا بہ اضافو ڪندو.

– بشير موريائي،
ڪراچي

# شيشي جو گهر

پانيان ٿو ته ان وقت رات جا نوَ لڳا هوندا. جي نوَ نه، ته ساڍا اٺ، پوڻا نوَ ضرور ٿيا هوندا. امان جي طبيعت ٺيڪ ڪانه هئي، نه ته نماشام ڪانپوءِ، آءٌ گهر ۾ ورلي هوندو آهيان. هوندس ماءُ سان مونکي اينتري محبت ته ڪانهي، پر پوءِ به جيجل اٿم، سو ڪجهه ٿيئس ٿو ته دل ڪي البت لوڏو اچيو وڃي—ممتا ٿئي ٿي اهڙي ٿي. جڏهن امان جي ڪٽ وٽ ويس ۽ کيس ڏٺم، ته ان وقت سچ پچو ته الائي ڇا ڇا پسيم. امان کي وري دل جو دؤرو پيو هو. اهو دؤرو کيس موت جو مزو چکائي ڇڏيندو آهي، ۽ اسين گهر جا ڀاتي به لوڏي ۾ اچي ويندا آهيون. ڊاڪٽر تپاسي دوا ڏيئي ويو هو، سو امان گهريءَ ننڊ ۾ پيئي هئي. جيڏيءَ مهل ڪٽ وٽ ويهي، سندس چهري ڏانهن ڏٺو هوم ۽ انهن گهنجن کي به، ته الائي ڇو ائين محسوس ڪرڻ لڳس ڄڻ اهي گهنج، گهنج نه، پر ممتا جون لهرون هيون. اهو گنڀير چهرو، چهرو نه، بلڪ ڪو اٿاه سمنڊ هو، جنهن ۾ ممتا جون لهرون موجود هيون—۽ آءٌ ڪيتري دير تائين انهن لهرن جي لاهه- چاڙهه کي ڏسندو رهيس.

ان ڪان پهرين جو آءٌ ڪجهه اڳتي چوان، بهتر آهي ته ڪجهه پنهنجي ۽ پنهنجي گهر متعلق به چوندو هلان. مون ۾ هڪڙي وڏي خامي آهي—صاف گوئيءَ جي. جيئن دل ۾ ايندو اٿم، تيئن چوڻ ۽ ڪرڻ ۾ ڪابه هٻڪ ڪانه ٿيندي اٿم. مونکي پاڙي- پنيءَ وارا چوندائي لفنگو آهن. ادا به ڪنهن ڪنهن مهل لوفر چوندو آهي. پر هو مونکان وڏو آهي، ابي جي برابر ٿيو، سو تنهنکي ڪجهه ڪونه چوان، باقي پاڙي وارا، سي منهن تي ٻنهه ڪين ڪڇن. ڪين خبر آهي ته آءٌ پنهنجي متعلق ڪجهه به سهي نه سگهندو آهيان. پرپٺ گهٽوئي ٿاڦيندا آهن. هو مونکان ڊڄن ٿا، انهيءَ ڪري جو

آءٌ لوفر آهيان، لفنگو آهيان، بُت ۡ جو سگهو ۽ 'ايمان وارو' آهيان. جهگڙي کان بنهه ڪين ڊڄان. ڇا به هجي، تڏهن پوندو آهيان وچ ۾، پوءِ ڪٿي قسمت! مرڻو ته هونئن ئي هڪڙي ڏينهن آهي. ادو انهيءَ ڪري خار کائيندو آهي، جو نه آهيان ڪنهن ڪم جو، نه ڪار جو، پلا ڪير ڪيس سمجهائي،....ٽيوقتي ماني پاڻ کارائي، رهڻ لاءِ ابي جو گهر اٿم، باقي رهيو مٿيون خرچ، سو جي ڪنهن سئنيما تي چڪر هڻيم ته پئون-ٻارهن. پنج-ڇهه ٽڪيٽون بليڪ ڪيم، ته سڄي ڏينهن جو خرچ نڪري پيو. انهيءَ ڪانسواءِ، شڪر آهي مولا جو، جي 'آ گل ڇڪو' به ڪيم ته هارائي ڪونه ايندو آهيان، قسمت مڙيئي سٺائي آهي. گهر ۾ هڪ ماءُ اٿم، پيو پاءُ ۽ ڀاڄائي، بس. ڀاءُ آفيس ۾ ڪلارڪ آهي، ڪجهه ڏوڪڙ اتان اچن، ۽ انهيءَ ڪانسواءِ امان ۽ ڀاڄائي پرت ۾ پڙ آهن، اوڙي پاڙي جو ڪم ڪن ٿيون.

آءٌ ڏينهن جو گهٽو ڪري گهر ۾ هوندو آهيان، پر رات جو مڙيئي ڪجهه آوير تي ويندي اٿم. پلا آهيان ڇڙو، نه زال، نه ٻار ٻچو، سو رات جا ٻه اڍائي لڳي ويندا اٿم. يار دوست اچي گڏ ٿيندا آهيون، اُتڻ تي دل ئي ڪين ٿيندي آهي. انهيءَ ڪانسوا، رات جو گهر ۾ منجهي پوندو آهيان، دل ئي اُباڻڪي تي پوندي اٿم. سو، انهيءَ رات امان جي طبيعت خراب هئڻ ڪري، ٻاهر وڃڻ جو خيال لاهي ڇڏيم. پر پوءِ ڊاڪٽر به چيو ته ڪا تڪليف ڪانهي ۽ اهو به ڏٺم ته امان گهريءَ ننڊ ۾ الوٽ هئي، سو ڀاڄائيءَ سان چانهه جو بهانو ڪري ٻاهر نڪري ويس.

جڏهن آءٌ ۽ يارو، مارڪيٽ جو موڙ مٽي، جيل روڊ واريءَ سنئين سڌيءَ سڙڪ تي آياسين، ته ٽاور ٻارهن ڏڪاءُ هنيا. رستو بلڪل سنسان هو. ميونسپل جا لڳل ٿنيا ۽ سندن جهڪي روشني پاڻ رستي کي وڏيڪ پوائنٽو ڪري رهي هئي. ياروءَ جا ٺهڪ اصل پڙاڏو ٿيو ٿي موٽيا، ۽ رستي تي سٺل ڪـِين ڪتن ته ماڳهين ڏمرجي ڀونڪڻ تي شروع ڪيو.

يارو منهنجو دوست آهي. ساڻس دوستي نئين نئين ٿي آهي، پر مڙس ڊول آهي. گول منهن ۽ سچيل مُڇن واري، ڪٽڪ رنگي ياروءَ ۾ هڪ ٻي به خوبي آهي — يعني پاڻ گھنڊيچوڙ به آهي. اصل اڪ چنبڙ ۾ ٻٽون تڳايو وجي، ۽ ڪيسا ڪتريو ڇڏي. بدن جو به چڱو سٻر آهي، پر سندس ڏڳهين آڱرين ۾ واه جي ڦڙتي آهي، ائين ٿيون هلن ڄڻ مشين. مونکي مڙيئي ساڍي يارهين ڊاري ٽاور واري هوٽل ۾ گڏجي ويو. اصل پڙ ڪڍي ٻيهي رهيو ته اها رات ساڻس گڏ گذاريان. چي: "اُستاد، ڇا ياد ڪندين ته ڪڏهن اسان ٻارا يار گڏيا هئين. جيڪي حڪم ڪندين، سو حاضر ٿيندو." اهو ٻڌي سون مرڪي ڏنو. آءٌ سندس هر ڳالهه تي مرڪندو آهيان. اڄا ٻاراڻو ڪونه ويو اٿس.

جيل رُوڊ جي خاموشيءَ ۾ هلندي هلندي، آءٌ ڪڪ تي پيس. ٻچيومانس ته وراڻيائين، "يار، اُستاد وٽان ٿورو حساب لاهي وڃجي، ته پوءِ آجا ٿيون." آءٌ سندس ڳالهه سمجهي ويس، سو وري مرڪي ڏنم. ٿورو اڳتي هلي هو هڪ ڏاڪڻ چڙهي ويو، ۽ آءٌ رستي جي پير ۾ هڪ ٿنڀي وٽ وڃي بيٺس. يارو ۽ سندس استاد متعلق مونکي صرف ايتري خبر آهي، ته سندن هڪ چڱو خاصو ٽولو آهي، جنهنجي هر ماڻهوءَ کي سندن اصطلاح ۾ 'ڪاريگر' چئبو آهي. استاد جو ڪم آهي کين طريقا ٻڌائڻ—هيڏانهن ڪنهن همراه جو ڪيسو ڳرو ڏٺو نه آهي، اصل چيٽين ۾ خالي ٿيو نه آهي! اهي ڪاريگر سڄي ڏينهن جي 'حق حلال' جو پورهيو اچي استاد جي سامهون رکندا آهن، جنهن مان چوٿين پتي کين ملندي آهي، ٽين پتي سندن 'رکوالن' کي ۽ باقي استاد وٽ جمع ٿيندو آهي. ٿوريءَ دير کانپوءِ يارو آيو. خوشيءَ منجهان منهن اصل ٻهڪيس پئي. ايندي شرط مونکي پنن وارو ڏڪ وهائي ڪڍيائين. "يار عيد ٿي ويئي. استاد جي اکين ۾ سُرمو پائي آيس!" آءٌ سندس چهري ڏانهن ڏسڻ لڳس.

"اڄ سڄي ڏينهن ۾ ڪو شڪار ئي نظر ڪونه آيو، پر ٿوسان ملڻ کان اڌ ڪلاڪ پهرين واه جو 'مرغو' مليو. ڏڪ ئي هڪڙي سان

ڏيڍ سؤ ملي ويا، هڪ سؤ جو سائو نوٽ ۽ پنج ڏهين جا .... هل ته موج ڪريون.“
”پر، ميانِ، توکي ملي هوندي چوٽين پٽي، اجايو پيو ڊاڙ هڻين.“
”منهنجي به ته پڌ نه. ’مرغي‘ سان هٿ-صفائي ڪندي، مونکي اُستاد جي چڏيل ماڻهن مان ڪنهن به ڪونه ڏٺو هو، سو استاد کي سچي ڏينهن جي ’پيدا‘ پنجاه روپيا ڀڏايم.“ اوڏيءَ مهل جهڪي هن هڪ بوٽ لاٿو ۽ سؤ جو مڙيل سڙيل نوٽ ٻاهر ڪڍيائين. نوٽ جا سر کولي چمي ڏنائين، ”چئه سچ، ڪريون عيش؟“
مون سندس اکين ۾ شرارت ڏٺي، ۽ مرڪي آهستگيءَ سان وراڻيم،
”نيڪيءَ جي ڪم ۾ دير.“
ساڳئي رستي تان موٽي، وري اچي مارڪيٽ چونڪ تي بيٺاسين. سچو رستو يارو پنهنجي بي سُري آواز ۾ فلمي گانا ڳائيندو اچي هڪ پان جي ننڍڙي ڪيبن وٽ بيٺو، جنهن تي چاپهين ڏاڙهيءَ، ڀوائتين مڇن، سچيل متن ۽ پريل جسم وارو شخص وينو هو.
”آ، جمعا سيٺ ڪهڙا حال آهن؟“
”دعا آهي اوهان پائرن جي. تون ڪر ڪا خبر چار.“
جمعي هٿ صاف ڪندي وراڻيو.
”يلا، آهي ڪو داٺو؟“ ياروءَ اڳتي وڌي ڏاڍيءَ رازداريءَ سان پڇيس.
”ميان، رات ويئي وهامي، هينئر وري ڪير سجاڳ هوندو.“
”ائين نه ڪر، سچائي ڏيکار، تنهنجو آجورو اسان تي لڳو.“ ”ڏس وري ڦڏي جهڙا تو ڪم ڪرين نه!“ جمعي جي ٽلهن چپن تي مرڪ اچي ويئي. ”خير اُماڻ ڪم منهنجو، پوءِ ڪٿن اوهانجا ڀاڳ.“
اهو ٻڌي ياروءَ ڪان ٿهڪ نڪري ويو ۽ جمعي پريان بيٺل هڪ ٽانگي واري کي سڏ ڪيو، ”خميسا، او خميسا .... پنڪي اچي ويئيءَ چا؟“
خميسو سڏ تي هوشيار ٿيو ۽ اکيون مهٽيندو، گاڏي ڦيرائي اچي اڳيان بيٺو.

”ابا، هنن کي وٺي وڃ. پنهنجا ماڻهو آهن.“
خميسي ڪنڌ لوڏي ها ڪئي ۽ اسان ڏانهن نهارڻ لڳو. اسين ٻئي ٽپ ڏيئي چڙهي ويناسين تانگي ۾. مون خميسي کي چتائي ڏٺو ته هو مونکي عمر جو ڪو اهڙو وڏو ڏسڻ ۾ نه آيو. شايد اسانجي وهيءَ جو هجي، پر غربت ڪري مٿس ۾ ڪڏا پئجي ويا هئس، ۽ اکيون ڏرا ڏيئي ويون هئس. سندس اڻيا وار نڍيءَ پيشانيءَ تي اڻين پريشان هئا، جنهن مان سندس زندگيءَ بابت اندازو قائم ٿي سگهيو ٿي. هن پيشانيءَ تان وار هٽائيندي گهوڙي کي چهبي ڏني. گهوڙي جي سست قدمن جا آواز رات جي خاموشيءَ ۾ ڏاڍا پيارا پئي لڳا. گاڏي سخي پير وارو رستو مٽيندي، شهاب سئنيما کان گهپل پنڌ اڳتي وڃي بيٺي. گاڏي بيهاري خميسو هيٺ لٿو ۽ اسانکي پنهنجي پنيان اچڻ جو اشارو ڪري، اڳيان هلڻ لڳو. مون ياروءَ ڏانهن ڏٺو، پر سندس منهن تي ڪو احساس نظر ڪونه آيو. اسين ٻئي خميسي جي پنيان گهٽيءَ ۾ وڃڻ لڳاسين. ”سائين ٻڌو،“ اسان خميسي ڏانهن نهاريو، جنهن ٻهريون دفعو ڳالهيو هو. ”توهين هتي آيا ته آهيو، پر هتي جا پوڙهي رن آهي، سا گراهڪن سان تمام گهٽ ٺهندي آهي، اجائي بڪ بڪ ڪرڻ ڪانسواءِ ڪجهه آڇهيس ئي ڪونه ٿو. جي توهان سان گڙ ٻڙ ڪري ته هليا اچجو هنڌ ڪٿا ڪونه آهن. مان تانگي ۾ وينو هوندس.“
اسان مان ڪنهن به ڪيس جواب ڪونه ڏنو. ٻه گهٽيون مڙي اسان هڪ ماڙيءَ هيٺان اچي بيناسين. خميسي اڳيان وڏي در تي ٺڪ ٺڪ ڪئي. ڪجهه ويرم ڪانپوءِ اندران آواز آيو:
”ڪير؟“
”جمعي سيٺ جا ماڻهو.“
ٿوريءَ دير ڪانپوءِ ڪنهنجي ڏاڪڻ لهڻ جو آواز آيو. مون ياروءَ ڏانهن ڏٺو. هو بلڪل بي ڊپو ٿيو بيٺو هو. در کليو، خميسي اسانکي اندر وڃڻ لاءِ اشارو ڪيو. اڳيان يارو، پنيان مان. اها سوڙهي بدبودار ڏاڪڻ چڙهي مٿي هڪ ننڍڙي اڱڻ ۾ پهتاسين. اڱڻ جي

وچهر هڪ ڪٽ پيئي هئي، جنهتي ڪو معمولي هنڌ وڇايل هو.
”توهانکي خبر آهي ته هت بارهين ڪانپوءِ ڏنڊو بند آهي.“ پوڙهيءَ ياروءَ کي گهوريندي چيو. پوڙهي ڏسڻ ۾ اڌوڙات تي نظر آئي. قد جي بندري، پيو وري ٿولهه، سو بيڊولي پئي لڳي. جنهن تي ماس ايتريقدر هوس جو ڪجهي ته نظر ئي ڪين تي آئي، ا ڪيون به ڏاڍيون پوائنيون هيس.
”چڱو پوڙهي، گنهبي چڏ، ڪم جي ڳالهه ڪر.“
پوڙهيءَ ياروءَ کي ڪاوڙ منجهان نهاريندي چيو، آئيندي جو خيال رکجان. ٻه دائا ته آهن. پر اوهين انهنجي قيمت ڏيئي سگهندا؟“
”ڏوڪڙن لاءِ ڏج نه، تون ڪا چيز ڏيکار.“
”اچو.“ ايترو چئي، پوڙهيءَ هڪ دروازو کوليو. مون سمجهيو ڪو ڪمرو هوندو، پر هڪ سنهڙي گهتي هئي، جنهنجي ٻنهي پاسي ڪمرا مٿيندا هڪڙي چيڙي واري ڪمري ۾ پهتاسين. ڪمرو چڱو هو، جنهن ۾ هڪ پلنگ تي ٻه ننڍيون نيٽيون ڇوڪريون پاڪر پايو ليٽيون پيون هيون. اسانکي ڏسي اُٿيون ۽ پٽ تي لڳل آرسيءَ ۾ منهن تي ثقيل پائوڊر ۽ وارن کي ٺيڪ ڪرڻ لڳيون. آءٌ ڪمري جي در وٽ ئي بيٺو رهيس. پوڙهي پلنگ کي ٽيڪ ڏيئي بيهي رهي، ۽ يارو اڳيان وڌي انهن ڇوڪرين کي ڏسڻ لڳو. رنگ جون ٻئي اڇيون هيون، پر هڪڙي مڙيئي ٻيءَ کان ٻت ۾ پريل هئي. ٻنهي کي تمام سوڙها، چڻ سندن عضون ۾ ڦاٿل، ڪپڙا پيل هئا. يارو ڪين ائين ڏسڻ لڳو، چڻ ڪو ڪاسائي ڪري ڏسي رهيو هجي.
”دير نه ڪر.“ پوڙهيءَ ياروءَ جي نُوس نُوس کان بيزار ٿيندي چيو، ”پاڪ اتوَ جي اهي مليون آهن اوهانکي. پيسا به ٻڌي چڏ،“ روءَ ڪنڌ ورائي ڪيس ڏنو. ”سڄيءَ رات جا، جدا جدا ڪمرن ۾، ي رپيا....شراب به ملي سگهي ٿو.“
”نوي!“ ياروءَ مون طرف ڏسندي چيو، ”رات وچي کي ڪلاڪ هي آهي. پوڙهي اهي تمام گهٽا آهن. ۽ وري چيز به ناهوڪي

ڪانہ ڏيکاري اٿيئي.“ انهيءَ تي ٻنهي ڇوڪرين ٽهڪ ڪي موڙا ڏنا ۽ پوڙهيءَ ڏانهن ڏسڻ لڳيون.

”هيءَ بازار ڪانهي، جتي اگهه لهن چڙهن....اٿئي اهي- وٺيئي ته رهه، نه ته پنهنجو گس وٺ.“

ياروءَ پوڙهيءَ جي اکرن کي نظرانداز ڪندي چيو، ”ڏس اسين نوان نه آهيون جو مڏيءَ ڪاٺيءَ سان ڪهين ٿي.“

”انهيءَ کان گهٽ ڪونه ٿيندو.“

اهو ٻڌي ياروءَ ڪجهه وقت سوچيو. مونڏانهن ڏٺائين. آءٌ ماٺ ڪيو بيٺو هوس. وري انهن ڇوڪرين کي ڏسندي چيائين، ”اها ڳالهه قبول ڪانهي. اچ.“ ۽ مونکي هٿ کان جهلي ٻاهر وڃڻ لڳو. مون ويندي ويندي پوڙهيءَ ڏانهن نهاريو، جا نفرت منجهان اسان ڏانهن نهاري رهي هئي، ۽ ڇوڪريون وري پلنگ تي ڪري پيون-چڻ اجيون ٿيون.

ساڳيون گهٽيون لنگهي، اسين رستي تي آياسين. ٽانگو بيٺو هو. خميسو اسانکي ڏسي هيٺ لهي آيو. ”ڪانہ نهي نه؟ مون پهرين چيو. ڏائڻ آهي، اصل ڪنهن سان ٺهيئي ڪين. خير ويهو، اوهانکي اهڙي هنڌ وٺي هلان جتي چار پهر آرام سان ڪاٽي سگهو.“

اسين وري ٽانگي ۾ چڙهياسين، ۽ ٽانگو وري به ساڳيءَ سست رفتار سان هلڻ لڳو. مونکي اوڏيءَ مهل ننڊ به پئي آئي، پر ياروءَ جي چرچي پوگ ڪري جاڳيس پئي. ٽانگو نشاط سئنيما وارو چوُنڪ لنگهي، نورمحل سئنيما واري رستي تي هلڻ لڳو. ڳچ پنڌ ڪانپوءِ ٽانگو هڪ سنهڙي گهٽيءَ جي مُنهڙ وٽ اچي بيٺو. وري به پهرئين خميسو هيٺ لٿو ۽ اسانکي پنيان اچڻ لاءِ اشارو ڪري، پاڻ ان بدبودار گهٽي ۾ وڃڻ لڳو. گهٽيءَ ۾ گُهگهه اوندهه هئي، سو اسين به ٽڙندا ٽاپڙندا وياسين پئي.

گهٽيءَ جي ڇيڙي وٽ هڪ ڪچي گهر جي در تي خميسي ٽي دفعا ٺڪ-ٺڪ ڪئي. ڳچ دير ڪانپوءِ آواز آيو، ”ڪير؟“

”پنهنجا آهيون.“ خميسي بيفڪريءَ سان چيو.

ڊر ڪليو، اسين ٽيئي ڇٽا اندر وياسين. گهر ڏسڻ ۾ ڪچو هو ۽ ڪجهه ننڍو به، پر ننڍيون ننڍيون ڪوٺڙيون جام هيون، جن مان ڪن ۾ اوندهه هئي ته ڪن ۾ لالٽين جي جهڪي روشني. ڪنهن ڪنهن ڪمري مان ڪنهن وقت زناني ڪل جو آواز پئي آيو. اندر ايندي ئي خميسي جهڪي پوڙهي کي ڪجهه چيو، ۽ پوڙهي به هائوڪار ڪئي.

"اچو." پوڙهي اسان ڏانهن ڏسندي چيو ۽ اڳڻ لتاڙي گهر جي ٻئي حصي ڏانهن وڃڻ لڳو. اسين به سندس پٺيان هلياسين. آخر اچي ٻن ننڍن ڪمرن وٽ پهتاسين. هن هڪ ڪمري کي ڪوليو ۽ اندر وڃي اتي ڪو پيل لالٽين ٻاريائين، اسانکي اتي وهڻ لاءِ چئي، پاڻ ٻاهر ويو هليو.

مون روشنيءَ ۾ سندس شڪل پهريون دفعو ڏٺي، ڏاڍي پوائتي پئي لڳي. اسين ٻئي ڪمري کي ڏسڻ لڳاسين. ڪمرو تمام سوڙهو هو، جنهن ۾ هڪ کٽ مس ٿي پيئي. کٽ جي سيراندي‌ءَ هڪ ڦڏي سيڏي تپائي رکي هئي، جنهن تي بيڙين ۽ سگريٽن جا اڌڙ پيا هئا. ايتري ۾ پوڙهو آيو ۽ اسانکي ٻاهر اچڻ لاءِ چيائين. اسين ٻير واري ڪمري ۾ وياسين، جتي به ساڳيو سامان پيل هو، پر کٽ تي به ڇوڪريون ويٺيون هيون. جنکي تمام گهري‌ءَ ننڊ مان اٿاريو ويو هو ۽ جن جي ننڊاکڙين اکين ۾ جا نماٽائي پئي نظر آئي، تنهن مان صاف ظاهر هو ته هو مجبور هيون. يارو وري به کين ڇتائي ڏسڻ لڳو. ڇوڪريون هيون ڪٺڪ رنگيون، پر نمڪ هون. ياروءَ پوڙهي ڏانهن ڏٺو ۽ پوڙهي سمجهندي چيو، "صبح تائين ٻن ڪمرن ۾، سٺ رپيا. ياروءَ ڪجهه وقت سوچيو ۽ پوءِ سؤ جو نوٽ پوڙهي کي ڏيندي چيائين، "ڇڱو، اچي هي سؤ رپيا. سٺ تون رک، ڏهه ٽانگي واري کي ڏي، باقي صبح جو ڏجانءِ." پوڙهي نوٽ ورتو، ڪجهه دير نوٽ کي ڏٺائين، ۽ پوءِ قميص جي پاسي واري کيسي ۾ وجهي ڇڏيائين، ۽ واپس وڃڻ لڳو. ياروءَ مون ڏانهن ڏٺو ۽ مون مرڪي ڏٺو.

صبح جا ڇهه ڪن لڳا هجن، آءٌ ۽ يارو سخي پير روڊ تان لنگهي رهيا هئاسين. راتوڪو اوجاڳو اکين ۾ هو، سو ڍيلا جسم تلندا، سيٽيون وڄائيندا، فلمي گيت ڳائيندا، هوريان هوريان هلي رهيا هئاسين.

”ڪيئن، هئي ڪا رات بهاري؟“ يارو مرڪندي پڇيو.

”ٺيڪ آهي، شل اهڙيون جڳهيون وسن. مونکي رات خبر پيئي ته تون به گهٽ نه آهين.“

”مڙيئي پيا دل خوش ڪريون.“ يارو ٽهڪ ڏيندي چيو. ”ڪڏهن ڪڏهن جي ڪو سٽيو مرغو هٿ چڙهي ويندو آهي ته پاڻ به ڪجهه عيش ڪري وٺندا آهيون. ٻي ڳالهه ٻڌي اٿئي؟“

”ڪهڙي؟“

”هي ڏس، منهنجي هٿ ۾.“ مون سندس هٿ ڏانهن ڏٺو، جنهن ۾ سؤ جو نوٽ هو.

”اڙي، ٻيو وري ڪٿان آيو؟“

”اڙي، ٻيو وري ڪٿي، ساڳيو آهي. پوڙهي نه وڃڻ وقت هٿ ملايو، ته پاسي واري کيسي ۾ ڏسي ورتو مانس....

صبح صبح ڀٽي تي ويئي.“ هن نوٽ کي چمي ڏني.

”پر يارو، تو اهو سٺو ڪونه ڪيو.“

”سٺو؟ وڏا حرامي آهن. ٻچيل پاروتو مال ڏنائون اسانکي، سو نه؟“

”ڇڏ چڱو انهيءَ ٻڪ ڪي، آءٌ ته هاڻي گهر ويندس.“

”ڀرين نيرن، پوءِ ڪا ٻي ڳالهه.“

ياروءَ کان جدا ٿي گهر ڏانهن وڃڻ لڳس، سڄي رات جو اوجاڳو هو، سو سوچيم ته لت ڪوڙي وڃي سمهي رهندس. سڄو رستو ياروءَ بابت سوچيندو ويس، جنهن هڪ ئي ڦيري ۾ هڪ سؤ جو سائو نوٽ ۽ پنج ڏهين ڏهين جا 'ڪمايا'. مونکي ياروءَ جي فن تي رشڪ اچڻ لڳو. اچا گهر واريءَ گهٽيءَ ۾ ئي پير مس رکيم، ته پريان ادا کي ڏٺم.

”ادا، امان ڪيئن آهي؟“ جيئن ئي ادا سامهون آيو، مون پڇيومانس.

پر ادا کو ڏمريو ويٺو هو، اصل چڙهي ويو. ”ميان شاباس آهي توهانکي. نہ گهر جي اون، نہ پٽ جو کو خيال. هوڏانهن ماءُ پئي هئي سڪرات ۾ ۽ توهين پيا دوستن سان تيلارا ڏيو. هاڻي چو آيو آهين؟“

”چو، امان جي حالت ٺيڪ ڪانهي ڇا؟“ مون سندس ڪاوڙ کي نظرانداز ڪندي پڇيو.

”حالت وري ڇا.... هوءَ وڃي سگهي بہ ٿي، ۽ تون اڃا پڇين ٿو.“ مونکي اوڏيءَ مهل الائي ڇا محسوس ٿيو. ڇڻ کو ڳرو بار هٿ مان ڪري پيو. پير اصل چيپاٽجي ويا، ڇڙي ئي ڪونہ ٿي سگهيس. آخر سرت ساري گهر ڏانهن پڳس.

اڱڻ ۾ انهيءَ کٽ تي امان جو لاش رکيو هو، جنهن تي پاڻ رات ستي پئي هئي. پر هينئر تہ ڪيس سدائين لاءِ آرام ملي چڪو هو. آءٌ ڪي گهڙيون تہ کٽ جي پرسان انهيءَ وسمي ۾ بيٺو رهيس تہ ڇا ڪريان. آخر وڏي ڏکندڙ هٿن سان منهن تان پلئہ چادر جو کڻي، جيجل جو چهرو ڏٺم. مون سندس چهري کي ڏاڍي غور سان ڏٺو. سندس پوريل اکين کي، نڪ کي، پوڙهي ضعيف ڳلن کي، سڪل چپن کي، انهيءَ هستيءَ کي ڏٺم، جنهن مونکي وجود ۾ آندو. اوڏيءَ مهل ائين محسوس ڪيم، ڇڻ جيجل ڏاڍي آڪير مان چئي رهي آهي، ’پٽَ خدا ڪري سوَ حياتيون مائين. شل تنهنجا ڏينهن عيد مثل هجن ۽ راتيون.....راتيون، جهڙي تو رات گذاري.‘ الائي ڇو امان جي گنڀير چهري جي دهشت جهلي نہ سگهيس ۽ چادر کي وري ڍڪي ڇڏيم. گهر ۾ ڪجهہ پاڙي واريون بہ ويٺيون هيون، پر تمام خاموشي لڳي پيئي هئي. ايتري ۾ ياڇائي بہ روئيندي اچي پرسان بيٺي.

”امان کي ڇا ٿيو؟ آخر ڪجهہ مونکي بہ تہ ٻڌايو.“ منهنجو آواز ڏکي رهيو هو ۽ اکين ۾ پاڻي پيرجي آيم، پر جواب ۾ رڳو ياڇائيءَ جا سڏڪا ٻڌڻ ۾ آيم. ”توهين مونکي ٻڌايو ڇو نہ ٿا؟-هيءَ تہ چڱي ڀلي هئي!“

”بس ادا، رب جي رضا هئي، ائين ٿيڻو هو،“ هنجو آواز پڻ ڏڪي رهيو هو، ”تون وئين، ڪلاڪ کن ڪانپوءِ وري دؤرو پيو، جنهن اصل ڦهر ڪري ڇڏيو... پاڻهين ڊاڪٽر کي وٺي آيو، تنهن ڏسي چيو، ’سور تمام خراب آهي، جي ڪلاڪ اندر ٺي سيون لاڳيتيون نه لڳنديون ته بچڻ محال آهي.‘ ڊاڪٽر ويو هليو. پاڻهين منهنجا سڀ زيور ڪڍي ويو پر واري پناڻ وٽ، جنهن مس مس ڪُرڪي پيسا ڏنا. سُيون هيون سؤ پندرهين جون....“ ايترو چئي پاڇائي وڏيڪ سڏڪا پرڻ لڳي. ”ادا چوندا ڪين آهن ته غريبن رکيا روزا ته ڏينهن به ٿيا وڏا....سو، پاڻهين پيسا کنيو بازار پئي ويو .... قضا اچي رسي هئي....پوي جو ڪو شاهينگ ته ماڳهين پٽون ئي ڏڳائي ويو. ريزي ڪانسواءِ، قرض ورتل هڪ سؤ جو نوٽ ۽ پنج ڏهين ڏهين جا به کڻي ويو.“

هوءَ وري سڏڪا پرڻ لڳي، پر مونکي محسوس ائين ٿيو، ڄڻ اڳيان جيجل جو لاش ڪونه رکيو آهي، پر ممتا جو شاهڪار رکيو آهي ۽ مونکي چئي پيو، ’پٽ، شل سدائين سکيو هجبن. ڪڏهن ڪوسو واءُ نه لڳيئي.‘ (١٩٦٠)

# ميندڙيءَ رتا هٿ

سچي رات وڏ ڦڙي جي شپڪي ڪان پوءِ، صبح جو مينهن مڙيئي ڪجهه ڍرو ٿيو هو. تڏي هير پئي لڳي. هڪ پرڪيف صبح هو.
اڄا منهن اونداهي ئي هئي، هوءَ باغ ڏانهن وڃڻ لڳي. گل چُنبا ڪين آهن پر رڳو دل وندرائڻي آهي. نه ته اڪيلي، ساوڻ جي رنگين ڏينهن ۾ گلن چنڻ جو ڪو مقصد ٿورئي هوندو آهي. هوءَ اڪثر صبح جو بنا ڪنهن مقصد جي باغ ۾ اچڻ لاءِ مجبور هئي ۽ ڪير ڄاڻي، گلن چنڻ ۾ ڪهڙي مجبوري هئي، يا ـــ ڪا مجبور تمنا ڪا بيوس آرزو!ـــ ۽ اهو رضيه نٿي ڄاڻو ته هوءَ گل چني رئي جي پلاند ۾ ڇو پئي گڏ ڪري ـــ؟ جڏهن خوشيءَ جي ڪا لهر سندس دل ۾ نٿي اُٿي ۽ جذبات جو ڪو ڪرٽو سندس اکين ۾ نٿو چمڪي اها ئي ويراني، سندس چهري تي پکڙيل هئي!
رات ڪانپوءِ صبح ٿيندو آهي ـــ سڀ ڪنهن کي خبر آهي. پر شايد اها گهٽ ماڻهن کي خبر آهي ته پوئينءَ رات ـــ ساوڻ جي رمجهم ڪندڙ پوئين رات، جنهنجي هنج ۾ صبح مرڪندو رهندو آهي، جذبات وارن ـــ احساس وارن لاءِ گهڻو ڪي هوندو آهي. انهي پوئينءَ رات، جنهن وقت ڪڪر گجگوڙ ڪري، وڏ ڦڙو يا رمجهم بارش وسائيندا آهن، انهيءَ پوئين رات جو ـــ ڏسڻ وارن ڏٺو هوندو، سمجهڻ وارا سمجهندا آهن ته آسمان مان بوندن سان گڏ رس وسندي آهي، ڪيف وسندو آهي ۽ خمار و مستي وسندي آهي ـــ ڇڻ خود فطرت، پياسن لاءِ شراب وسائيندي آهي ـــ انمول ـــ آهو انمول شراب، جنهنجو نشو بنا پيڻ جي چڙهي ٿو ـــ ۽ انهيءَ نشي ۾ سرشار ٿي، جنهن وقت به هستيون، مستيءَ ۽ خمار ۾ جهه ٻڏل هونديون آهن ـــ خمار جي سرور ۾ جهولندي، پاڪر ۾ هڪ ٻئي کي سوگهو

جهلبنديون آهن، ته اوڏيءَ مهل صبح به بيتاب ٿي مرڪي ڏيندو آهي ـــ ۽ رضيه انهيءَ لطيف مرڪ جي تاب جهلي نه سگهندي آهي، جنهنڪري ڪيس مجبور ٿي باغ جو رخ ڪرڻو ٿي پيو.
هن گل پٽي چنيا ـــ اڇا گل، جن جي پنکڙين تي پاڻيءَ جو بوندون ٽڙيپيون پئي. هن گل چني پنهنجي اڇي رئي جي پلاند ۾ وجهڻ شروع ڪيا. اڇا گل ـــ اڇو پلاند! پر رضيه ته سهاڳڻ هئي! باغ ۾ هرطرف شاداب ۽ سرسبز وڻ هئا ـــ ولون هيون، نظرن جي حد تائين ڪائنات رومان جي رنگ ۾ رنگيل هئي ـــ پر هنجو رئو اڇو هو.
هوءَ سوچيندي رهي ـــ ۽ اهي گل به سندس رئي جيان هئا، انهن تي پيل بوندون به ته سفيد هيون ـــ خود سندس جذبن ۾ به رنگ جو نالوئي ڪونه هو. اهو سوچي هوءَ پسيل چهرو تي ويهي رهي ۽ پرسان بوٽن جي گلن جي خوشبوءِ سندس حواسن کي ڏونڌاڙي ڇڏيو.
هوءَ خوشبوئن جي ميڙ ۾ ڇڻ وڃائجي ويئي ـــ جذبات جي لهرن ۾ لڙهڻ لڳي. اڪيلائي ۾ دل ڳالهيون ڪندي آهي ـــ تصور جي دنيا آباد ٿيندي آهي. هوءَ چهر تي ليٽي پئي ۽ رئي جو پلاند سندس پڻن هيٺان اڇي ويو ـــ ۽ اڇا گل سندن اڇي خوشبوءِ سان گڏ چيپاتجي ويا ـــ ائين ٿي، جيئن خود سندس جذبات زندگيءَ جي پلاند ۾ سڏڪا ڀري رهيا هئا ـــ بيوس ـــ لاچار!
ڏهڪ ٻڌي هوءَ اٿي ويٺي. پسيل چهر ڪري، چولو سندس پڻن سان چنبڙي پيو. ڪجهه ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون ڦاٽڪ لنگهي اندر داخل ٿيڻ لڳا. هيڏانهن هوڏانهن نهاري، رضيه ڏانهن وڌيا ۽ هڪ ڏهن سالن جي ڇوڪري چوڻ لڳي، ”اسين توهان جي باغ مان توري ميندي چنڻ چاهيون ٿا.“
”آئون به ـــ“ ٻيءَ وڌي چيو.
۽ هڪ ٻارهن سالن جي ڇوڪر چيو، ”مان اديءَ لاءِ گل چنڻ چاهيان ٿو.“ ٿورو ترسي وري چوڻ لڳو، ”توهانجي باغ ۾ ايتري ميندي آهي ۽ توهان ڪونه لايو؟“
رضيه چوڻ لڳي، ”ميندي ته ٻار لائيندا آهن، اسين وڏا آهيون نه.“

”پر-! “هڪ ڇوڪر چيو، ”منهنجي پاپي جو هٽندي آهي، اڄ ڪلهه به لاتي اٿس.“ اهو ٻڌي رضيه جلديءَ سان گل ڇني ڇوڪري جي قميص ۾ وڌا . ”اڇي ميندي سان گڏ گل به ڪٽي وڃجانءِ پاپيءَ لاءِ.“ ٻار باغ جي ٻئي پاسي مينديءَ لاءِ ويا هليا.

رضيه سوچڻ لڳي: ’منهنجي پاپيءَ جو هٽندي آهيءَ اڄا ڪلهه ـــ‘ مرڪ سندس چپن تي نچڻ لڳي، ڄڻ سندس جذبات تي طنز ڪري رهي هئي-هن پنهنجي اڇي ترئيءَ سان ڪشاده پيشانيءَ تان وارن جون چڳون هٽايون ۽ سائي ڇپر تي ڪريل اڇن گلن کي ڏسڻ لڳي-سندس ذهن ۾ ننڍپڻ جو هڪ واقعو تري آيو- جڏهن هوءَ به ننڍي هئي ۽ ميندي ڇنڻ ۽ لڳائڻ، سندس محبوب مشغلو هو-۽ جڏهن هڪڙي ڏينهن احمد سندس ميندي خراب ڪري ڇڏي، تڏهن سڄي گهر ڪيس پرچايو. احمد کي به مار پئي ۽ ماڻس وري ميندي ڏاهي ڪيس هڻين. پوءِ جڏهن هٿ ڏوئي، ترين تي سرهو تيل مکيئين ته پاڻ ئي بار بار مينديءَ جي گهاٽي لالي ڏسي خوش پئي ٿي. پويان احمد آيو-۽ نمائين نظرن سان ڪيس ڏسڻ لڳو ته هن خفي ٿي ٻئي پاسي منهن ڪري ڇڏيو-۽ احمد منٿون ڪندي چيس:

”مونکي به ڏيکار مينديءَ لڳل هٿ.“

”ڇو ڏيکاريان؟“ هن ٻئي هٿ لڪايا.

”ڏيکار تون تمام سٺي آهين نه-الله جو قسم هاڻي توکي ڪونه ستائيندس.“ ۽ جڏهن هن منيون کولي ترين ڏيکاريون ته احمد هٿ ۾ جهلي-ڏسندي ڏسندي هڪ ترئيءَ کي چمي، ڪلندو ڀڄي ويو-رضيه شرم وچان ڳاڙهي ٿي ويئي. ڪيترو نه معصوم حيا هو! ڪيس الائي ڇو خوشي ٿي. ڪاوڙ لهي ويئي-۽ انهيءَ ڏينهن کانپوءِ احمد ڪيس ميندي لائيندو هو-پوءِ احمد ٻاهر پڙهڻ لاءِ ويو هليو، رضيه جي چاچي جي بدلي به ٿي ويئي.

رضيه انهن ئي خيالن جي عميق سمنڊ ۾ ٻڏل هئي ته نوڪرياڻي جي آواز تي ڇرڪ ڀري اٿي، ”نيرن تيار آهي، صاحب انتظار پيو ڪري.“

”ها!“ هن آهستگيءَ سان ورائيو، ”تون هل-مان اچان ٿي.“

”اڄ گهڻي دير باغ ۾ لاٿئي؟“ رضيه جي مڙس ظفر ۏاڇ ڏسندي چيو. رضيه ڪرسيءَ تي وهندي چيو، ”اڄ باغ ۾ الاهي ٻار گل ۽ ميندي چونڊ آيا هئا.“
”ميندي ـــ!“ ظفر آهستي سان ڪليو، ”اسانوٽ اڄا به اڻ سڌريل گهڻائي پيا آهن، فالتو وقت هنن وٽ گهڻو آهي نه ـــ انگليڊ ۾ ڪنهن وٽ ايتري فرصت هوندي ـــ“ ۽ ظفر ٽوسٽ تي مکڻ لڳائڻ شروع ڪيو ـــ هيڏو وڏو آفيسر هو ـــ ڪيڏو نه مصروف!
”ميندي‌ءَ جي سرخي سان گڏ انجي خوشبو تمام لطيف ٿيندي آهي ـ شايد توهانکي خبر نه آهي ـــ“ رضيه پنهنجين اڇين ترين کي ڏسندي چيو.
”انهيءَ ڪان هٿن تي ڪو سٺو سينٽ به مکي سگهجي ٿو ـــ“ ظفر چيو ۽ رضيه ماٺ ٿي ويئي. ”مان ٻاهر وڃان پيو، منجهند جو شايد نه اچان ـــ انتظار نه ڪجئين.“ هٿ صاف ڪري هو وڃو هليو ۽ ڪمري ۾ رکيو سگريٽ جو دونهون رهجي ويو ۽ انهيءَ دونهين ۾ رضيه جا جذبات چڙ جذب ٿي ويا.
ٻئي ڏينهن، صبح جو بدستور رضيه اڪيلي باغ ۾ گل پٽي چنيا. باغ جي پٺ جي سامهون پنجن ڇهن فوٽن جي گهٽيءَ ڪانپوءِ هڪ بلڊنگ هئي، جا گهڻي عرصي کان خالي هئي. انهيءَ صبح جو ڪيترن ڏينهن ڪانپوءِ رضيه جي بنگلي ڏانهن کلندڙ دري کلي هئي ـ اندر ڪنهن آهستي سرن ۾ ڳايو پئي ـــ ”رت ساونڻ جي آئي ـــ“ آواز ۾ سوز هو. اهڙي پردرد طرز ڪيس متاثر ڪيو ـــ ۽ هوءَ دريءَ ڏانهن ڏسڻ لڳي، جتي هڪ نوجوان باغ جي ساوڪ تي نظرون ڇمايو، جهونگاري رهيو هو. رضيه سندس سرسري طور تي جائزو ورتو ۽ گل چونڊ لڳي. ورري جو ڪيس ڏٺئين ته اهو نوجوان به ڪيس ڏسڻ لڳو ۽ جيئن ئي رضيه ساڻس نظرون ملايون، هن نظرون هٽائي ڇڏيون ۽ اتان هٽي به ويو. رضيه مالهيءَ کان پڇيو ـــ خبر پيس ته ڪو ڊپٽي ڪليڪٽر صاحب پوري عيال سميت اچي لٿو آهي.
هوءَ سوچڻ لڳي ته متان ظفر وانگر اهو نوجوان ته ڊپٽي ڪونهي.

سندس خيال هو تہ مڙد جيتري سٺي نوڪريءَ آهي اوتروئي غير جذباتي ٿي پوندو آهي. هنکي پرسان رهندڙ تمام انجنيئر، ڪمشنر، منسٽر، ڊاڪٽر ۽ ٻين مصروف ماڻهن جي زندگيءَ متعلق خبر هئي، ۽ محسوس ڪيو هئائين تہ اهي سڀ اڪثر غير جذباتي ۽ پنهنجن ڪمن ۾ رڌل انسان آهن، جن ۾ لطيف جذبات منڍ کان ئي ڪونہ ٿين. جنجي زندگي ڪن اصولن مطابق هڪ ئي محور تي ڦرندي رهي آهي، جنهن ۾ ڪا ڦير گهير واقع نٿي ٿئي. گرمي سردي، برسات بهار سڀ، هنن جي نظر ۾ رڳو ڪم جي نوعيت بدلي ڇڏيندا آهن--- ليڪن جذبات جي دنيا هميشہ سرد هوندي آهي.

ٻورو ڏينهن هوءَ سوچيندي رهي--- الجهندي رهي. هن ارادو ڪيو تہ سياڻي جيڪڏهن نظر آيو تہ ضرور پڇندس، ڪير آهي. پر شام جو باغ ۾ ويئي تہ اهو ساڳيو نوجوان اتي پسار ڪري رهيو هو،

"معاف ڪجو مان بنا اجازت آيو آهيان."

"هتي ڪنهن ٻئي جو تفريح لاءِ اچڻ منع آهي، پر توهين ٻاڙيسري آهيو."

"تمام گهڻي مهرباني--- اسانوٽ باغ ڪونهي--- جي هيءُ باغ نہ هجي ها تہ جيڪر مان ڏاڍو اداس رهان ها."

"توهين ڇا ٿا ڪريو هتي؟ ڊپٽي ڪليڪٽر آهيو؟"

"نہ، ڊپٽي ڪليڪٽر تہ والد صاحب آهي--- مان تہ اڃا ڪجھ بہ ناهيان."

"نوڪريءَ جي تلاش هوندي؟"

"اهڙي جلدي ناهي."

"ڇو شادي ڪونہ ڪئي اٿو ڇا؟"

"شادي تہ ٿي ويئي--- ٻہ سال اڳ--- ماسات سان."

ڪجھ دير هو مانٺ رهيو رضيہ بہ ڪجھ نہ پڇيو--- اينري ۾ ورتي ٻوٽن پوڻ لڳيون ۽ ٻئي ڇٽا ويا هليا.

ٻيءَ صبح جو بہ هو اتي موجود هو.

رضيه سائس ڳالهائي خوشي محسوس ڪئي. لهواريون اوپاريون ڪندي رضيه پڇيس، ”توهانجي زال شايد نيٺ مشرقي آهي؟“
”ڇو؟“
”مشرقي خيالن جون عورتون گهر ڪان تمام گهٽ نڪرنديون آهن.“
”نه مونکي انهيءَ جو خيال ڪونه رهيو نه ته ضرور وٺي اچانس ها— هونئن هوءَ به مشرقي آهي ۽ ذهني طور تي منهنجا خيال به مشرقي آهن. مونکي مشرقي عورت، مشرقي ساڏن ۽ مشرقي سينگار سان پسند آهي— ۽ انهي ڪري مان ڏاڍو قسمت وارو آهيان جو نسيم به منهنجي خيالن جي آهي.“
”زال ته خود مڙد جي لاءِ بدلبي آهي.“ رضيه ائين ئي چٿي ڏنو.
”پر منهنجي خيال ۾ مغرب پرست عورت به مڙد لاءِ نمائندي آهي— هوءَ مڙس کي بدلڻ چاهيندي آهي—آخر هنجا به جذبات هوندا.“
”ٺيڪ ٿا چئو،“ رضيه چيو، ”توهانجو نالو مون پڇيوئي ڪونه— مونکي رضيه ظفر چوندا آهن—منهنجو خاوند وزارت تجارت ۾ سيڪريٽري آهي. ڪنهن وقت ضرور ملجوس— تمام مصروف ماڻهو آهي.“
”منهنجو نالو اختر آهي— مسٽر ظفر سان ضرور ملندس، پر هنوقت مونکي پنهنجي باغ جي سير ته ڪرايو.“
ٻئي ڄڻا آهستي آهستي هلندا، باغ جي ڪنڊ تي پهچي ويا، مينديءَ جا ننڍڙا پيارا ٻوٽا هئا ۽ گلاب جي ولِ مينديءَ جي سان ويڙهي پئي هئي. مينديءَ ۽ گلاب جي گلن جي خوشبوءِ ۾ ڪيف ۽ سرور پيدا ڪري ڇڏيو هو. اختر چوڻ لڳو:
”اها ترڪيب واه جي آهي—حنا جي رنگ ۾ گلاب جي سرهاڻ ۽ غير ارادي طور تي سندس نظرون رضيه جي هٿن تي پيون—جي مينديءَ جي سرخيءَ ڪان بي نياز هئا—هن اچين ترين ڪي غور سان ڏٺو، جي ڪير جيان سفيد هيون. جنهن ۾ مينديءَ جي لالاڻ ته ڇهيو پر رت جي موجودگيءَ جو احساس به ڪونه هو.
”توهانجي باغ ۾ ايتري مندي، ۽ توهانکي مينديءَ جو شوق نه آهي

شايد ـــ نه ته سانوڻ پاڻ سان گڏ ميندي ۽ جي ڳاڙهاڻ به آڻيندو آهي.“
رضيه کلي ڏنو ۽ چوڻ لڳي:
”منهنجي مڙس کي ميندي پسند نه آهي ـــ هو ڌوتل ڪپڙن وانگر سفيد جذبات رکي ٿو. سادو ـ پاڪ صاف ـ ۽ عورت پنهنجي لاءِ ميندي ڪونه لائيندي آهي ـــ سينگار به پنهنجي لاءِ ڪونه ڪندي آهي ـــ منهنجي مڙس جا جذبات تمام سادا آهن.“
”سادا نه ـ سفيد چئو ـــ جنهن ۾ رنگ ئي نه هجي.“
”ائين نه چئو ـــ هاڻ منهنجا جذبات به اهڙا ئي آهن.“
اختر غور سان سندس اکين ۾ نهاريو، جن ۾ بيپناهه جذبات هئا پر ـ نمائا ـــ اداس! ـــ بئي خاموشيءَ سان هليا پئي. موٽندي مهل رضيه کيس وٺي ويئي ۽ ظفر سان ملايائين، ظفر تمام سٺي نموني سان مليس ـــ پر اختر، ظفر جهڙي بيورو ڪريٽڪ شخصيت جي مالڪ واري انسان سان گهڻي دير ڳالهائي نه سگهيو ۽ جلدي واپس ويو هليو.
رضيه ۽ اختر جي خيالن ۾ گهڻيءَ حد تائين هڪ جهڙائي هئي ـــ روز صبح ۽ شام، باغ ۾، رضيه اختر ۽ نسيم، هڪ ٻئي سان پنهنجا پنهنجا خيال ظاهر ڪندا هئا. رضيه کي اختر جي زال نسيم به ڏاڍي وڻي. نسيم رنگ جي سانوري هئي پر لڳي دلڪش ٿي. تمام خاموش طبع ۽ ڳالهه ڳالهه تي مرڪي ڏيندي هئي. رضيه اهڙن پاڙيسرين جي اچڻ تي خوشي ٿي ـــ ۽ کيس ائين معلوم ٿيڻ لڳو ڄڻ سڄي گهر جي هاج ڪانپوءِ، شام جو اختر ۽ نسيم سان ڳالهائيندي، سندس سڄي ڏينهن جو ٿڪ لهيو وڃي ـــ هوءَ مسرور رهڻ لڳي. سندس جذبات گهٽ ٿيڻ کان وڌڻ لڳا. جذباتي ڳالهيون، هم مذاق، هم خيال دوستن جي صحبت، سندس اداسين کي شگفتگيءَ ۾ بدلي ڇڏيو. ظفر بدستور پنهنجي ڪلب، دفتر پارٽين ۽ ميٽنگن ۾ مصروف رهندو هو. نه کيس رضيه جي اداسيءَ سان مطلب هو ۽ نه سندس شگفتگي سان غرض. کيس انهيءَ کي ڏسڻ جي فرصت ئي ڪٿي هئي ـــ پر آخر هڪ ڏينهن ظفر پڇيو، ”هي اهڙا شوخ رنگين ڪپڙا

ڪيئن پائڻ لڳي آهين؟"

"انهيءَ ڪري جو ساونڻ آيو آهي."

"مطلب؟" ظفر سمجهي نہ سگهيو.

"مطلب هيءَ تہ ساونڻ ۾ هر شيءِ تي رنگينيءَ جو پوش چڙهندو آهي—جذبات رنگين ڪپڙا پسند ڪن ٿا." ايترو چئي هوءَ پيلي رئي جو پلاند وات ۾ وجهي چوسڻ لڳي—ظفر ڪي پورو جواب ڪونہ مليو سو بنا ارادي چوڻ لڳو، "چو نہ—هميشہ کان مشرقي زالون ساونڻ ۾ ڳاڙها پيلا ڪپڙا پائڻ پسند ڪنديون آهن. اها بہ ڳالهہ آهي تہ ڪجهہ فيشن پرست ٻارهن ئي مهنا ساده رنگ پسند ڪن يا ڪي مغرب پسند ڪن يا ڪي مغرب پرست مڙد ملڪي رنگن کي اهميت نہ ڏين." ظفر اخبار پڙهڻ لڳو. ڪيس اهي ڳالهيون اجايون ۽ بيڪار نظر اينديون هيون. رضيہ اٿي ٻئي ڪمري ۾ ويٺي هلي.

۽ انهيءَ شام جو—

رضيہ مينديءَ پٽي چني—ساونڻ جا مست مست ڪڪر، رڪندي، جهڪندي، چئن طويل سالن جي عرصي کانپوءِ رضيہ کي مندي چنيدي ڏسي رهيا هئا—خبر ناهي ڪنهنجي لاءِ مندي چني رهي هئي—۽ مينديءَ جون شاخون چڻ اظهار تشڪر لاءِ جهڪنديون پئي ويون. رضيہ ماحول کان بي نياز، مندي چنڻ ۾ مصروف هئي 'چا تي ٻيو، ظفر کي پسند نہ آهي تہ'—سندس پنهنجي خوشي تہ هئي—سندس جذبات ظفر جا محتاج نہ آهن—هاڻ هوءَ خود پنهنجي لاءِ مندي هڻندي—ڪيس اهو حق نہ آهي تہ ظفر جي ڪري، پنهنجي جذبن جو خون ڪري—هر خواهش دٻائي. سامهون اختر پٽي آيو، سائس گڏ نسيم بہ هئي. ٻئي خوش هئا. اختر مرڪيو—چوڻ لڳو، "اڄ دل ٻڌي اٿوَ، جو مندي پيا چنو. اڄ ساونڻ جو تهوار آهي اڄوڪي ڏينهن پوري ملڪ جون نينهون ۽ ڌيئون، مندي هڻنديون هيون. اسانجا جذبات شعريت منجهہ ٻڌل هئا—اسانجي دلين ۾ رنگين جذبات جنم وٺندا هئا—۽ اڄ مغرب پرست دؤر ۾ ...

تمام رنگين رسمون ترڪ ڪيون آهن، اتي اسانجا جذبات به بي رنگ ۽ بي روح ٿيندا پيا وڃن.“

”ها پنهنجو رنگ ترڪ نه ڪرڻ ڪپي—پنهنجي پسند جي قرباني ڏيڻ سان مڙد تي ڪو احسان نٿو ٿئي—“ رضيه چيو—هوءَ ميندي چنيدي رهي. پلاند پرچڻ لڳو. اختر ۽ نسيم به سندس مدد ڪرڻ لڳا.

۽ بيءَ رات جو—جڏهن هوءَ خواب گاهه ۾ ويئي، ظفر کيس ڏسي مرڪي ڏنو—ظفر مرڪي کيس اهو اشارو ڏنو هو، جنهنجو مطلب هوءَ ڄاڻندي هئي—پر رضيه نظرانداز ڪري ڇڏيو ۽ هڪ پاسي ڪرسيءَ تي ويهي ميندي هڻڻ لڳي. ظفر ڪجهه پريشان ٿي چيس:

”ڪيتري دير کان تنهنجو انتظار پيو ڪريان—۽ هي ڇيٽو ڇو پئي مکين؟“

رضيه پڇيو، ”ڇاجي لاءِ انتظار هو؟“

”واه! هيءُ نئون شوق وري ڪيئن جاڳيو—جو هٿ ڦاسائي ويهي رهيئن.“

”مان ميندي ڪونه لائي رهي آهيان، پر توهانجي جذبات ۾ رنگ ڀري رهي آهيان.“

”اڄ وري منهنجي بيعزتيءَ لاءِ سنيري آهين.“

”نه، پنهنجي بيعزتي به هاڻ منظور نه آهي.“

ظفر سوچيو ته مينديءَ جو پيالو ڦري، ڦٽو ڪري ڇڏي پر رضيه گهٽي بدلجي چڪي هئي. انهيءَ ڪري مناسب نه ڄاڻئين ۽ سور پي ويو. هنجي به ته هڪ آرزو هئي، ڪا طلب—انهيءَ ڪري هو ڪلب مان سويل آيو هو. سندس آرزو چڻ تڙپجي ويئي.

پر—رضيه سندس آرزوءَ کان بي نياز پنهنجي مرضيءَ مطابق اڇن هٿن کي ڳاڙهو ڪري رهي هئي. ڪيئن ٿو ڇئي سگهجي ته هن جا جذبات سفيد هئا—اهي ته رنگ ۾ رنگ آهن—ڪي جاني ڪيترا گهرا—ڪيترا سرخ!

۽ صبح جو جڏهن هن ميندي ڌوتي ته ترڻيون ڳاڙهيون هيون. ظفر ستو پيو هو—هوءَ اونڌهه ۾ ئي باغ ڏانهن وڃڻ لڳي. اڄ کيس باغ

ڏاڍو وڻيو پئي. مرڪ الاٿي ڪٽان اچي سنلس چيڙن تي بسيرو ڪيو هو. اوچتو هن ٻاهر ڏٺو—ٻاهر گهٽيءَ جي موڙ تي، هڪ نوجوان، هڪ دوشيزه جا هٿ چمي رهيو هو—رضيه ڏٺو—هو ٻئي ڄڻا بجليءَ جي ٿنڀي هيٺان بيٺا هئا—نوجوان هٿ چمي، ڪين ڏسڻ لڳو—ڪهڙا نه سرخ هٿ هئا—مينديءَ رتا هٿ—هڪ مڙد جي هٿن ۾، جو ڪين پيار منجهان چمي رهيو هو—هوءَ ڏسندي رهي. ڪيڏو نه جذباتي پيار هو—! هوءَ اتي بيهي نه سگهي—موٽي آئي ۽ سوچڻ لڳي:

'مينديءَ لڳل ڳاڙهيون تريون ڪڏهن جذبات ڪي آتشين بنائي سگهن ٿيون؟' ڪيس ڳاڙهين ترين هيٺان سا ڳيون اڇيون تريون نظر اچڻ لڳيون—جن ۾ رت جي ڪا جهلڪ به نه هئي.'

'جذبات ۾ رنگ مڙد جي پيار سان پرجي سگهي ٿو— نه مينديءَ سان. پر مڙد—جذبات جو پيار ئي نه نتو ڏئي—ڏاڍو ڪنجوس آهي!'

۽ جڏهن ظفر جا ڳيو ته رضيه کيس غمگين نظر آئي—"ڳاڙها هٿ ڪري به تون خاموش آهين—اڄ نه توکي خوش ٿيڻ کپي—اڄ ته جذبات رنگين هوندا!" هو طنزيه ڪليو.

"مان پليل هيس—سفيد جذبات ۾ سرخ هٿن جي لالي رنگ پري نٿي سگهي—عورت کي پنهنجي قسمت تي شاڪر رهڻ کپي. مان ڪنهن ڪنهن وقت جذبات جي لهرن ۾ لڙهي ويندي آهيان— مونکي معاف ڪريو." ۽ رضيه جي اکين ۾ گرم گرم ڳوڙها تري آيا—جن ۾ هڪ نوجوان ۽ دوشيزه جي تصوير اڀريل هئي—هڪ مڙد، هڪ عورت جا هٿ جهليو، صبح جي انڌيري ۾—مينديءَ لڳل ترين کي چمي رهيو هو. (١٩٦٠)

---

# واچوڙن ۾ لاٽ

زينب هر دفعي ايندي هئي، ۽ هر دفعي منهنجن خيالن جي سلسلي کي انهيءَ تي مجبور ڪري ويندي هئي، ته وري سندس باري ۾ وڌيڪ سوچيان.

منجهي پيو آهيان ته ڪيس ڇا چوان. چنچل؟ چنچل ته ڇوڪريون ٿينديون آهن، جيڪي جوانيءَ جي زور ڪي چنچلتا ۽ حيا ۾ نهوڙي، مرڪندي، اکيون ڇڀيندي، هرڻين جيان ڇال پيون هڻنديون آهن، پر زينب ته عمر جي چڱي هوندي. هاڻي سٺي اٿس. نه ته اڻاويهه- اوڻٽيهه سال ته عمر ضرور هونديس. ٿي سگهي ٿو اڃا به عمر وڌي هجيس. جنهن ڏينهن گهر جا پاتي، پهرئين جڳهه ڇڏي وڃي نئين جاءِ پيڙا ٿيا هئا. تنهنکي شايد چار يا پنج ڏينهن ٿيا هجن، ته زينب مون وٽ آئي. آءٌ اڃا امتحانن ڪاڻ اُت رهيل هوس. صبح جا ڏهه ڪن ٿيا هئا، اڃا هٿ منهن به ڪونه ڌوتو هوم، رڳو سگرٽ پاري چانهه ڏاهي هيم. چانهه جي ڪتلي لاهي، ويٺوئي هوس ته بيڪڙيل در کليو، زينب مٿي تي ڇٻي رکيو اندر آئي.

”ميندي مساڳ ڪپي؟“ مون هن ڏانهن ڏسي مرڪي ڏنو. ۽ هوءَ به مرڪندي اچي ڪٽ تي ويٺي. اها سندس پراڻي عادت آهي. جڏهن گهر وارا هئا، تڏهن به ائين بنا هٻڪ جي ايندي هئي.

”ڪجل ڪپي. مون وٽ فسڪلاس ڪجل آهي. پائيندي؟ اک اصل چمڪندي.“ هن ڇٻي مٿي تان لاهيندي چيو. ”جيئن تنهنجيون اکيون پيون چمڪن.“ مون سندس اکين ۾ ڏسندي چيو.

”اڙي تنهنجي زال هنکي پائيندي ته اُن جي اک مونکان گهڻو چمڪندي.“ هن ترت جواب ڏنو.

”چو ٿي صبح ساڻ ڪوڙ ڳالهائين.“ مون چيو.

”چو؟“ هن ڪجهه تڪائيءَ سان پڇيو.
”مون اچا شادي ئي ڪانه ڪئي آهي.“
”ها ها، پر پڻري ته ٿي ويئي نه؟ مونکي جڻ خبر ناهي.“ زينب کلندي چيو، ۽ چپنءَ منجهان ڪجل جون سرايون ڪڍي ڏيکارڻ لڳي.
”اڇي، هي ڪجل بس....“
مونکي سندس مڪرائي لهجي واري سنڌي ڏاڍي وڻندي هئي. چانهه جو ڪوپ آڇيندي چيومانس، ”اڇي، هي چانهه پي بس.“
”اصلي ڪجل آهي. نقلي بقلي ناهي–ها.“
”چانهه به اصلي آهي. نقلي بقلي نه آهي.“ چانهه جو ڪوپ ڏانهس وڌائيندي، مون چيو.
هن مرڪي ڏنو. پوءِ هوءَ ڪجهه دير ويٺي ۽ مونکي زوريءَ پنهنجي ڪنوار لاءِ به–ٽي سرايون ڪجل جون وٺرائي ويئي.
زينب هونئن به اسانجي گهر ايندي ويندي هئي. مونسان جڏهن به ڳالهائيندي ته منهنجي ڪنوار جي باري ۾. ڪيس ڏاڍي ڪا وڻندي هئي. جڏهن به گهر اچي، اهوئي چوي ته ”ڪڏهن ٿا هنکي شادي ڪرايو؟“
”بس سال–به اٿس، امتحان پاس ڪري ته پوءِ.“ امان ڪلي چونديس.
”سال ۽ به!“ هوءَ منٿين چپ ٿي حيرت وچان آڱر ڪٽي رکندي.
”پڙهڻ پوءِ به ٿي سگهندو. پر هيءَ عمر شادي وارو آهي.“
کيس ڏاڍو عجب ٿيندو هو ته آءٌ هيڏو سارو اچي ٿيو آهيان پر شاديءَ لاءِ مائٽن جا ڪن نٿو ڪان. هڪ دفعي چئي به ڏنئين، ”هيڏو ڏگ اگو پيو آهين، اچا شادي نٿو ڪرين؟“
زينب هونئن به ڏاڍي قرب واري زال هئي، ۽ وري سندس مڪرائي لهجي واري سنڌي ته ڪنن کي ڏاڍي چڱي ٿي لڳي.
هفتي کن ڪانپوءِ پيهر مون وٽ آئي.
”اڄ ڪو ڪامڻ وارو ڪجل آندو هوندءِ.“ مون کيس چيڙيو.
”اڄ ڪُجهه به ڪانهي.“ هن نڪ کي ڦوڏيندي چيو.

”هتان لنگهس، سوچيم ته به گهڙيون ساهي وٺي وڃان.“ اٿين چئي، هوءَ کٽ تي ويهي رهي. گرمي به مدام هئي. هوا بند ـ بوساٽ ئي بوساٽ، سو سهڪي پئي.
”به منٽ ساهي پٽ ته تنهنجي لاءِ ڪو ٺڏو آڻيان.“ آءٌ اٿيس ۽ چپل پائي ٻاهر وڃڻ لڳس.
مونکي ويندي ڏسي چوڻ لڳي، ”آرنج ونجانس، ٻي بانلي مونکي وڻي ڪانه ـــ برف مڙئي ٿورو سرس.“
اهو ٻڌي، چانئٽ تي ئي منهنجا پير ڄمي ويا. مون ڪنڌ ورائي ڪيس ڏٺو. ”آرينج؟“ سندس پڪهريل منهن کي ڏسندي پڇيومانس.
”ها.“ هن پنهنجي ٻانهن تي پکهر جي ڇنبڙيل چولهي کي ڪٺندي چيو.
”برف ٿورو سرس.“ مون سندس انداز ۾ مرڪندي چيو.
”ها ها، گهڻو انجان نه ٿي.“ اٿين چوندي ڪانئس ٽهڪ نڪري ويو. ٽهڪ اٿين ڏنائي، ڇو سندس نڙيءَ مان اڇل کائي ٻاهر نڪتو هو، ۽ مون مرڪي ڏٺو.
هوٽل وارو ڇوڪر آرينج کڻي آيو. مون گلاس پري زينب کي ڏنو. هوءَ ڍڪ به پرڻ لڳي، ۽ برف جا ٽڪر به ڪرلينڊي ويئي. مونکي سندس اهڙي ريت برف ڪرلڻ ڏاڍو وڻيو.
”تون هيڏي ڳري زال، ڪيئن ٿي هن ڪاڙهي ۾ نڪرين.“
منهنجو اشارو سندس پيٽ ڏانهن هو، جو شايد ڇهين ستين مهيني جو هو. اهو ٻڌي، به ـ ٽي ساعتون پنهنجي نڪتل پيٽ ڏانهن اهڙي انداز سان ڏٺائين، ڄڻ انهيءَ جي ڪيس ڪا پرواهه ڪانه هئي.
” اسين اُن زالن مان ڪو ناهيون، جيڪي مڙسن سان هندورن ۾ لُڏن ٿيون. اسانکي هن پيٽ جي پروائي ناهي. اسانکي هُن پيٽ جي دوزک جي ڳڻتي آهي.“
”پلا روز گهڻو ڪمايو وٺين؟“ مون ڳالهه سيرائي.
”ٽي رپيا، چار رپيا.“
”تنهنجو مڙس ڇا ڪري؟ اهو به ڪمائي؟“

”هو جيل ۾ اندر آهي.“ هن جواب ڏنو.
”ڇو؟“ مون پڇيو.
”ڪراچيءَ مان چرس آندو هوس.“
ڪجهه دير چپ رهياسين.
”اڄ ڪجل ڪونه آندو اٿيئي؟“ مون چيو، ”ڀريون ته سئو ٿي ڪونه هو.“
”اي هل هل! سنو ڪونه هوس.“ هن نڪ کي ڦونڊي ڇپڻ جي نرم ڪندن ۾ اڪين جي موهيندڙ ڪاراڻ منجهه مرڪندي چيو، ”منهجو ڪجل آهي ملڪان ملڪ مشهور.“
”پلا تون نوڪري ڪهڙي ڪرين؟“ هن سامهون پٽ تي لڳل ڪئلينڊر کي ڏسندي پڇيو.
”آءٌ ته اڃا پڙهندو آهيان. نوڪري ڪونه ڪريان.“
”بيو ڇا ڪرين؟“
”بيو؟“
”ها.“ هن مرڪندي چيو.
”بيو سائين،“ مون سندس زبان ۾ ورجايو. ”بيو مان ڪهاڻيون لکندو آهيان.“ مون ڇڻ فخر منجهان اهو ٻڌايو.
”ڪهانيون؟ـ باڇائن جون؟“ هن جلدي پڇيو.
”نه باد شاهن جون نه. آءٌ ڪهاڻيون لکندو آهيان اڄڪلهه جي زماني جون.“ هوءَ سمجهي نه سگهي. مون کيس سمجهائڻ ڪاڻ وري چيو: ”ماڻهن کي جيڪي ڏک سور هوندا آهن نه، آءٌ انهن جون ڪهاڻيون ناهيندو آهيان. ڪهاڻيون ٺاهي، وري ڪتابن ۾ ۽ اخبارن ۾ ڇپائيندو آهيان، پوءِ ٻيا سڀ ماڻهو آهي پڙهندا آهن.“
”پو؟“
”پوءِ ماڻهن کي خبر پوندي آهي ته ڪنهنکي ڪهڙي تڪليف آهي. جيڪو ٻئي کي تڪليف ڏيندو آهي، تنهنکان سڀ نفرت ڪندا آهن، ۽ جيڪو تڪليف ۾ هوندو، تنهن لاءِ سڀني جي دلين ۾ همدردي ٿيندي آهي. آءٌ ظالمن ۽ بدمعاشن جا پول پڌرا ڪندو

آهيان ۽ نيڪ ماڻهن جي تعريف ڪندو آهيان، غريبن ۽ بيواهن جي ڏک سور ۾ سندن پاڻيوار ٿيندو آهيان- ۽
”اڙي ته پو، منهنجي به ڪهاڻي لک نه.“
”ها، تو ۾ هڪ شيءِ آهي، جنهن تي ڪهاڻي لکي سگهجي ٿي.“
”ڪيڙي؟“ هن ترت پڇيو.
”تنهنجي شوخي ۽ پنهنجائپ.“
”هون، مون بيو ڪُجھ سمجهيو.“ هن ساهه کڻندي چيو.
”ڇا سمجهيو تو؟“ مون پڇيو.
”الائي ڇا سمجهيو،“ هن کلندي چيو، ”وسري ويو.“
سندس ڪل ۾ حيا جي جهلڪ هئي، حيا- جيڪو هڪ جوان جمان زال جي ڳلن جي گولائي تان ترڪڻ لڳندو آهي، جڏهن هوءَ ڪنهن مرد جي اکيان هوندي آهي.
هوءَ هڪ نه بئي ڏينهن ايندي ئي رهندي هئي. ڪڏهن پاڻي پيئڻ لاءِ ڪڏهن ساهي پٽڻ لاءِ. الائجي ڇو، مونکي زينب سان ايتري همدردي ٿي ويئي. جيتري قدر مون سندس ڳالهين مان پرکيو هو، ائين سمجهيم ته هوءَ ڪافي تجربيڪار زال هئي، ۽ وقت جي لهه وچڙه کيس انهيءَ قابل بنائي ڇڏيو هو جو هوءَ ننڍيءَ عمر ۾ به اڪيلي سر پنهنجو پيٽ- قوت پيدا ڪري رهي هئي.
هڪ ڏينهن ايندي شرط چيائين:
”تو منهنجي ڪهاڻي لکي؟“
”ڪيئن لکان؟“ مون ٽهڪ ڏيندي چيو.
”ڇو؟“ هنجي پيشاني تي گُهنڊ پئجي ويو.
”تنهنجي باري ۾ مونکي پوري خبر ڪانهي. رڳو اهو ڄاڻان ٿو ته ڏون ميندي، مساڳ ۽ ڪجل وڪڻڻ واري زينب آهين. ۽....
۽ بس، بيو؟“ مون ڏانهنس ڏٺو.
”بيو آءٌ توکي بدايان ٿي. پر ڏس مُنجو نالو هُن ۾ نا هجي.“
”ٺيڪ آهي، تون بنهنجي سچي ڳالهه بڌاءِ.“
هوءَ مرڪي. ”هاڻ بُڌ. پنج سال پيرين- مُنجي شادي ٿي هئي.

جڏهن آءُ ننڍي هيس، ڏاڏي شرير هيس. سڀني سان لڙائي ڪندي هيس. پر جوان ٿيس، لڙائي ختم ڪري ڇڏيم، جو سڀڪو سمجهندو هو ته مان وڙهان رڳو هن ڪري ٿي ته سڀ ڪي پنهنجي جواني جو زور ڏيکاريان. آءُ سچي، هيئر ڏاڏي ڳري ويئي آهيان. جوانيءَ ۾ تمام مضبوط هيس. هڪڙو هڪڙو هٿ هيڙو هيڙو ٿلهو هوندو هو. جنهنکي هٿندي هيس، دانهون ڪندو هو. هيئر ته خراب ٿي ويا آهن."

هوءَ پنهنجن هٿن کي ڏسڻ لڳي، جت نيريون نسون سنڌس ڪٽڪ- رنگي هٿ تي اڀري آيون هيون.

"منهنجو مائٽ ڪوئي ناهي. رڳو هڪ ماءُ آهي. سو بي هيئر اٺن- ويهن ڪان هلاڪ آهي. رڳو وڙهي جاتي."

"پوءِ تنهنجو ڏوهه ڪونهي. تون ماٺهين تي ويئي آهين." مون چيو ۽ بئي کاڻ لڳاسين.

"آءُ هرويرو ته ڪنهن سان ڪونه وڙهان. پر هو ته گهر ۾ ويهي ويهي ڪڪ ٿي، ته هڪدم وڙهڻ جي ڳالهه ڪندي. منجي شادي ٿي، آءُ مڙس سان گڏ ڪراچي هلي ويئي. منجو مڙس اُتي نوڪري ڪندو هو. ٻه سال ڪانپوءِ مونکي پٽ ٿيو، پر جلدي مري ويو. آءُ پنهنجي مڙس سان ڏاڍي خوش هيس. هڪ دفعي اسين حيدرآباد آياسين بئي. منجو مڙس ٽيشن تي پڪڙجي پيو. منجي مڙس ٻه- سير چرس جا حيدرآباد آندا پئي. آسان بئي ٿاڻي ۾ آياسين ۽ پوري رات اتي رهياسين."

انهيءَ تي هوءَ کلڻ لڳي. "انهيءَ رات مون پنهنجي مڙس کي ڏاڍو پيار ڪيو - پر بئي ڏينهن مون کيس دل کولي گاريون ڏنيون. هو سوئر شروع کان ئي چرس ۽ پنگ جو ڌندو ڪندو هو. مونکي خبر ڪانه هئي. مونکي چوندو هو آءُ ڪپڙي جي مل ۾ نوڪري ڪندو آهيان. ڪيس هليو ته ٻن- ٽن ڀيرن ٻوهن ۾ پڪڙجي پيو، ۽ هاڻ يڪا سارا پنج سال جيل ۾ هوندو. آءُ پنهنجي ماءُ وٽ آيس، ۽ ٻه سال ماءُ جو ڪاڏم ته روز مهڻا ڏيندي هئي - مونکي خار لڳي،

سچي آءٌ غصي جي خراب آهيان ۽ پو هي ڏند و ڪرڻ لڳيس. هيئر روز ٻه ڪمايان، ٽي ٻه ڪمايان. ڪنهن ڏينهن چار ٻه ٽي وڃن.“
آءٌ چپ سنلس ڪهاڻي ٻڌ ند و رهيس.
”يلا هاڻ آءٌ وڃان ٿي، وري جلد ي ايندس.“ هوءَ اٿي، ”ڪهاني ضرور ٻنائجان.“
”ها ها تون فڪر نہ ڪر.“ مون ورائيو.
”پر ڏس نالو منهنجو نہ هجي.“
”تون د لجاء ڪر.“
زينب جي ڪهاڻي ٻہ عجيب هئي - جيتري پاڻ د لچسپ هئي. سوچيم هن تي افسانو ضرور لکندس. پر اٽالڪ منهنجي ذهن ۾ هڪ ٻي ڳالهہ ڪُتڪي، سا هئي - زينب جو پيٽ! سندس مڙس اڍائي - ٽن سالن کان جيل ۾ هو، پوءِ ڪيس پيٽ ڪيئن ٿيو. سندس لڇڻ ۾ مونکي جيڪي شڪ هو، سو يقين بنجي پيو. مون سمجهي ورتو تہ زينب ڪهڙي قسم جي زال هئي. جڏهن ٻئي دفعي آئي تہ ڳالهين ڪندي پڇيائين، ”مُنجي ڪهاني نهي ويئي؟“
”نڪو، باقي هڪ ڳالهہ جي ڪسر رهجي ويئي آهي.“
”اها ڪيڙي ڳالهہ؟“
آءٌ چپ رهيس. چئي نہ پئي سگهيس. رڳو ڪن ساعتن لاءِ اکيون سندس پيٽ ڏانهن کڃي ويون.
”هنجي معني اها آهي،“ هن ٽڌو ساهہ کڻندي چيو. ”تہ تون مونکي مٿي کان وٺي پير جي ننهن تائين، پنهنجي ڪهاني ۾ آڻڻ ٿو چاهين.“
مون مرڪي ڏنو. مُرڪ جنهن ۾ ٿوري شرمندگي پڻ هئي. هنجي منهن تي سنجيدگي هئي. ”مُنجي ما چيو،“ زينب آهستي چوڻ لڳي، ”ڪچو ٻار ڪيرائي ڇڏ يان. حرام جو پيٽ آهي نہ - منجي ما مون سا تمام وڙهي، ۽ چئي تو نڪ ڪپائي ڇڏيو. پر مونکي پنهنجي گهر مان رات جو ڪنيو ويو ۽ پڪ اٿم تہ هن ۾ منجي ما جو هٿ هو، ڪيس پئسا مليا هئا. اسان ڏانهن اها ڪا نئين ڳالهہ ڪانهي. اهڙا ڪم ليڪ چپ ۾ ٿيندا رهندا آهن - مٿان سيڪا ستي

جتي ٿيو پئي ڳهي. هو سيٺ ڦٽ-ڦٽي ٿي، اسانجي پاڙي مان لنگهندو هو. پهريان ٻه ڏينهن مونکي بار بار بيهوش ڪيو ويو هو، ڇو جو هنکي خبر هئي ته آءٌ ڪيڙي ڊنگي آهيان—پو، پو آءٌ هتي ڇهه ڏينهن پورا هيس- راضي خوشي!" ايترو چوندي چوندي هنجي منهن جو پنو لهي ويو. مونکي پڻ افسوس ٿيڻ لڳو.

"تون حيران نه ٿي-مون پنهنجي خوشي سان غير مرد کي پيار ڪيو. ڇو جو جتي آءٌ رهان ٿي اتي اهوئي ٿيندو رهندو آهي. جڏهين آءٌ گهر پهتس ته اما مونکي ڪجهه ڪونه چيو. هن پهرئين بندوبست ڪري رکيو هو ته آءٌ ڪراچي مان سامان وٺڻ ويئي هس. پر پوري محلي کي خبر هئي ته آءٌ ڪيڏانهن ويئي هس. اهڙيون ڳالهيون هت لڪنديون ڪونهن."

ايترو چوندي زينب جو آواز ڀرجي ويو.

"توکي قسم خدا جو، جيئن مون چيو تيئن لکجان...."

"زينب، تون ملڪ ڪري ويهه، مان اهڙن شڪارين جو اهڙو بڇڙو حال ڪندس جو جڳ ڏسندن. سندن ظلم جا ناسور ڦاٽي پوندا. سچ پچين ته تنهنجي قسمت واقعي خراب آهي."

"پر تون سمجهين ٿو ته رڳو بار ڪري آءٌ دنيا کان ٻڇي ويندس." زينب جي اکين ۾ آلا هئا. "آءٌ ته سڀني کي ٻڌائيندس ٻسو مون حرامي بار ڄڻيو آهي!"

"نه زينب ائين ڪونه ٿيندو. گند گند سان ڪڏهن نه ڌوپئو آهي."

"تون به ڏڄين ٿو—پر آءٌ...."

"آءٌ ڏڄان ڪونه ٿو،" مون سندس ڳالهه ڪپي. "اهڙن بدمعاشن کان نه ته آءٌ ڏڄان ٿو نه منهنجو قلم.... تون رڳو اهو ڏسجئين ته آءٌ ڪيئن نه ڪين سڀني جي آڏو ته پڌرو ڪريان."

زينب جواب نه ڏنو ۽ ٿوري دير ويهي هلي ويئي. پر انهيءَ ڏينهن زينب جي اکين مان جهاتي پائيندڙ ڳوڙها ۽ وچ جي چمڪات وانگر ڪاوڙ جا آلا ڏسي، مونکي پنهنجين نظرن اڳيان هڪ نئين زينب نظر آئي، جنهن ۾ دليريءَ سان گڏ زال جو وجود پڻ سمويل هو.

برهوءَ پنهنجي ضد جي ڪري هميشه پنهنجي عورتپڻي کان باغي هئي .
ڏينهن گذرندا ويا. زينب کي به نائون مهينو شروع هو . پر تنهن
هوندي به انهيءَ بار سان گڏو گڏ ڇپي مٿي تي رکيو پٺي شهر گهمندي
هئي. هڪ ٻه دفعا ٽوڪيو به مانس، پر مٿس ڪو اثر ڪونه ٿيو ـ
ڄڻ نائين مهيني جو پيٽ ڪيس پنهنجي جسم جو مستقل عضوو ٿي
لڳو. جڏهن به ايندي هئي هميشه اهو پڇندي هئي ته ڪهاڻي پوري
ٿي يا نه. آءٌ هميشه پيوزه ٽاڻيندو هوس. هڪ ڏينهن پڇيومانس: ”زينب،
تون هاڻ ڪجهه ڏينهن ۾ ماءُ ٿيڻ واري آهين، پر اهو به ڪي ويچاريو
اٿئي ته اوسي ـ پاسي وارن کي ڪهڙو جواب ڏينديءَ؟“
”اها ڪا مشڪل ڳالهه ڪانهي.“ هن خود ـ اعتمادي سان چيو،
”توکي خبر ناهي، جي آءٌ چاهيان ها ته هي بار ٻن ـ ٽن مهينو جو
ڪچوئي ڪيرائي ڇڏيان ها. منهنجي ماءُ جي اها مرضي هئي . ٻر
مون چيو ته مونکي ڇڏ ته هڪ حرامي بار سيني جي سامهون جڻيان.
منهنجي ماءُ گهٽوئي چيو، تنهن تان اسانجو جهڳڙو ٿي پيو . مون
پنهنجي ماءُ کي دل تي مار ڏني هئي، ۽ قسم کنيو هوم ته بار جڻندس
۽ ضرور، سيني جي سامهون. آءٌ ڪا ماٺهن کان ڊڄان ٿي؟ ماٺهن
کي پنهنجي جتي جيڙو به ڪونه ٿي سمجهان.“
”پر هيترن ڏينهن ۾ ڪنهن توکان انهيءَ بابت پڇيو به ڪونه.“
مون پڇيو.
” ڪير پڇندو؟ مونکان اها پڇندي جو پاڻ سني ـ جتي هوندي .
ڪير مونکان مار کائيندو.“ هن مرڪي ڏنو. پر سندس مرڪ ۾ ميناج
سان گڏ ڪڙاڻ به هئي.
زينب هر دفعي ايندي هئي ۽ ويندي ويندي، منهنجي حواسن تي اهڙو
اثر وجهي ويندي هئي، جو ڪيتريءَ دير تائين منجهيو پيو هوندو
هوس .
هونئن زينب هفتي ۾ هڪ ٻه چڪر ضرور ڪندي هئي. پر جڏهن
هو ٻن لاڳيتو ٽن هفتن کان پوءِ آئي ته مون محسوس ڪيو ته منهنجي
سامهون ڪا ...ي زينب هئي، سچي پيلي پٽجي وئي هئي. وار جن ۾

هميشه تيل ـ ڦٽي ڪيل هوندي هئي، سي اٿين پئي لڳا، ڇڻ ننڊ مان اٿي هجي.
”زينب توکي ڇا ٿيو، لهي ويٺي آهين؟“
هوءَ مرڪي. هڪ ڦڪي مرڪ، جنهن ۾ ڪوبه احساس ڪونه هو.
هن ڪجهه دير مونکي ڏٺو، سندس اکين ۾ عجيب گنڀيرتا ۽ ڳهند هو. هن وڏيڪ ڪونه ڳالهايو. رکو لوئيءَ ۾ ويڙهيل ٻار، سندس ڇاتيءَ جي ڪوساڻ منجهه ستو پيو هو. تنهنکي ڪولي منهنجي اڳيان رکيائين.
”اڙي، هن معصوم کي ڇو کڻي آئي آهين! ڪجهه ٿي پيس ته پوءِ؟“
مون چيو.
”هينکي ڪُج ڪانه ٿيندو. مان هين جي ’پيءُ‘ کي ڳولڻ آئي آهيان.“
”مليو؟“ مون آهستي پڇيو.
”ملي ويندو.“ هن آهستي، پر ڪنهن عزم سان چيو. آءٌ ننڍڙي ٻار کي ڏسڻ لڳس. زينب چپ ڪيو ويٺي رهي. سندس ماٺ ۾ عجيب اجنبيت هئي.
”ٻُڌا!“ زينب ڪنڌ مٿي ڪئي مونڏانهن نهاريو. مون ساڻس اکيون ملايون، پر سندس نظرن جو تاب سهي نه سگهيس. ”تون هن ٻار جو پيءُ بنجندين؟“ هُن جو آواز ٻڏ ڪيو پئي.
”آءٌ!“ مونکان ڇرڪ نڪري ويو.
”ها، مُنجي پٽ جو پيءُ ـــ مُنجو مڙس نه، رکو ٻار جو پيءُ، نه ته آءٌ....“ هنجو آواز پرجي آيو. اهو ڀهريون پيرو هو جو زينب جي اکين ۾ مايوسيءَ پئي ليئا پاتا. آءٌ چپ هوس.
”.....نه آءٌ، نه ته پاڻ کي مارينديس يا وري هنکي، جيڪي مُنجي سهن ني ڪج ڪانه ٿا چون، پر پاڻ ۾ رکو سس پس ڪرن ٿا. مون سان ڪو رشتدار ڪونه ڳالهائي. مُنجي ماءُ ڳاريون پئي ڪدي.“
هوءَ چپ ٿي ويئي ۽ مونکي اها خاموشي ڏاڍي خراب پئي لڳي.

”پر منهنجا مائٽ ڇا چوندا!“ مون زبان ڇوري.
”اڙي، آءٌ توکي ھنکان کسان توري ٿي.“ هن جلدي چيو.
”پر منهنجو نہ مڱڻو بہ ٿيل آهي. منهنجا ساهر اهو ٻڌندا تہ ماڳهين....
۽ وري تنهنجو مڙس بہ تہ آهي.“ مون کيس حالت کان واقف ڪرايو.
”مونکي هين بار جي پروا ناهي.“ هن ٻار ڏانهن اشارو ڪيو، ”مونکي تہ رڳو اُن ڳالهہ ۽ مڙدن جي اکين جو ڏُک آهي، نہ تہ مان سڀ سان پڇڻ جوڳي آهيان. مون سان ڪوئي ڳالهائي بہ ڪانہ ٿو. نہ تہ ....“
مونکان ڪجهہ ڳالهايو نہ پئي ويو - ۽ منهنجي انهن ڪجهہ ساعتن جي ڏکهي خاموشيءَ هن کي وڌ يڪ مايوس پئي بڻايو، ۽ هن مونکي پاڻ ذهني ڪشمڪش ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو هو.
”اگر تون چئہ تہ هنجو گلو گهٽي ڇڏيانس؟“ هن آهستي چيو.
”نہ نہ، زينب ائين نہ ڪجانءِ.“
”تہ پو مُنجي زندگي بچائي نہ.“ هن ٻاڏايو.
”زينب،“ مون گلو صاف ڪندي چير. ”توکي مون بابت پوري خبر آهي. آءٌ نہ هنجو پيءُ بنجي سگهان ٿو ۽ نہ ئي تنهنجو مڙس، پوءِ پيل تہ نالي ماتر چو نہ هجي. منهنجي اڳيان منهنجو مستقبل آهي، جنهنجي لاءِ آءٌ پنهنجي زندگي پتوڙي رهيو آهيان.“
”پر مُنجي بہ زندگي جي ڳالهہ آهي.“ هن نماڻائيءَ سان چيو.
ڪيتري دير تائين ٻئي چپ رهياسين.
”پو تون هنجو پي ڪانہ بنجندين؟“ هن جذبات کان خالي منهن مونڏانهن ڪنيو.
”اهو تہ منهنجي وس کان ٻاهر آهي.“
”ڪانہ بنجندين .... تون ڪانہ بنجندين.“ هن هڪ بہ دفعا آهستي سان چيو. اوچتو سندس اکين ۾ جهڙو نڪاءُ ٿيو، ۽ امالڪ ٻار کڻي اٿي کڙي ٿي.
”مان ونجان ٿي. تون ائين نہ سمجهہ تہ مان وري ڪونہ ايندس....
پر تون مون تي جيڪا ڪهاڻي لکين پيو، سا ضرور ڏاهجين. بيو تہ

آخر ۾ وري پنهنجي دل کان لڪج تہ ڪيئن زينب پنهنجي لڄ بچائي. اٿين ضرور ڪج. تنجي لاءِ اهو لکڻ ڏکيو ڪانهي. تون علم جاڻين تو— هي ڪم اهڙو ڏکيو ڪانهي."

هوءَ ٻار ڪٺي اٿي ۽ منهنجي مستقبل کي برباد ٿيڻ کان بہ بچائي ويئي.

مونکي سمجهہ ۾ ڪونہ آيو تہ زينب پاڻ کي اهڙي دلير زال پئي سمجهيو، سا ڪيئن هيٺي تي پئي. آخر اسين انسان آهيون ۽ اسانکي سماج ۾ ئي رهڻو آهي، انهيءَ ڪري سماج جهڙو ئي تي هلڻو آهي— ۽ اهائي ڳالهہ تہ زينب کي سمجهہ ۾ ڪانہ پئي آئي.

ويئي ويئي زينب جو ٻار منهنجي نظرن اڳيان ڦري ويو. سوچيم: انهيءَ تي هڪ تمام چڱي ڪهاڻي لکي سگهان ٿو، ۽ انهيءَ سان گڏ اهو بہ سوچيم تہ هن دنيا ۾ اچڻ لاءِ انسان کي جيڪا ڀهرئين ضرورت محسوس ٿئي ٿي، سا پيءُ جي گهٽ، پيءُ جي نالي جي وڏيڪ— نہ تہ اهڙي انسان کي هن دنيا ۾ اسان پيءُ وارن جهڙو رتبو ڪونہ ملندو.

مهنو ڪن گذري ويو، زينب مونوٽ ڪانہ آئي. پڪ سمجهيم تہ ٻيهر ڪانہ ايندي. پر ٻئي مهني جي شروعات هئي، تہ پوئين پهر آئي. اهائي ساڳي لوڏ، ساڳيو انداز، وهنتل سنهتل، اڇا اجرا ڪپڙا پيل، بہ چوٽيون ڪيل اکين ۾ ڪجل بدران سرمون پاتل. مرڪندي آئي، پر ڪجهہ ڦڪي پئي ٿي. پٽس بہ، ڪپڙن ۾ ويڙهيل سيڙيل، ڪڇ ۾ هوس— اچي پرسان ويٺيم.

"گهڻن ڏينهن کانپوءِ آئي آهين! ڪجل مساڳ ڪٿي؟"

"هاڻ هُو ڏنتو ڇڏي ڏنو." هن مرڪندي ورائيو.

"تہ پوءِ ڇا ڪرين؟" مون سندس هنج ۾ ستل معصوم کي ڏسندي پڇيو.

"اڄڪلهہ آءٌ رڳو سگهڙ زال ٿي ويئي آهيان."

مون تہ مرڪيو، پر هن هڪ چڱو وڏو ٽهڪ ڏنو.

"ايترا ڏينهن ڪٿي هئينءَ؟" مون ڳالهہ بدلائي.

”تو وٽان وڃي سوچيو ته هاڻ بيو ڪوئي چارو ڪونهي، رگو هي ته پٽ جو گلو دبائي، ڪيڏانهن گم ڪري ڇڏيان. هين ڪان وڌيڪ آءٌ بيو ڇا ڪري ٿي سگهيس.“ هوءَ ڪجهه دير چپ رهي. پوءِ پٽس کي ڏسي چوڻ لڳي، ”هن ساڳي ڏينهن اسانجي پاڙي منجهه هڪ گهٽنا آهي، انجي منهن وٽ ڪوئي ٻار ڦٽو ڪري ويو هو. مئل هو. نه نه، ماريل. انجي ڪنواري ماءُ، پنهنجي جگر جي ٽڪر کي رگو هن ڪري گهٽنا ڏنا هئا جو آنگرين جا نيرا، رت - جميل نشان، هنجي عزت کي ٽڪو لڳائڻ کان بچائي سگهيا ٿي. سڀ ۾ ڦڙڦوٽ لڳي ويئي. هيتان هٿان ماڻهو اچي گڏبيا. پر مان جڏهن هٿن ماصوم جي ڳلي تي آنگرين جا رت وارا نشان ڏٺا - جو انڪري ٻار جون اکيون نڪري آيون هيون، تدهين مونکي مونکي ائين لڳو، جڻ مون پنهنجي پٽ کي گهٽو ڏيئي ماريو آهي. مونکي ايترو رحم آيو، جو قسم سان جي ٻار حياتي هجي ها ته آءٌ هٿو بدنامي ٻه سر تي کڻان ها. پر هن ماصوم جو اهڙو حشر نه ڪريان ها.“
زينب اوچتو گنڀير ٿي ويئي: ”بس، هن گهڙي ڪانپوءِ مون وري سوچيو پي ڪانه ته مان ههڙو ٻار جڻي، هنکي ختم ڪرڻ لاءِ ڇو ڪا پي ترڪيب نه ڪئي. مونکي پنهنجي پٽ سان وڌيڪ محبت ٿي، رگو هن ڪري مون گهر ڇڏيو. مائٽن سان سڀ ڳالهيون ڇڏيون، هن ڪري نه ته ماڻهو مونکي خراب نظر سان ڏسندا، پر رگو هنڪري ته آءٌ پنهنجي پٽ کي هتي جي خراب ڳالهين کان بچائي سگهان، ۽ جيئن جيئن هي وڏو ٿيندو ته پنهنجين اکين سان ڏسندو ته منجي ماءُ هڪ سٺي عورت آهي، — پو پيل هنکي ڇا پيي پڏائن. مونکي ڪنهنجي پروا ڪانهي.“
زينب ٿڌو ساهه کنيو.
”پوءِ اڄڪلهه ڪٿي رهين؟“ مون پڇيو.
”بس، هتي ئي آهي هڪ ننڍڙو اسڪول، هن ۾ ڇوڪرين کي ۽ زالن کي پيرت جو ۽ سبڻ جو ۽ بيو علم ڏيندا آهن - مان هاڻ هن ۾ ڪم ڪندي آهيان. مونکي اهو ڪم اڳي ايندو هو ۽ بيو وري ٿورو

سڪان ته پئي. ڪڏهن ڪڏهن پيسن تي به سبندي آهيان – ۽ هاڻ تورن ڏينهن ڪانپوءِ منجي پگهار به شروع ٿيندي."
زندگي وڏي حد تائين ڪجهه ڳالهايو، پر آءٌ هڪ گهري سوچ ۾ ٻڏي ويس. (١٩٦٢)

# دل جي ڳالهه

عجيب ڇوڪري هئي. سدائين پٺي کيچل ڪندي. پيو ڪم ته اُڇهندو ئي ڪونه هيس. امان چوندي هئي: ”ڇوڪري ڪونهي جهڙقتاڪو آهي.“ آءٌ کيس ڇا چوان، ڪنهن مهل اڪيلائيءَ ۾ ملندي هئي ته چوڻيءَ مان جهلي چوندو هوسانس، ”ڇوري، اِهو ڇتپڻ ڪونه ڇڏيندينءَ.“

ڇا چوندي هئي: ”ڇتو هوندين تون، ڇڏ منهنجي وارن کي نه ته....“ آءٌ مرڪي، سندس وارن مان هٿ ڪڍندو. هوس ۽ هوءَ ٻوٽ ڪي اهڙو بڇڙو ڪندي هئي، ڇڻ مون سندس وار پٽي ڇڏيا هئا.

نڊي هئي ته سچو ڏينهن گهٽيءَ ۾ ٻڪون پائيندي هئي. ڪنهن کي ڏک، ڪنهن کي ٻجو هٿندي هئي. زبان جي اهڙي تکي هئي، جو مون جهڙو ڪونه پڄي سگهندس. امان چوي: ”نڙيءَ ۾ ست سيٽيون اٿس.“ سڄو ڏينهن اسان جي گهر ويٺي هوندي هئي.

مون ميٽرڪ پاس ڪئي ته هيءَ به ساوڻ جي ڪڪريءَ جيان ڪر موڙي، جوانيءَ جي حلن ۾ آئي. اڃا به اهائي مستي هيس ۽ ساڳي بيپرواهي. گهر ۾ مائٽس پٽس نه آهن ته سموري پاڙي جا ٻار هوندا، پاڻ هوندي ۽ ڏمچر مچندو. ڪڏهن ڪڏهن ٻنپهرن جي ننڊ به حرام ڪري ڇڏيندي هئي. جي منع ڪبي هيس ته هيئان ئي جواب ڏيندي ”پنهنجي گهر ۾ گوڙ ڪريون ٿا، تنهن ۾ بين جو ڇا وڃي؟“ مٿي ماڙيءَ تي اسين رهندا هئاسين ۽ هيٺين جڳهه اسان کين مسواڙ تي ڏني هئي، جنهن ۾ پنجن ڇهن سالن کان رهندا اچن.

جيئن ڪلي ٽڙي گل ٿيندي آهي ۽ سرهاڻ ذري ذري ۾ سمائجي ويندي آهي، تيئن خالده به جوان ٿي. سندس شوخي، کيچل ۽ اَبتا سبتا جواب پڻ سندس جوان ٿيڻ جي خوشبوءِ سان گڏ چوطرف

ڦهلجي ويا.
هونئن خالده، جڏهن ننڍي هئي ته مون کي ڏاڍو ستائيندي هئي، پر جڏهن وڏي ٿي ته هڪڙو اهو به فائدو رسيو ته هوءَ مون کان پردو ڪرڻ لڳي. جيتوڻيڪ ڪيس مائٽن جهليو ڪونه هو. پر خالده جي اها خواهش ٿي ته مون کان پردو ڪري ۽ جڏهن به مون کي ايندو ڏسي، هرڻي جيان ڇال هڻي ڀڄي وڃي. ڪڏهن ڪڏهن اوچتو آءٌ اُت هليو ويس، جت خالده ويٺي هوندي ته پوءِ سندس لڪڻ ڏسڻ وٽان هوندو. ٻئي هٿ ڪٺي منهن تي رکندي هئي ۽ آڱرين جي وٿين مان پئي ڏسندي ته آءٌ ڇا ٿو ڪريان. آءٌ ته جيئن وڏو ٿيو هوس ته ڪجهه سنجيده بڻجڻ جي ڪوشش ڪندو هوس ۽ ٻيو وري مائٽن جي موجودگيءَ جو لحاظ سو مرڪي مات ڪري هيڏانهن هوڏانهن هليو ويندو هوس. خالده اهو ڏسي ٽپ ڏيئي وٺي ڊڪ پائيندي. خالده جي انهيءَ شرم تي ڪڏهن آءٌ چڙي ڏيندو هوس: ”هيءَ ڇوري سمجهي الائي ڇا ٿي؟ آءٌ ڪيس ڪائي ويندس.“ امان ۽ ادي ءَ جن منهن جي چوڻ تي کلنديون ڪين هيون، پر مرڪنديون انهيءَ ڳالهه تي هيون ته اها به وڏي ڳالهه ٿئي، جو خالده دنيا ۾ ڪنهن کان شرمائي ته ٿي.
اسانجي گهر ۾ اندر وڃڻ لاءِ هڪ پنڌرهن- ويهه فٽ ڊگهي گهٽي آهي ۽ گهٽيءَ جي ڇيڙي وٽ خالده جن جي گهر جو در آهي ۽ در جي پرسان اسانجي ڏاڪڻ آهي، ڪڏهن ڪڏهن ڏاڪڻ لهندي جي هوءَ مونکي گهٽيءَ ۾ گڏجي ويندي ته سندس ڊڪ ڏسڻ وٽان هوندي هئي.
هفتي ڏيڍ، ٻئي امان کان پڇندي: ”ماسي، ننهن ڪڏهن ٿي آڻين؟ ٻڌهين سلڇڻي جو يت ڪڏهن ٿي ڪرائين؟“
ننهن جي ڳالهه ٻڌي، امان به نري پوندي هئي ۽ ڏاڍي مزي سان ٻڌائيندي هيس ته فلاڻي هنڌ به ڇوڪريون ڏسي آئي آهيان. فلاڻي هنڌ ڇوڪري ڏاڍي سٺي آهي. قدين ٻتين سهڻي، پڙهيل ڳڙهيل، حيا شرم واري، سلڇڻي —— ٻيو ڪيپس به ڇا؟
آءٌ شاديءَ لاءِ گهڻو ڪري ناڪار ڪندو هوس. (اجا به ڪندو

آهيان) ۽ خالده به هر دفعي امان کان پڇندي هئي ته ماسي فلاڻي هنڌ تو ڇيو ته سومر جي ڏينهن وينلس. پوءِ پڪ ڪري آئينءِ؟
جڏهن به امان کي اڪيلي ڏسندي هئي ته اها ڳالهه هوندي هيس.
امان به هر دفعي ڏاڍا مرچ مصالح وجهي پڌا ئيندي هيس. منهنجي شادي، امان سان ڳالهائڻ لاءِ سڀ کان سٺو موضوع هو. ڪلاڪ ويٺي ڳالهائيندي، ٿڪجندي ڪانه.
هڪڙي ڏينهن گهٽيءَ وٽ بيٺو هوس. مونسان هڪ ٻيو به افسانانگار دوست هو. ايتري ۾ خالده اسڪول مان موٽي. مونکي بيٺل ڏسي اتيئي ڇمي ويئي. ٽانگي مان لهڻ ٿي نه پئي اڇهيس. پر مونکي ٻئي سان ڏسي ڪجهه همٿ وڌيس ۽ تمام احتياط سان ڳاڏيءَ مان لٿي، ٻڪڙا تڪڙا، سهميل سهميل ۽ ڏڪيل ڏڪيل قدم کڻندي گهر ڏانهن ويئي. مون ڪيس ڏسي مُرڪي ڏنو. نه ڄاڻ منهنجي اها مُرڪ ڏسي ورتئين. بس پاڙي جي سيني ڇوڪرين ۽ اديءَ کي ڪٺي ٻڌايائين ته هي وڏو غندو آهي. لوفر آهي. هلندي ڇوڪرين تي کلي ٿو مون ٻڌو ته مون ڇيو، هاڻي هلندي ڇوڪرين تي روئندس."
اديءَ کي چيائين، "ياءَ جي ساراه جا ڍڪ پئي پرين ته منهنجو ياءُ ههڙو آهي، منهنجو ياءُ موتيءَ جو داڻو آهي. ٻڌائي ٻڌائي ڪٺي ڪيس آسمان تي چاڙهيو هوءِ. ڀڇينس مونکي گهٽيءَ ۾ ڏسي چاڪيائين؟"
اتفاق سان جڏهن اديءَ مونکان اها ڳالهه پڇي ته مٿان خالده براچي ڪڙڪي. مونکي خار ته پهرين ئي هئا، سو سڌو اکيان وڃي بيٺوسانس. هاڻي پڇي ته پڇي ڪيڏانهن. بتمان ڇڻ ساهه ڇڏيو هوس ڀڇيومانس "ٻڌاءِ، مون، تو کي ڇا ڪيو؟"
مانڻ. ڪڇي ئي نه، جهڙي پٿر ڪنڌ کڻي گوڏن ۾ هنيائين. ڇڻ ڳالهائي ڪين ڄاتي، اصل گڪدام پئي لڳي. ادي مرڪي ڏنو.
مزو ته ٿيو اديءَ جي شاديءَ منجهه. اديءَ لانئون پئي لڏيون. سندس سڀ ساهيڙيون بيٺيون هيون. پيون به ڪيتريون زالون هيون. خالده به اديءَ جي گوڏي سان گوڏو لايو ويٺي هئي ۽ زبان ائين پئي هليس ڇڻ ڪئنچي. ڪنهنکي به سوليءَ ريت لانئون ڏيڻ نه

پٺي ڏنائين. امان ٻه - ٽي دفعا ڳالهايو به هوس. پر مُڙيئي نه. ٿوري دير کانپوءِ مونکي سڏ ٿيو. آءٌ ڪنوار جو وڏو ڀاءُ هوس، سو زالن ۾ سس پس ٿيڻ لڳي ته ڪنوار جو ڀاءُ ٿو اچي. اهو ٻڌي خالده جا ٽپ ٽري ويا. ماٺ ڪري ميسٽي ٻڌجي ويهي رهي. اديءَ جي پر چڏڻ تي دل به نه ٿي ٿيس. آءٌ گنڀير صورت بنائي، زالن ۾ ويس. هڪڙو هڪڙو قدم ڏاڍو تورې تڪي پٺي ڪنيم، متان ٺهڪڙو نه مچي. پر اوچتو مونکان کل ٿي ڇٽي، ڏٺم ويچاري ماٺ ڪيو اديءَ کي چنبڙيو ويٺي هئي.

آءٌ اکيان ٻيٺس. لائڻ جون رسمون پوريون ڪري، گهوٽ ڪنوار ۾ ٻه - ٽي ٽڪر هئي، واپس مڙيس ته ڪيچلي ڳالهائڻ کان رهي نه سگهي. چيائين، "هيڏو سارو اچي ٿيو آهي، لائڻو ڏيڻ نٿيون اچنس."

مون ٻڌي ورتو ۽ ويندي ويندي چئي ڏنومانس، "مونکي ڪيئن ايندي يون؟ تو ته ٻه - ٽي ڀيرا لائڻون لڌيون آهن." آءٌ ته اهو چئي ڀڄي آيس، پر خالده روئي ڏنو. چؤطرف ٻيٺل زالن مان ڪنهن به سندس پاسو نه ورتو. سڀني پٺي هڪ ٻئي کي چيو: "اڄ هن ترڪتالڻ دل تي ٻڌي آهي."

ائين ٿي هنجو دستور رهيو ۽ ائين ٿي آءٌ به رهيس. هوءَ مونکي ڏسندي هئي ته ڀڄي ويندي هئي، ۽ آءٌ ڪيس ڏسي مرڪي ڏيندو هوس. مون انٽر جو امتحان پاس ڪيو ته سڀ کان اول هن وٽان مبارڪ ملي، پر ڪجهه اڻ نگن لفظن ۾. اديءَ کي چيائين: "ڀاءُ کي منهنجي طرفان مبارڪ ڏجانءِ، پر چئجانس ته رکو انٽر پاس ڪئي اٿس، ڦاڙها ڪين ماريا اٿس."

مونکي خير انهيءَ تي ڪاوڙ ڪانه آئي، پر جڏهن منهنجو پهريون ڪتاب ڇپجي ظاهر ٿيو، ته ڪتاب جي مهاڳ ۾ جيڪي منهنجي لاءِ لکيل هو، سو اکر به اکر ياد ڪري رکيائين. ادي آئي ته ڪيس سچو مهاڳ، زباني ٻڌائي چيائين: "ڏس، تنهنجو ڀاءُ ڪهڙو نه لوفر آهي. ڪتاب ۾ پنهنجي نالي اڳيان ڄاڻي واڻي لکيو اٿس، 'مشهور

نوجوان افسانہ نگار' جيئن ڇوڪريون پڙهن تہ مٿس موهجي پون.
اهي اتئي پائين جا ڪم."
ادي ۽ جواب ڏنس: "متان تون بہ تہ موهجي ڪين ويئي آهين؟"
خالدہ ڪي شروع کان ئي خبر هئي تہ آءٌ افسانہ بہ لکندو آهيان.
پهرين تہ انهيءَ ڳالهہ تي لفٽ ڪين ڏيندي هئي. پر آخر هن مونکان
اهي رسالا گهرايا، جن ۾ منهنجا افسانا ڇپيل هئا. انهن مان گهڻا
رسالا اڄ تائين ڪين موٽيا ۽ جيڪي موٽيا، تن ۾ منهنجي افساني
وارا صفحا ئي ڪونهن. انهيءَ تي وڙهيو سانس تہ ڪيڏي ڏهين جو
نوٽ ڏنائين: "اڇي پنهنجي رسالن جي قيمت لاهي وٺ ۽ باقي
پئسا بہ تون پاڻ وٽ رک. انهن پيسن مان مونکي اهي رسالا آڻي
ڏيندو ڪر، جن ۾ تنهنجا افسانا ڇپجن ٿا."
الائي ڪيئن منهنجي تازي افساني جو Manuscript هٿ چڙهي ويس.
کڻي ويئي ۽ پڙهي پنهنجي راءِ سان گڏ سٽ سٽ تي تنقيد ۽ ڪاٽ
ڇاٽ ڪري موڪليائين. آءٌ افساني جو اهو حال ڏسي جلي ويس.
انهيءَ ڪري نہ تہ هن تنقيد سخت ڪئي، پر مون جهڙي سُست
انسان کي وري ڪئين هفتا لڳندا افساني کي ٻيهر فيئر ڪرڻ ۾.
انهيءَ ڏينهن مون سوچيو تہ جيئن هوءَ مونکي اڪيلي ملي ويئي تہ
چوندسانءِ کان جهلي خوب ڪسرون ڪيندو سانس. پر جيستائين
ڪاوڙ رهي، تيسين هيءَ بہ نہ ملي.
تنهن ڏينهن امان جي طبيعت خراب ٿي پئي. امان گهر ۾ هئي بہ
اڪيلي. ٻيو ڪير ڪونہ هو. امان کي گهڻو ڪري اهو دؤرو
پوندو آهي، جنهنجي متعلق ڊاڪٽر مونکي سمجهايو بہ پر آءٌ سمجهي
نہ سگهيس. رڳو اهو ڄاڻندو آهيان تہ جڏهن بہ اٽيڪ ٿيندو آهي،
تمام سخت هوندو آهي. امان کي دؤرو پيو هو، آءٌ جو متان اچان
تہ ڏسان هيءَ امان کي سنڀالڻ جي ڪوشش پئي ڪري. مونکي
ڏنائين تہ ڇڻ سرير مان ساهہ نڪري ويس. آءٌ وڃي امان جي پرسان
ويٺس، کانئس پڇيم، "ڇا ٿيو؟"
"ماسيءَ کي اٽيڪ ٿيو آهي." هن پهريون ڀيرو، جوان ٿيڻ کانپوءِ

منهنجي اکين ۾ ڏسي جواب ڏنو. پر مون ڏٺو ته سندس لڱ ڪنبي رهيا هئا.
امان جي حالت ڪجهه سڌري. ترت ڪجهه دوائون، جيڪي گهر ۾ موجود هيون سي ڏنيومانس ته ننڊ اچي ويس.
"آءٌ وڃان ٿي." خالده اُٿڻ جي ڪئي.
"مونکان ڊڄين ٿي؟"
"توهين ڪي ڀوت ٿورو ئي آهيو."
"شڪر آهي انسان ته ليکيس."
"گهٽو نه ڳالهايو، ماسيءَ کي ننڊ آهي."
هوءَ اٿي ويئي هلي ۽ آءٌ امان وٽ ويٺو رهيس. اهو پهريون ڀيرو هو جو هن مونسان ٻه-ٽي لفظ ڳالهايا هئا. عجب لڳم جو سڀ چوندا هئا هن ڇوڪريءَ منجهه شرم حيا نالي ماتر به ڪونهي. جيڪو هوندو آهي سو سيني جي اڳيان ڦهڪائي ڏيندي آهي. پر مون ائين محسوس ڪيو ته جيڪي به لفظ سندس چپن تان ترڪي نڪتا، سي سڀ شرم ۽ حيا ۾ ويڙهيل هئا. انهيءَ مان سمجهيم ته حيا هر عورت ۾ آهي. ڪنهن ۾ ٿورو — ڪنهن ۾ سرس.
امان ته بيمار ٿي چاڪ به ٿي ويئي، پر خالده مونسان محبت جو اقرار ڪيو ۽ ايتري جذباتي انداز ۾ جو سوچيم ته اهڙيون ڳالهيون هڪ ڇوڪريءَ کي نه ڪرڻ کپن. چوڻ لڳي: "انهيءَ رات ماسي بيمار ٿي ته مونکي چيائين، 'پٽم ڪٿي آهي، سڏينس.' مون سمجهيو تون ٻئي ڪمري ۾ هوندين ۽ آءٌ اهو سوچيندي انهيءَ ڪمري ڏانهن ويس ته توسان ڳالهائي ته سگهندس ئي ڪين، پوءِ ڇا ڪريان؟ ڀڪو پهه ڪيم ته جي تون هوندين ته ڊوڙي تو کي ڀاڪر پائيندس ۽ توکان معافي گهرندس."
هاڻ مونکي خبر پئي ته خالده هر ڪنهن ڳالهه ۾ تمام جذباتي آهي. ايتريقدر جو هرهڪ ڳالهه جي تهه ۾ وڃڻ چاهي ٿي. پڇيومانس، "خالده تون ته منهنجي تمام خلاف هئينءَ. مونکان ائين ڀڄندي هئينءَ ڄڻ آءٌ توکي کائي ويندس. پنهنجي ساهيڙين ۾ مونکي بدنام

ڪري ڇڏيو اٿئي ته آءٌ لوفر آهيان.“
چا تي چوي، ”مٺا، مون ڪڏهن به ائين ڪونه چيو آهي ته تون لوفر آهين. مون سدائين پنهنجي ساهيڙين ۾ تنهنجي ساراهه ڪئي آهي. ايتريقدر جو مونکي چيڙين به ٿيون. آءٌ توکي هڪ ڊائري ڏيان؟“
”ڏي، تنهنجا منهنجا ڏينهن انهيءَ ۾ ياد رکندس.“
”پوءِ ڪانه ڏينديس.“
”ڇو....؟“
”منهنجي محبت ايتري ته ڪني آهي جو تون اُنڪي پنهنجي دل ۾ جڳهه ڏيڻ لاءِ تيار نه آهين. تون مونسان ڪهڙي محبت ٿو ڪرين. آءٌ توکي ايترو چاهيان ٿي جو مونکي پاڻ خبر نه آهي. آءٌ توکان انهيءَ ڪري پردو ڪندي هيس ۽ ڀڄي ويندي هيس، متان توکي ڏسي آءٌ برداشت ڪان ٻاهر نه ٿي پوان. ڏس، آءٌ توکي پنهنجي دل جي هڪ هڪ ڳالهه ٻڌايان پئي. ڪا ڇوڪري اهڙي ڳالهه ڪندي.“
پٽس کي ٽائيفائڊ ٿي پيو. سڄي سڄي رات پئي جاڳندي هئي، گهڙي گهڙي پئي ٽيمپريچر ڏسندي هئي. جيڪو ڊاڪٽر پٽس کي ڏسڻ ايندو هو انهيءَ سان بحث ڪرڻ شروع ڪري وهندي هئي. ايتريقدر جو هڪ ڊاڪٽر چئي ڏنس، ”ڇوڪري تون ڏاڍي بڪبڪي آهين.“
پٽس سڄي رات ننڊ ۾ ڳالهائيندو هو، ۽ هيءَ پيءُ جي پير ۾ ليٽي سڄي رات جواب ڏيندي رهندي هئي. جي پٽس ڪو حساب وغيره متعلق پڇڪيو ته يڪدم حساب صاف ڪري ٻڌائيندس. سڄي رات سڄو ڏينهن پيرن تي بيٺي هوندي هئي. پيءُ کي ڪا تڪليف نه ڏيندي هئي. انهن پندرهن ڏينهن ۾ مونسان به ڪونه ملي. مٿي اسان وٽ به نه آئي ۽ اسان کان به پڇڻ ڪونه آئي ته ننهن ڪڏهن ٿي آئين.
پٽس بيماريءَ مان ڪي قدر بهتر ٿيو ته سندس ماءُ چيس ته مائٽن

ڏانهن خط لکي موڪل ۽ پيءُ جو حال به لک. خالده ڏاڍي فرمانبردار، ڏاهي ڌيءُ تي، پلنگ تي پاٿولي ماري ويهي، ڏاڍي احتياط سان خط لکيا. ڇهه خط لکيائين- ۽ ڇهه ئي منهنجي نالي. آءٌ پاڻ اچرج ۾ پئجي ويس ته ڇوڪري آهي، ڪير آهي! هوئن پنڌرهن ويهن ڏينهن ۾ لوٽو هٿي ڏئين به ڪين. يادگيري آيس ته ماڳهين ڇهه خط! سيني خطن ۾ پيءُ جي بيماري، تهل ٽڪور ۽ پنهنجي ڦڙتي ڏيکارڻ سان گڏهڪ پيرو وري پنهنجي پرپور محبت جو اظهار ڪيائين ۽ لکيائين: 'جي تون بيمار ٿين ته آءٌ تنهنجي تهل ٽڪور ۾ ڏينهن رات هڪ ڪري ڇڏيندس. جي يقين نه اچيئي ته بيمار ٿي ڏس.' آخر ۾ لکيائين ته، 'مائيتن ڏانهن، سڀائي خط لکنديس. سو به مُوڊ ٿيو تهـــ'

پٽس اگهائيءَ مان اٿيو. تنهن کان به- ٽي ڏينهن پوءِ وري ٻه وڙندي، ڏاڪڻ جا ٻه ٻه ڏاڪا چڙهندي اسان وٽ آئي. ٻه ڇوٽيون، ڦهري نانگڻ وانگر سندس ڳچيءَ ڪي ويڙهيل هيون. امان بوڙ ڪي داغ پئي ڏنو. هيءَ به ڏاڍي رازداراني نموني اچي امان جي سامهون ويٺي ۽ پڇيائينس: ''ماسي ننهن ٻنهن جو ڇا ڪيئي؟'' نه ڄاڻ امان به ڪا ڇوڪري منهنجي لاءِ نظر مان ڪڍي آئي هئي، سو امان به الف کان وٺي ي تائين سموري ڳالهه ٻڌايس. امان ڳالهه ته مزي سان ٻڌائي، پر هوڏانهن بوڙ سڙي ويو.

منهنجا امتحان ٿيڻ وارا هئا. آءٌ خالده جي گهر جي در وٽ هڪ نهيل ننڍڙي ڪمري ۾، رات جو پڙهندو هوس. اهو ڪمرو عام طور مهمان مڙي لاءِ نهيل هو. پهرئين پيپر جي رات آءٌ دنيا جي پين سمورين ڳالهين کان آجو ٿيو، ويٺي هيمنگوي جي ناول (The old man and sea) کي زوريءَ پڙهيم. در تي هٿ لڳو. آئي در کوليم ته خالده بيٺي هئي! اوڏيءَ مهل ڏنم ته سادا يارهن لڳا هئا.

''خالده تون؟'' مون حيران ٿيندي پڇيو.

هن جواب ڪونه ڏنو ۽ آهستي سان اندر آئي. در بند ڪري پيشانيءَ

تان پڳهر اُگهندي چيائين، ”تنهنجي لاء هڪڙي شيء کڻي آئي آهيان.“
”پر هٿ توکي ڪير ڏسي وٺي ته!“ مون چيو.
”امان ۽ بابا ڪراچي ويا آهن، ٻار سڀ ستا پيا آهن.“ هن ڊگهو ساهه کڻندي جواب ڏنو. آءٌ ڪجهه دير منجهي پيس. چيومانس، ”ڪهڙي شيء آهي؟ ڏسان.“
هن مُرڪي ٻئي مٺيون ڪڻي بند ڪيون.
”تون ٻڌاء – ڇا آهي؟“
مون اڳيان وڌي سندس ڪرائين کي جهليو. هن ڪرائيون ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي.
”تون مونکي ستائين ڇو ٿي؟“ مون چيو.
”ڏس پلا –“ هن مُرڪي چيو ۽ اکيون جهڪائي، ٻئي هٿ کولي ڇڏيا. مون سندس هٿن ڏانهن ڏٺو.
خالده جا ڪير جهڙا سفيد هٿ، جيڪي تورڙا گلابي لڳندا آهن، تن تي ميندي لڳل هئي. ۽ ميندي ۾ رتا هٿ – خالده جا ارمان ۽ اڌسڌا – منهنجي آرزو.
خالده جا ٻئي هٿ منهنجي هٿ ۾ هئا. هن جون اکيون شرم وچان بند هيون – ۽ ڳل حيا جي گلابي لهرن ۾ تڙڳيا پئي. مونکي نرم ميندي جي سونهن ڏاڍي وڻي، مونکي خالده جي ترين ۾، پنهنجي ۽ سندس تمنائن جي شفق ڦٽندي محسوس ٿي.
مون آهستي سان، جهڪي پنهنجي چپن سان خالده جي هٿن جي نرم آلاڻ کي ڇهيو. خالده جي لڱن ۾ ڏڪڻي محسوس ڪيم.
”آءٌ توکي رکُو هٿ ڏيکارڻ آئي هيس.“ خالده شرم وچان منهن ٻئي پاسي ڦيري چيو، ”۽ تون....“
”ها، ۽ آءٌ بدتميز ٿي، انهن کي چمان ٿو.“ مون چيو، ”خالده تنهنجي لڱن ۾ ميناج آهي.“
”مونکي خبر آهي.“ هن آهستي سان چيو، ”توهان مردن کي آچڻ لاء عورت وٽ پنهنجي جسم کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي شيء

آهي، جنهن جي مرد کي گهرج محسوس ٿئي!"
خالده جا اهي لفظ دل ۾ چڀي ويا. سندس هٿ منهنجي هٿن ۾ ٿي ڻئا. پر منهنجي منهن جو پنو لٽل ڏسي، هن کلي پڇيو، "ڀلا منهنجا هٿ ميندي ۾ سان نهن ٿا يا اڻين ٿي سٺا لڳن ٿا."
خالده جي ڳالهين مونکي ذهني ڇڪتاڻ ۾ وجهي ڇڏيو. سوچيم ته هيءَ ڇوڪري اڄ ڳالهيون کهڙيون پئي ڪري. مونکي اڻين وائڙو ڏسي خالده مُرڪي، منهنجي ڳچيءَ ۾ ٻانهون وڌيون ۽ ۽ جهڪي منهنجي اکين ۾ نهاريندي چيائين، "ڏس، آءٌ تنهنجي سامهون آهيان. ڪيڏو و يجهو ۽ تون چپ آهين."
مون سندس اکين ۾ ڏٺو. مونکي سندس اکين جي گهرائپ ۾ به هوءَ پاڻ ڏسڻ ۾ آئي. هن پنهنجو منهن منهنجي ڇاتيءَ تي رکيو. "ڇا پيو سوچين؟"
مون آهستي سان ڪيس ڪن ۾ چيو، "خالده، ڇاڻان ٿو تون عورت آهين. تو وٽ عورت جو جسم آهي، جو هڪ مرد، يعني مون جهڙي لاءِ سڀ کان وڌيڪ اهميت رکي ٿو. مڃان ٿو تنهنجي جسم جي جاذبيت ۽ گرمائش، هڪ مرد جي دل کي تڏاڻ پهچائي سگهي ٿي. پر مونکي هڪ ٻي شيءِ جي گهرج آهي. سا آهي عورت جو مرد سان پهنجائپ جو اظهار ۽ ان جا تعلقات. پوءِ ڀل گهڻا مرد پنهنجي انهيءَ خواهش کي ظاهر نه ڪري سگهن ۽ ڪين ظاهر ڪرڻ به نه اچي."
"پر،" خالده وراڻيو. "سچ پڇين ته مونوت انهيءَ جسم کانسواءِ ٻيو ڪي ڪونهي، جو ظاهر ڏسڻ ۾ اچي. آءٌ عورت آهيان ۽ مونوٽ به اهڙو جسم آهي، جهڙو ڪنهن ٻي عورت وٽ آهي. پر آءٌ جيترو تو کي چاهيان ٿي، منهنجو جسم شايد اوترو تو کي نه چاهي سگهي."
مون پنهنجي سيني سان لڳل خالده کي پاڻ کان جدا ڪيو. چيم، "خالده، تون هاڻ وڃ."
هوءَ اُٿي در وٽ بيهي رهي ۽ مونکي ڏسڻ لڳي. سندس اکين ۾ بي پناهه ڪشش هئي، آءٌ ڏانهس ڏسڻ لڳس.

سٺ. سترـ اسي

خالده اکيون جهڪائي ڇڏيون. چوڻ لڳي، ”منهنجي هٿن تي ميندي سٺي ٿي لڳي نه.“

”تنهنجا هٿ مينديءَ جي رنگينيءَ ڪان به سٺا آهن.“ مون اکيان وڌي، سندس چپن جي سرخيءَ تي آڱر ڦيري ۽ پوءِ سندس ٻئي ڳل پنهنجي هٿن ۾ جهلي، جهڪي سندس پيشانيءَ کي چپن سان چمي چيم، ”چري، جي آءٌ تنهنجا چپ چمان ته، مونکي تنهنجي چپن جي ڪنواري مرڪ ڏاڍي وڻندي آهي.“

هن اکيون کڻي مونکي ڏٺو. حيا سندس اکين ۾ جرڪيو پئي ۽ ڳلن تان ترڪيو پئي.

هوءَ در کولي ٻاهر نڪتي. مون ڏٺو، خالده جي سروقد ۽ سڊول جسم تي، پنيان چوٽي، چيلهه کان به هيٺ هئي.

امتحان ختم ٿي ويا. آچر جو ڏينهن هو، ڏهه ڪن لڳا هئا. مون اچا هٿ منهن ڪونه ڌوتو هو. خالده مٿي اسان وٽ آئي. گهر ۾ امان ڪانسواءِ ٻيو ڪير به ڪونه هو. امان به رڌڻي ۾ ٻنپهرن لاءِ پئي ڪجهه رڌيو. خالده امان وٽ ٻه گهڙيون ويهي، اندر ڪمري ۾ آئي. آءٌ اچا ليٽيو پيو هوس.

”روڳي آهين ڪو؟“ خالده ايندي ئي چيو.

”ڳالهائڻ سگهي پئي آهين.“ مون پڇڪيو.

”ٻيو ڀهرئين گونگي هيس ڇا!“

ايتري ۾ امان ڪمري ۾ آئي. امان کي ڏسي چيائين، ”ماسي، منهنجي ڪراچي واري ماسيءَ جو مڙس ڊاڪٽر آهي، تنهن ڳالهه....“

”ڀهرئين ٻڌاءِ تنهنجيون ماسيون ڪيتريون آهن. روز نئين ماسيءَ جو ذڪر ٿي ڪرين.“ مون سندس ڳالهه ڪٽي.

انهيءَ تي ڏاڍي ڪاوڙ آيس. چپ پڪوڙي، پيشانيءَ تي گهنڊ وجهي، مونڏانهن بنا ڏسڻ جي چيائين، ”سؤ ماسيون آهن. تون ڇو ٿو سڙين.“ وري امان کي چيائين: ”منهنجي ڪراچي واري ننڍي ماسيءَ جي مڙس، مونکي ٽپاسي ڇيو ته مون جيترا گلاس پاڻيءَ جا

حيدرآباد ۾ پيتا آهن، اوتري متي پيٽ ۾ گڏ تي ويئي آهي. چويتو آهستي آهستي منهنجو رنگ به ميرانجهڙو ٿي ويندو. ڊاڪٽر ٿيو يا چٽي ٿيو.“

”هفتي هفتي جلاب وٺ،“ امان پنهنجو ٺهيل ٺڪيل نسخو ٻڌايس.

”سڀ ايرغير ٺيڪ ٿي ويندي.“

امان رڌڻي ۾ ويئي ۽ مون کيس چيو، ”ويچاري اڳئي مون وانگر اڇي آهي، سان به ٿي پوندي ميرانجهڙي.“

هن مونڏانهن نهاريو. پر سندس اکين مان پرپور پيار جو پيمانو ڇڻ اٿيلو پئي.

”تون سڄي متيءَ جي ٿي پؤ،“ مون چيو. ”ته آءٌ توکي پنهنجي من ۾ ويهاري پوڄيان.“

”ته پوءِ هينئر تنهنجي من ۾ ڪير آهي؟“ هن ترت پر آهستي پڇيو.

”تون ٻڌاءِ.“ مون چيو.

اهو ٻڌي، هوءَ اُٿي ۽ امان کي ڏٺائين. امان پنهنجي ڪم ۾ رڌل هئي. پوءِ آهستي سان پر ۾ اچي چيائين، ”مونکي خبر آهي تنهنجي من ۾ مونکان سواءِ ٻيو ڪير ڪونهي. مونکي ته ايتري به پڪ آهي ته تون مونکي ايترو چاهين ٿو، جيترو آءٌ به توکي نٿي چاهيان. آءٌ تنهنجي خوابن ۾ ايندي آهيان. تون مونسان ڪڏهن به نه ختم ٿيڻ واريون رهائيون ڪندو آهين. جيئن رت تنهنجي سڄي بدن ۾ ڦري ٿو، تيئن آءٌ به تنهنجي بدن جي ذري ذري ۾ موجود آهيان.“

آءٌ سندس ڳالهيون ٻڌندو رهيس ۽ سوچيم جيڪي ڳالهيون مونکي چوڻ کپن، سي ته هيءَ ڪيچلي پاڻ پئي چوي.

”خالده، منهنجيون ڳالهيون تون پئي ڪرين.“ مون چيو

خالده اُٿي. سندس منهن تي حيا هو. هن اکيون جهڪايون ۽ اکيون کڻي، مونکي پل کن ڏٺو. سندس اکين ۾ آلاڻ هئي. سندس اکيون ائين پئي جرڪيون، ڄڻ اُس پوڻ ڪري سامونڊي لهرون. خالده آهستي سان چيو، ”تون ڏاڍو ڪنجوس آهين. ڏس آءٌ اهڙيون

ڳالهيون پئي ڪيان. تون مونسان ڪهڙي محبت ڪرين ٿو.“ ايترو
چئي وٺي ڀڳي.
ڪجهه مهنن کانپوءِ خبر پيم ته خالده جا مائٽ جڳهه بدلائن ٿا.
خالده گهڻي وس ڪيا، پر ڪين جڳهه بدلڻي پئي. جڳهه ڇڏڻ کان
پهرئين، خالده مونکي هڪ خط ڏنو، جنهن ۾ لکيائين ته: ”اڄ گهر
۾ امان بابا ڪونهن، تون هيٺ واري جڳهه ۾ رات جو منهنجو انتظار
ڪجئين.“
رات جو آئي. ايندي شرط اچي منهنجي سيني سان لڳي. چيائين:
”اڄ مونکي الائي ڇا ٿي ويو آهي. سڄو ڏينهن رني آهيان. ايترو
رني آهيان جو اکين جو پاڻي به سڪي ويو آهي. تڏهن ته توسان
اهڙي ريت ملان پئي.“
مون سندس اکين ۾ جهاتي پاتي. منهنجون نظرون خالده جي من ۾
لهي ويون، جت دل جي دڪ دڪ، سندس پيار کي لهسيو.
”تون مونکي ٻين وانگر ته نٿو سمجهين نه؟ تون اهو ته نٿو سمجهين
ته آءٌ بيشرم آهيان. ماڻهو چون ٿا ته آءٌ سٺي ڇوڪري نه آهيان.
مون ۾ ڇوڪرين وارا لڇڻ ئي ڪونهن. آءٌ ته جيڪي به آهيان،
تنهنجي سامهون آهيان. آءٌ ٻين ڇوڪرين وانگر بند ڪتاب نه آهيان.
آءٌ ته تنهنجي اکيان کليل ڪتاب وانگر آهيان. مونکي پڙهه ۽ سمجهه.
الائي تون مونکي ڇا سمجهندين؟“
هوءَ ڪجهه دير منهنجي سيني سان لڳي رهي، پوءِ اوچتو ڪنڌ مٿي
ڪري پڇيائين، ”مونکي وساري ته ڪونه ڇڏيندين. ٻڌاءِ مونکي
وساري ته ڪونه ڇڏيندين؟“
مون اوڏي مهل ڏنو. ٻه ڳوڙها سندس اکڙين جي آڏ پڇي نڪتا ۽
هڪ سڏڪي سان هوءَ مونکي چنبڙي ويئي. مونتي سندس ڳوڙهن
ايترو اثر ڪيو، جو آءٌ پنڊپهڻ ٿيو بيٺو هوس. ٿوري دير کانپوءِ
هن ڳالهايو، ”آءٌ چار راتيون برابر جاڳي آهيان. پل جي به ننڊ
نه ڪئي اٿم. آءٌ جڏهن به گهڻو جاڳندي آهيان ته مونکي ٽلٽفائڊ
ٿي پوندو آهي، پر هن ڀيري ڪمبخت اچڻ جو نالو نه پيو وٺي. پيو

نہ تہ ائين ئي آءٌ پنڌرهن- ويهہ ڏينهن هت رهي سگهان ها. سياڻي نہ پرهينءَ اسين وينداسين."
پوءِ هن مونکي پنهنجي تصوير ڏني ، جنهن جي پٺيان پاسي لکيل هو: 'انهيءَ لاءِ جنهن مونکي نہ وسارڻ جو واعدو ڪيو آهي.'
هن وري هڪ ڀيرو مونکان پنهنجي محبت جو اظهار ڪرايو ۽ منهنجي سيني تي پنهنجو منهن رکي، منهنجي دل جي ڌڙڪن ٻڌندي رهي. مون سندس منهن ٻانهن ڪيو، هن اڪيون پوري ڇڏيون ۽ ڊگها ساهہ کڻڻ لڳي. منهنجي ٻانهن جو گهيرو مضبوط ٿي ويو.
"آءٌ وڃان ٿي." ٿوري دير ڪانپوءِ چيائين.
وري چوڻ لڳي، "ماسي تنهنجي ڪنوار اڄ ڏسڻ ويئي هوندي — ڇا ٿيو؟"
"الائي."
"آءٌ صبح جو پڇندي سانس. ڪنوار مون جهڙي پرڻجائين. سٺي — جهڙي آءٌ آهيان."
منهنجي ڇپن تي ڦڪي مرڪ اچي ويئي.

خالده جن جڳهہ بدلائي. مونتي سندس وڃڻ جو گهرو اثر ٿيو. هروقت نظرن اڳيان خالده جي ڪيچل ۽ مستي ڀريئي ڦرندي آهي. سندس مٺڙ ٽهڪ، خوشي، هرڪنهن سان ڳالهہ ٻولهہ تي اتڪڻ. سڀ ياد ايندو آهي.
مونکي خالده جي خط جو انتظار هو. پر هن خط نہ لکيو.
هڪ ٻہ دفعو رستي پنڌ ملي ٻہ، پر ائين لنوائي ويئي، ڄڻ مونکي سڃاڻي ئي ڪانہ. آءٌ سندس انهيءَ بي نيازيءَ تي ڪيتري دير اتي ئي پٿر وانگر بيٺو رهندو آهيان. سوچيندو آهيان تہ هن ڇو ڪريءَ جو دماغ ضرور ڪجهہ هيٺ مٿي ٿيل آهي.
ٿن مهنن ڪانپوءِ خالده جو خط مليو.
لکيل هو— 'مٺا، مونکي وساري ڇڏ، آءٌ هاڻ تنهنجي ڪانہ آهيان. مونکي پهرئين خبر هئي تہ منهنجا مائٽ جڳهہ بدلائڻ سان گڏوگڏ

منهنجي دل تي اُڪريل نقش به ميسارڻ گهرن ٿا. منهنجي دل جا
اهي نقش آهستي آهستي ميسارجي ويندا. منهنجو مڱڻو پيا ڪن. آءٌ
به انهن مشرقي ڇوڪرين وانگر بيوس آهيان، جي مائٽن جي عزت
۽ مرضيءَ اڳيان مجبور آهن. مونکي رستي تي ائين ڇڏين وانگر
نه ڏسندو ڪر. نه ته آءٌ به ڇري تي پوندس. هاڻ آءٌ جو برداشت
ڪرڻ پئي سڪان....

’تون شادي ڪڏهن تو ڪرين. ڪنوار مون جهڙي ڳولجائين،
جهڙي آءٌ آهيان. تنهنجي شاديءَ تي آءٌ ضرور ايندس. مونکي
وسارجئين نه.‘

— پنهنجي ڪنهنجي
خالده

مون خط پڙهيو ۽ ائين لڳم، ڄڻ خالده پاڻ اچي سامهون بيٺي آهي.
هينئر سوچان ٿو ته ڦڪو ٿو ٿيان. مون سمجهيو پئي ته اسان واقعي
ڪا غير معمولي محبت ڪئي. پر اها به انهن هزارين لکين دلين جي
اوڙاهه ۾ وڃي ڪري، جت ازل کان انهيءَ اوڙاهه ۾ ’خالده‘ جو
پيار پيو لهسجي. ڪهڙي نه بيڪار هئي محبت منهنجي. (١٩٦٣)

# اونداها رستا، دونهاٽيل گهٽيون

سج اڀرڻ کان پهرئين ئي، ممونءَ جو گهوڙو هڻڪندو ۽ ممون سجاڳ ٿيندو هو. سج به پوءِ اڀرندو، جڏهن ممون گهوڙي ڪي ڪرڪ ۽ پيو هڻندو.

گهوڙي هڻڪار ڪئي، ممونءَ بنا ڪنڌ ورائڻ جي، ليٽئي ئي ورائيو، ”ها پيارا.“ گهوڙي ڪي‌د لجاءِ پي، ممون بچڙو منهن ڪري آئيو. ممون بچڙو منهن ڪري اٿندو هو يا جاڳڻ مهل سندس منهن هرويرو بچڙو ٿي ويندو هو، سا خبر ڪانهي، پر اها ڳالهه ضرور هئي، جو گهوڙو، جيڪو کيس تڪيندو رهندو هو، سو به سندس بچڙو منهن ڏسي، ڪنڌ ڪٽي ڦيرائيندو هو. ممون اٿي ويٺو ۽ ڪي گهڙيون اکين مان پڇيون ڪڍندو رهيو ۽ پنبڻ ڇنڀيندو رهيو. اکيون کولي، پنهنجي چوطرف نهارڻ لڳو، ”شڪر آهي تنهنجو مولا. پنهنجي پيرين هلائجئين، ڪنهنجو محتاج نه ڪجئين.“ اِهي اکر چوندي، هن کيسي ۾ هٿ وڌو، جيڪو خالي هو، کيسو ڦولهي، کيس يادگيري پئي، ۽ هنڌ جي پاسي مان سگريٽن جو پئڪيٽ ڪڍيائين. هڪڙي سگريٽ دکائي پيئڻ لڳو. پر پهرئين ئي دم سان ڇاتي کنگهڻ لڳس ۽ هڪ چڱو خاصو کانگهارو ڪڍي ٻاهر ڦٽو ڪيائين. هو سگريٽ ائين پيئڻ لڳو، ڄڻ ڪنهن وڏيءَ سوچ ۾ ٻڏل آهي. سندس ڦٽي ڪيل کانگهاري جي پر ۾ پيل سروٽي ڏانهن ڏاڍي غور منجهان تڪڻ لڳو. سندس نظرون ڄڻ، اتي کپي ويون. سگريٽ ختم ڪري، هن هڪ ٿڌو ساهه کنيو. صبح جي ٿڌي هوا جو خوشگوار جهونڪو، جنهن سندس دونهاٽيل ڦڦڙن کي ڪا ٿڌاڻ بخشي، کيس ائين محسوس ٿيو ڄڻ ڪا اڀ، ڦڦڙن مان نڪتي ۽ ڇپن مان لفظ ٻنجي نڪتي. ممون جي وات مان نڪتو: ”علي ڪر پلي.“ ۽ سندس ٻوريل اکين،

ڦونڊيل نڪ، سست بدن. پڻ اهو ستليو، ته ڪيس هوا جي هڪ جهوتي، صبح جي تازگي بخشي آهي. گهوڙو وري ڪيس ڏسڻ لڳو. ممونءَ گهوڙي ڏانهن نهاري، ڪنڌ سان اڪيون پوري هائوڪار ڪئي. گهوڙو وري ڪنڌ هيٺ ڪري بيهي رهيو. ممونءَ سگريٽ ڇڪي اٿڻ جي ڪئي. سندس پر ۾ بخشو ستل هو، جنهن جا چپ ڪليل هئا ۽ ڦڏا سڏا ڏند ڏسڻ ۾ پئي آيا. ڏندن تي پيلي مير جو تهه چڙهيل هو، جت مکين پئي پٽڪيو. ممونءَ کي اهو چگو نه لڳو ۽ بخشي جي ڪاڏيءَ کان جهلي، زور سان لوڏيائين، ”بخشا، او بخشا.“ بخشي ڪونه پڌو. بخشو ڪونه اٿيو. هي بيهي رهيو ۽ سٿڻ کي ڏسڻ لڳو، جنهن تي مير ائين پئي لڳي، چڻ سٽيپ آهي. ڪپڙن متائڻ ۾ اجا ٻه ڏينهن هئا. اربع، خميس — پوءِ جمعو. هن ٻيني ٻيني اوپاسي ڏني ۽ هڪڙو هٿ، پنهنجي خميس هيٺان، ڇاتيءَ تي ڦيريو. ڇاتيءَ جي اٽين وارن تي هٿ ڦيريندي ممونءَ کي پاسراٽيون محسوس ٿيون — ڏار ڏار. هو انهيءَ بابت ڪجهه ڪونه سوچيندو هو، انهيءَ ڪري جو روز روز ڇا سوچي. ڪيس پاڻ کان وڏيڪ گهوڙي جو خيال هو. جنهنجون پاسراٽيون ڏسڻ ۾ آيون ته گاڏي ڇڪڻ ٻه گهري لڳندي ۽ چگي چوکي سواري به هٿ ڪانه ايندي. ٻنا سوچ جي هو گهوڙي ڏانهن وڌيو ۽ ڻتڪار ڪري، هنجي پنن تي هٿ ڦيريو. گهوڙي ڪنڌ ڦيري، ممونءَ جي آجيان، ڪنڌ لوڏي ڪئي. ممون طنبيلي جي اندر ويو ۽ پريل پاٽيءَ جي باردي ڪٽي آيو. پاٽي گهوڙي جي پر ۾ رکي، وارن ۾ آگريون ڦيريندي، وري بخشي وٽ آيو. هن پيري، ڳتر کان جهلي، ٻه ٽي ستون ڏنائينس ۽ بخشو بڙبڙ ڪندو، اُٿو سبتو ڪلمو پريندي اٿي وينو. ممونءَ کي وري خار لڳا، جو هو وري جهوتا کائڻ لڳو. بخشي جي حالت ڏسي ممونءَ سوچيو: ’ههڙو منحوس ٻه ڪو ورلي هوندو.‘ ممونءَ وڌيڪ ڪين سوچيو جو چانهه وارو ڇوڪر اچي لنگهيو. ممونءَ پريان ٽي ڪيس چانهه ڪڙڪ جو آرڊر ڦٽو ڪيو. ڇوڪرو منهن مهانڊي وڏيو پئي، ٿهي ٻه ننڊي هيس. ممون وري سوچڻ لڳو: ’هنن ڇورن جو ڏوهه ڪونهي — عمر اٽن،

هن عمر ۾ هر ڪنهن طنبيي ۾ چانهه ڪٺي ويندا. ٿورو وڏا ٿيندا ته مچ مروڙي هلندا.' ممون ۽ پڻ پڻ ڪئي: "تو بهن جو در آهي، حيوان به اسان کان چڱا." ممون، بخشي کي پيهر اٿڻ لاءِ ڪين چيو ۽ پاڻ گهوڙي کي وهنجارڻ لڳو. گهوڙي کي وهنجاريندي، ڪنهن ڪافي جي تڪ ياد پئي آيس ۽ پنهنجي گهٽيل آواز ۾ جهونگارڻ لڳو. هڪ ئي سٽ پئي ورجائين— 'ڪونن ۾ قابو آهيان دلڙي آداس مارن لاءِ.' ايتري ۾ بخشي هڪ وڏي آرس موڙي ۽ وات ڦاڙي اوٻاسي ڏني. هنجا پيلا ڏند ڏسڻ ۾ آيا پئي. ممون ڏانهس ڏسڻ بنان ئي چيو، "هاڻ ته اهو نيا ڳ ڇڏ. اُٿ گاڏي ڏو ته هلون." بخشي، ممون جي ڳالهه مڃي ۽ نياڳ ڇڏي، پني ڪنهيندو، وات ۾ پيل ڪساري پڪ کي چاپا ڏيندو اٿيو ۽ سڌو طنبيلي ۾ ويو. باردي پاڻي جي پيري رکي هئي. ڪپڙو پسائي گاڏي جا چاڪ ڌوئڻ لڳو، پر اوٻاسين اچا به پڇر ڪونه تي ڇڏيس. ممون گهوڙو وهنجاري ورتو ۽ پنن تان پاڻي اُگهڻ لڳو. گهوڙو گهڙي گهڙي ڪنڌ لوڏڻ لڳو. ممون به گهڙي گهڙي آٿت پئي ڏنيس، "بيهه بابا بيهه .... اڙي هان .... ماٺهو ڪير؟" ايتري ۾ بخشو گاڏي ڌوئي، طنبيي کان ٻاهر کهلي آيو. ممون گهوڙي جا ساز سامان هڙيئي ڪٺي آيو ۽ گهوڙي کي گاڏيءَ منجهه جوٽيائين. گهوڙي کي جوٽي، ممون به تي ٻڪ لوڻ جا گهوڙي جي زبان تي مليا ۽ هٿ ڌوئيندي، سگريٽ دکائي، گهوڙي جي چُرپر ڏسڻ لڳو. سگريٽ پي ڦتو ڪيائين ۽ ريئون سنڀالي، ٻاڏي تي چڙهڻ لاءِ چاڪ تي پير رکي، دم دستگير، بسم الله ورجائي، جنهن مهل پنهنجي گاڏيءَ تي وينو ته گهنٽيءَ کي پير سان دٻائيندي چيائين، "يا علي، ڪر پلي— دشمن وڃن سارا جلي." ۽ الهه توهار گهوڙي کي چهبي ڏني ۽ گاڏي ڪاهي آيو رستي تي.

صبح چگو آيري چڪو هو. اسڪول جو وقت ٿيو پئي، ڪيس رئيس جي ڌيءَ کي اسڪول ڇڏڻو هو، سو گهوڙي کي چگي وڪ ڪٺائيندو، چپن ۾ سگريٽ ڦٻايو، اچي در وٽ پهتو. در وٽ به ٽي گهنٽيون

وڃائي، پنهنجي گاديءَ تان لهي آيو ۽ گوڏ کي جا ڍري پئي ٿي، ڪولي چڱي طرح ٻڌڻ لڳو. مموں گوڏ ٻڌي پئي ته سندس رئيس نڪري آيو. رئيس کي گنجي ۽ ورونيل ستڻ پئي هئي. اسفنج جو چمپل پير ۾ هوس. مموںءَ تي نظر پوندي ئي، جيئن مموں سنئون ٿي بيٺو. ٽيڻن هنجي لڳن ۾ پڻ ڪجهه سيٽ آئي ۽ آهستي آهستي وڏا قدم کڻندو، مموںءَ ڏانهن آيو. رئيس عمر جو ڪو گهٽو وڏو ڪونه هو ۽ نه وري ڪو خانداني رئيس هو. هونئن پاڙي ۾ سڀ کيس ڊيپو وارو چوندا هئا، پر مڙس مڙيئي دوراند يش هو. ڪنٽ جي ڪنٽرول واري زماني ۾ ڪي ٻچائي ورتائين، جنهن مان ڊيپوءَ سان گڏ، سيڌي جو دڪان پڻ کوليائين ۽ هڪ وڪٽوريا گاڏي پڻ ورتائين.
رئيس مموںءَ جي سامهون پانهون ٻڌي اچي بيهي رهيو ۽ ۽ ٿورو نرڙ تي گهنڊ وجهي، ڏاڍيءَ نرميءَ سان منجهان چيائين، "بابا، توکي اڄ نٺ ڙيءَ وئي وڃڻ ۽ وني کي اچڻ ڪانسواءِ بيو ڪو ڪم ڪونهي. پر شام ڏاري مڙيئي اسان وٽان چڪر ڪيو وڃجئين. متان دل چوي ۽ ڪيڏانهن نڪري پئون." مموںءَ "حاضر سائين" چيو، دڪيل سگريٽ هٿ ۾ ئي هوس.
رئيس گهر جي در ڏانهن مڙيو. مموںءَ سگريٽ منجهان ڪش هنيو. ۽ رئيس جي ڌيءَ در منجهان، ڪتابن جي پري پانهن جي آڏار تي سنڀاليندي، ٻاهر نڪتي. مموں سگريٽ وٺڻ تي ويو، پر اهو ڏسي، "سائڻ." چئي واپس مڙيو ۽ سائڻ اکيون جهڪايو، سوڙهي چولي منجهه قاتل ٿنگن سان قدم ڏاڍا ٿوري ۽ ٽڪي کڻي رهي هئي. اهڙي ٿور - تڪ پٺس ڪنٽرول واري زماني ۾ ڪنٽ تي به ڪانه کڻي هوندي. حيا واري - ۽ شرميلي. مموںءَ جي اها سائڻ روز وڪٽوريا گاڏيءَ تي چڙهي پڙهڻ ويندي هئي. ٻن ڳالهين مان صاف ظاهر هو ته هوءَ اچا اسڪول ۾ پڙهندي آهي. هڪ ته اچا ڪتابن جي پري چڱي خاصي، پانهن جي آڏار تي کڻندي هئي ۽ بيو - بيو سندس چهري جي معصوميت پڻ اهو ٻڌايو پئي ته هوءَ اڃان اسڪول ۾ پڙهي ٿي. تنهن ڪانسواءِ هنجي عمر به نندي هئي. آرهه

مس آيريو هوس، پر سوڙهو چولو اهو به لڪائي ڪين سگهيو. چيلهه جي لتس ۾ سٽرن جو ڪمانيدار لاهه، پڻ سهٽائپ منجهه گهٽ ڪونه هئا. ڏوتل اڇا آجرا پير، جن ۾ رت جي ڳاڙهاڻ، ڪاري چمپل منجهان جرڪي پئي.

هوءَ گاڏي منجهه چڙهي ويئي. ڪتاب رکي، چولو، جو گاڏيءَ ۾ چڙهڻ ڪري، توروگوڏن ڪان سٽرن ڏانهن ڪچي ويو، تنهنکي چڪي هيٺ ڪيو. مومڻ گهوڙي کي چهبي ڏني ۽ گهوڙو هلڻ لڳو. رينون بئي مومڻ هٿن ۾ ائين جهليون ۽ منهن تي اهڙو اثر چانيل هوس، چڻ گهوڙي منجهه سرڪشي آهي. لچپت راءِ روڊ مٿي، گاڏيءَ کي رسالا روڊ تي آڻي، مومڻ کي احساس ٿيو ته اسڪول وقت تي پهچڻ گهرجي. "امان، ٽيم گهڻو ٿيو آهي؟"

"باقي پنج منٽ آهن، پيو چيا...." امان جواب ڏنس."اڄ به مونکي ڪلاس ۾ ٽيچر بيهاريندي."

مومڻ رفتار تيز ڪئي ۽ چوڻ لڳو، پر آهستي، "انهيءَ ٽيچراڻيءَ کي ته ڪوسو پٽ ڪارايانس.... چئو ته آءٌ هلانس...."

"نه نه .... تون رکو مونکي پهچائي."هن ترت جواب ڏنو ۽ مومڻ جي ميري ۽ ڪريپ جهڙي شخصيت اکين اڳيان ڦري ويس.

'پر ويچارو ڳالهائڻ جو سنو ۽ لحاظ وارو آهي.' هوءَ سوچڻ لڳي. — پر رکو زبان ذرڙيءَ خاطر سمورو مومن ته سنو ڪونه ٿو ٿي سگهي.

گاڏي اچي اسڪول وٽ پهتي. مومن ٽڪڙ ڪري لٿو ۽ رئيس جي ڌيءَ کي آهستي لهندو ڏسي بيهي رهيو. هوءَ لٿي ۽ مومڻ ڪتاب کڻي ڏنا. ڪتاب سنڀالي، هوءَ اسڪول جي بند ڦاٽڪ جي ڪليل ننڍڙي در ڏانهن وڃڻ لڳي. ايتري ۾ به پيون ڇوڪريون به اچي رئيس جي ڌيءَ سان مليون. ٽنهي طرفان مرڪ جي مٺا سٺا ٿي ۽ اکين جي ڪاراڻ منجهان پنبڻن تان ترڪي جرڪندڙ اشارن تي ڪيکر، ڳلن جي ڳاڙهاڻ ۾ لاهه تان لهندي ڏسي، مومن به ساعت ڪن بيهي رهيو. مومڻ جو اندر بلڪل صفا هو. بند ڦاٽڪ جي بئي پاسي گهنڊ وڳو ۽ ترت ٽنهي جي لڱن ۾ ڦڙتيءَ ڪر ڪنيو. رئيس

جي ڏيءَ اڳ ۾ ڦاٽڪ جي نِنڍڙي دَر منجهان جهڪي لنگهي.
سندس ڪياڙي، جنهن تي هلڪڙي ڪارن وارن جون ڇڳون هيون،
جن جي هيٺان پنن جو لاهه هو جيڪو تمام سهڻي نموني خم کائي،
ڇيله وٽان آيري اڌ گولائيءَ ۾ وري آيو هو. مومل اهو ڏٺو پئي،
پر ذهن جي مٿاڇري تي ڪي ڪين ايري سگهيو. ٻي ۽ تنهن کانپوءِ
ٽين ڇوڪريءَ جو اهو ساڳيو انداز ڏسي - مومل جي دل، جا شايد
حاتيءَ جي پوري خول منجهه بلغم جي ماناري سان وريل هوندي،
ـــي محسوس ڪيو، ۽ چوڻ لڳو. آهستي، "ڇوريون اڇي ڇتيون
ٿيون آهن."
مومن گاڏي ورائي، گهوڙي کي ڳتڪار ڏني ۽ فرحت منجهان
گاڏيڪاهيندو ۽ڪيجهونگاريندو ميونسپالٽيءَ وٽ آيو. ميونسپالٽيءَ
جي پراڻي عمارت کي ڪرچيو مٿس نئين نموني منجهه سيمنٽ جو ته
چاڙهي، سهڻو بنائي رهيا هئا. ائين ٿي جيئن هن زماني جو انسان.
مومنءَ عمارت جي عيبن کي ڍڪبو ڏسندي، پاڻ تي به هڪ نظر
وڌي ۽ اُتان اڳيان وڌي ويو.
جڏهن هُو واپس طنبيلي تي پهتو ته ڏٺائين بخشو هٿ منهن ڌوئي
رهيو هو. مومن گاڏي تان لهي طنبيلي ۾ آيو. "آ استاد، اسڪول
مان تي آئين؟" مومنءَ جواب ڪونه ڏنو. بخشو ڊبل روٽي کي
چانهه جي سنگل مان ٻوڙي ڪڍيو. مومنءَ سگريٽ دکائي.
اڌ ڪلاڪ کن کانپوءِ مومن وري سهي سنبري نڪتو. هينئر بخشو
به سائس گڏ ويٺل هو. بيهندي ئي مومنءَ کي ٻه ياڙا لڳا، پر هن ٻئي
موٽائي ڇڏيا. ڇي: ٻيو هند ماڻهن کي سُڄهي ئي ڪونه ٿو. ڪنهنکي
ڳتي پئي آهي جو هلي. قبرستان ۽ ٽاٽي انهيءَ ڪري ڪونه ويندو
آهي جو اتي جي هڪ داداگير سان اڙيل آهي. ٽاٽي ڏانهن ته سندس
روح ئي ڪونه اُچندو آهي.

سڄي ڏينهن ۾ مومنءَ کي ٻه وڏا ياڙا لڳا. هڪ ڄامشوري جو ۽
ٻيو شاه لطيف آباد ڏانهن.

اوڏيءَ مهل شام جا پنج ڪن ٽيا هوندا جو چار زالون چادريءَ سان هڪ بنا پردي ۽ ٻه ننڍڙا ٻار هٿا. پردي وارين زالن منجهه ٻه ننڍيون نيٽيون هيون ۽ ٻه وچولي عمر ڪي مس پهتيون هيون. رُو بند ڇٽني جا مٿي هٿا. چارئي نهيل نَڪيل. چارئي ڳالهين جون ڪوڏ يون. جيڪا بنا پردي هئي، سا ٻه گهٽ ڪونه هئي. ڇٽني ڪان ننڍي پر ٻَت جي ڳري ۽ ڇپن جي ڳاڙهاڻ پڻ ٻين ڪان سرس هيس. مموڻ ٻه گهوڙي ڪي ڇڀي ڏني ۽ ڏاڍيءَ تيش منجهان مارڪيٽ وارو ور مٿي جيل ڏانهن ويندڙ سنئين رستي ڪي آڪري، جڏهن ڳاڏي گرلز ڪاليج وٽان چاڙهي لهڻ لڳي ته هڪڙي پردي واريءَ چيو، "جي هٽ ڳاڏي اونڌي ٿي پوي ته ڏاڍو مزو اچي."

' نيا ڳي '، مموڻ سوچيو. ۽ چيائين ته "توهانکي لڳي لڳي ڊڪ لڳندا، جيڪي نيڪ ٻه ٿي پوندا، منهنجي روزگار ڪي لت ايندي."

مموڻ خوشمزاج ٿيندي، ڏند ٽيڙي جواب ڏنو.

"ٻڌ." هڪڙي آهستي سان چيو. "اسانجي ڏڪن جي هنڪي پرواهه ئي ڪانهي."

ڳاڏي هلي پئي. بيراج ڏانهن ويندڙ رستو، نظرن اڳيان، محبوب جي زلف جي خم جيان پئي لڳو. ڳاڏيءَ منجهه سرخي، پاؤڊر، ڪريم سينٽ ۽ ڪپڙن جون ڳالهيون هليون پئي. رشيده جي منهن تي موهيڙا هٿا، جنهنڪري ڳل ڪُهرا ٿي پيا هيس، پر حميده جي سهري جي آندل ڪريم سان ٻن هفتن ۾ موهيڙا لهي ويا ۽ ڳل اهڙا لِسا ٿي ويا جڻ .... جهڙا ٿيڻ ڪپن. (هڪڙي ڇٽيءَ پنهنجن لسن ڳلن تي هٿ ڦيرياه)

"مونکي زرينه جا ٽاپس پسند ڪونهن." "ها، پر نيلو ڪي بنجارن فلم ۾ نيڪليس ڏاڍو سنو پيل آهي." "آءَ نهرائي وجهان ها؟" هڪڙي ڇٽيءَ آتساهه منجهان چيو، "پر بابا چيو نيلو ايڪٽريس آهي."

"لوڏي ٽيلر ڏاڍو مهانگو آهي." ٻيءَ ڳالهه جو رخ ڦيريو، "منهنجا ٻه چولا سبيائين، ٻارهن رپيا وٺي ڇڏيائين. پر سبئين ماپ تي."

”اهڙي ماپ ڪي ئي باهه ڏيان،“ جواب مليو، ”آءٌ رشيده جي گهڻي
چوڻ تي مٽي وٽ ڳاڙهو گلن وارو ڪريپ ڪٽي ويس. اهوئي ڪريپ
جنهنجو تر گلابي ۽ ساوا ٽبڪا به اٿس. ڇبومانس سنو سبي ڏي.
مٽي ماپ ورتي ۽ مونکي پٺي شرم آيو. گهڙي ٻانهون مٿي پيو
ڪرائي ته گهڙي چيله ماپيو، ڪچون ماپي. ڇاتيءَ تي ته گهڙي
گهڙي ماپڻ واري پٽي هٿ مان ڇڏائجو ٿي ويس.“
ايتري ۾ هڪڙيءَ ڪن ۾ بيءَ کي ڪي آهستي چيو ۽ پوري گاڏيءَ
منجهه ٺهڪڙو مچي ويو ۽ جيڪا ماپ ڪرائي آئي هئي،-تنهن نڪ
کي موڙو ڏيندي چيو، ”ماريئي اوسني کي باه ڏيانس....“
ممون ڳالهيون ٻڌندو رهيو ۽ ڪنهن ڪنهن مهل مرڪندو به رهيو.
جڏهن بيراج تي ڇانگ لاهي واپس موٽيو پئي ته شايد ڪا بيراج جي
هوا لڳس ۽ ڏاڍي چيائين، ”رنون رب وڃايون، ڏاڙهين کهڙا ڏوهه.“
بخشو ڪيس گهوري گهوري ڏسڻ لڳو. ۽ ٿوري دير ڪانپوءَ آهستي
سان ممون کي چيائين، ”استاد، ڪاري چادر ريءَ ۾ جيڪا هئي،
سا واهه جي هئي.“ اهو ٻڌي مومنءَ مرڪي ڏنو.

رات جا ساڍا اٺ ڪن ٿيا هئا ته ڪيس ٻيو پاڙو لڳو— شاهه لطيف آباد
جو. هڪڙو نوجوان، ٿهيل ٺڪيل، سوٽيڊ بوٽيڊ ۽ هڪ ڇوڪري-
نديي نيٽي، مرڪندڙ ۽ جرڪندڙ. ٻنهي ڳالهايو پئي. آهستي آهستي.
ٽيڪ ڏيو آرام سان وينا هئا. ڇوڪريءَ ڪجهه چيو. آهستي سان.
ممون سمجهي نه سگهيو.
”نه نه.“ ڇوڪري چيو، ”بنگلي تي ڪير به نه آهي. سڀ اديءَ
جي گهر ويا آهن ۽ آتان سيڪنڊ شو ۾ ويندا.“ ڇوڪريءَ ٿڌو
ساهه پريو.
”تو جند ته ڏاڍي مشڪل سان ڇڏائي هوندي؟“ ڇوڪر پڇيو.
”ها. جيڏي مهل مون چيو ته اڄ ڪاليج ۾ فنڪشن آهي ته سڀ
تيار ٿي بيٺيون ته اسين به هلنداسين.“
”پوءِ؟“

”رشيده، زرينه، نسيم، ادي سيني کٽي سندرو پڊو پر مون کين بابا کان ڇامشوري وڃڻ جي موڪل وٺي ڏني ۽ سڀ بيراج ڏسڻ ويون آهن. مون وري اهو به ڇيومان ته مولنديءَ مهل کٽي ڪاليج اچجو.“
نوجوان اچرج منجهان کيس ڏسڻ لڳو.
”اُتي آءٌ عابده، شميم ۽ زينت کي ڇٽي آئي آهيان، جي اها پلٽڻ اچي ته کين اهو ٻڌائجو ته آءٌ زاهده ۽ خالده سان گڏ ثريا ۽ ياسمين جي گهر وئي آهيان.
”عابده، شميم ۽ زينب سان ڪهڙو بهانو ڪيئي؟“
”کين چيم،“ ثورو مرڪندي چوڻ لڳي، ”ته آءٌ ليڪي پنهنجي ماروت ماهتاب ۽ سندس ساهيڙي منور سان گلين فورڊ ۽ ڊيبي رينالڊ جي پڪچر It started with a kiss ۾ ٿي وڃان.“ ٻئي مُرڪڻ لڳا ۽ نوجوان تمام پيار وچان، ڪنڌ جهڪائي، ڇوڪريءَ جي هٿ تي، پنهنجا ٻئي چپ رکيا. تمام ٿڌي ۽ وڻندڙ هوا پئي لڳي.
گنجي ٽڪر سان لڳ، هڪ بنگلي جي اڳيان گاڏي بيٺي ۽ ٻئي جڏا لٿا ۽ ممون وڃڻ ڪانپوءِ سوچيندو رهيو. پوءِ چيائين، ”هاءِ پئسا هاءِ. تون سين جو ابو آهين. مشڪل ڪشا.“
ممون واپس شهر ڏانهن موٽيو. شاهه لطيف آباد جي وڏين ۽ ڊگهين سڙڪن تي خاموشي گهري ٿيندي ويئي. بنگلن ۾ روشني هئي- ڪٿي سائي، ڪٿي هلڪي ڳاڙهي. هيڏانهن غريبن جي ياڳ وانگر هڪ جهڙا ڪوارٽر اونداهه ۾ پاڻ لڪايو، پريان يا پرسان روشنين کي وڏيڪ روشن ڪري رهيا هئا. ممونءَ جو گهوڙو ٽيش منجهان، هڪ جيترا قدم کڻندو، ڏامر جي ڪاري سڙڪ تي هلي رهيو هو، جيڪا بنهه ڪوارٽرن ۾ رهندڙن جي پيشاني جهڙي هئي. رستن تي ننڍڙن گول ٽڪندڙن پارڪن ۾ ويرانيءَ جو واسو هو ۽ ريل جي پٽي پرسان بيٺل بدبودار پاڻيءَ منجهان ڏيڏرن جي رڙين جو آواز پئي آيو. هوٽلن جي موڙ وٽان مٽني، ممون ڦاٽڪ ڏانهن مڙيو. طنبيلي تي پهچندي پهچندي کيس ساڍا يارهن ٿي ويا هئا. رستي تي کيس

گهوڙي لاءِ ڪتر و نٽي هٽي ۽ ڪيس ماني ڪاٽي هٽي. طنبيلي تي پهتو ته ڏٺائين بخشو ستو پيو آهي ۽ ڪونگهرا پئي هنيائين. ممون ڏانهس ڏٺو ۽ آهستي پڪيو، "اها آهي بيپرواهي سائين." هن بخشي جي ننڊ ڦٽائڻ نٿي چاهي ۽ پاڻ ئي گهوڙي کي کولڻ لڳو. ايتري ۾ ماڻهو آيس ته هل رئيس پيو ياد ڪريئي. ممون گاڏي ته پوري ڪونه کولي ۽ رئيس جي سڏ تي و يو. رستي ۾ ڦرتيءَ سان ست رپيا ڪڍي، خميس جي پاسي واري کيسي ۾ وڌائين. رئيس اڪيلي بگڙيو وينو هو، اصل ڏاڪا ٻڌي چڙهي و يس.
"وڏو ڪو خبيث آهي. چار گهمرا و رجائي چيومائين، پر هاٽي ايڏو بيپرواهه تي و يو آهين، جو ٽڪي پيسي واري ڳالهه کي ليکين ڪونه ٿو."
مومنءَ کي ڳالهه ياد پئي. شام جو گاڏي ڪونه وني ويو. چا چوي؟ آخر گهڻي ٻڌڻ ڪانپوءِ چيائين، "سائين ڏوهه منهنجو آهي. مجان ٿو. منهنجا رئيس، ڏوهه منهنجو آهي. هي پيرو بخشيم."
رئيس ڏوهه بخشڻ لاءِ تيار ڪونه هو.
۽ ممون ڏوهه باسيندو رهيو. "ڏوهه منهنجو آهي. ڏوهه منهنجو آهي."
نيٺ ٻه ٽي دل تي ٻڌي، ممون واپس موٽيو. رئيس کي پئسا و نڻ ٻه وسري و يا. هن پيري مومنءَ کي بخشي جون ٽنگون تيزڻ ٻنهه ڪين وٺيون ۽ ڳچڙ ڪان جهلي، ست ڏنائينس، "اڙي بخشا. اهو سمهڻ جو و ري ڪهڙو نياڳ ڪنيو اٿئي. آٿ. اڙي هان."
بخشو اون آن ڪندو اٿيو ۽ ممون پريان ڪسيءَ تي و يهي پيشاب ڪرڻ لڳو. پر بخشو جو اهو ڪنجهڻ ڪيس اصل ڏنگي رهيو هو. ممون پڻ پڻ ڪرڻ لڳو، "الائي ڪهڙن منحوسن سان پالو پيو آهي."
بخشي اُتي هڪ وڏي او باسي ڏني، "اچي ٻه وڻين؟"
مومنءَ کي انهيءَ تي ڏاڍا جڪ لڳا ۽ وات مان ساهه ڪٽي ناسن منجهان تمام زور سان ٻاهر ڪڍيائين، "مستر، جي تون ائين ٽنگون

ٿيڙيو پيو هوندين ته ڪم ڪونه ٿيندو. توکي ته ڪو لهر لوڏو ڪونهي. پئي ڪنهن هنڌ بارواليءَ ۾ ڪٽي ڪندين. هٿ رئيس کي منهن ڪير ڏيندو؟"

ممون چيو ٿي ته "پهرين ڳالهه..." ايترو سوچي ويو، پر "جي ٻيهر ائين ڪيائين ته ٺيڪ ڪري ڇڏيندوسانس." اوڏيءَ مهل ممون چاهيو پئي ته بخشو جواب ڏئي ته ڳالهه وڌي ۽ دل جي ٻاڦ ٺڏي ڪري. پر ڇا جي ٻاڦ؟ سندس ڇاتيءَ منجهان، جيڪا ڪوري مٿل هئي، گرم گرم هوا نڪرڻ لڳي. بخشو ڪجهو ڪجهه به نه ۽ چپ ڪري گاڏي ڪولڻ لڳو.

ممون طنبيلي اڳيان نهيل سيمنٽ جي دڪيءَ تي ويهي سگريٽ جا ڊگها سوٽا هڻڻ لڳو.

"استاد." بخشي چيو، "مٿئين ٽپيدار جي چوري ٿي هئي نه ـــ سا اڄ لڌي."

"لڌي؟ نه نه! ڪٿان؟" ممونءَ ٽڪڙ منجهان پڇيو.

بخشو ڪيس پورو قصو ٻڌائڻ لڳو. بخشي تمام زور زور سان پئي ڳالهايو.

"ها سائين." ممونءَ ٿڌو ساهه کنيو، "يلا يليءَ جا چيهه آهن. انهيءَ چوريءَ جو شڪ مون تي هو. قسم مولا جو آهي، جيڪڏهن رئيس وچ ۾ نه پوي ها ته پوليس ڪان موڇڙا به دل تي ڪان ها. جيئن 'نه' چوان ها، تيئن پادر پون ها." توري دير هو چپ رهيو ۽ ڏٽيءَ جي ساراهه جا ڍڪ پريائين. پوءِ آهستي آهستي چوڻ لڳو، "بخشا، تون ياءُ وينو آهين، اڄڪلهه جو زمانو خراب ٿي پيو آهي. هڪ هڪ ماڻهوءَ جي هڪ هڪ عضوي ۾ برائي پري پئي آهي. ملڪ ۾ ڪو ساءُ ڪونهي. چوريون پاڻ مختيار. پيءَ پاڙيا. مائرون بيٺ. اصل پڇ ٿي نه. آءٌ چوان تو بخشا، وينو ڏسجئين، منهنجي مرڻ ڪانپوءِ يا اڳ ٿي، هڪ ڏينهن ضرور هيءَ زمين ڦاٽندي. پوءِ اهڙي تباهي ايندي، جو حرامين سان اسين به خلاص ٿي وينداسين..."

ممون کي گهڻو ڪري ڳالهائڻ جو مرض هو، جيڏي مهل ڳالهائيندو هو تہ دنيا جي موجوده، گذريل ۽ ايندڙ مڙيئي مسئلا پيو ورجائيندو. هو آهستي آهستي ڳالهائي تمام تيز ٿي ويندو هو.

”ميان اسانجي زماني ۾ تہ زائفان کي اک کڻي بہ ڪونہ ڏسندا هئا.“ ممون وري شروع ٿيو، ”۽ هرڪا زال پيڻ جهڙي هئي. پڏئي بخشا، سيني کي پيڻ-سمجهندا هئاسين....“

ممون ٿوري دير تہ ماٺ رهيو. پوءِ وري چوڻ لڳو، ”ها سائين. دنيا دم گذر آهي. پڻ ممون اج هجين بہ ٽاٽي تي ها ۽ موچڙي جو زيپٽ هجي ها. اها تہ رئيس جي مهر ڇٽبي، جو ڦتڪن کان بچائي ورتائين.“ ممون ماٺ ٿي ويو ۽ پاڻ ئي پنهنجي ڳالهہ تي سوچ ۾ پڏي ويو. پوءِ آهستي آهستي اکيون پوري ڪنهن بيت جي سٽ جهونگارڻ لڳو.

”استاد. اج هتي خون ٿي ويو آهي.“ بخشي نئين ڳالهہ ڇوڙي.

”نہ نہ!“ ممونءَ ترت چيو، ”ڪنهنجو؟“

”بہ پناڻ هڪ ڇوڪر تان هتين پيا. هڪ بئي کي ڌونشا هنيائون، ۽ هڪ هٽي بئي جا آندا گنجيون ٻاهر ڪڍي ڇڏيا....“ بخشو ٻيرائتي ڳالهہ پڏائڻ لڳو. ممون چپ ڪيو سگريٽ پيئڻ لڳو. بہ-ٽي سگريٽ ڇڪي ويو. ۽ پوءِ تمام گهري سوچ ڪانپوءِ، آواز منجهہ گنڀيرتا پيدا ڪندي چيائين، ”ابا، اڄڪلهہ زمانو ئي اوُر آهي. جت وڃ، اُت حراميائيءَ جا هنر گهڻا، بدفعليون جام، پائيءَ پائيءَ تي ڪوڙا قسم. ميان قيامت جون پيون ڪهڙيون نشانيون آهن. بس رڳو سڄ کي سوا نيزي تائين لهڻو آهي!“

بخشو هائوڪار بہ ڪندو ويو ۽ اوٻاسيون پڻ ڏيڻ لڳو. ممون اٿيو ۽ گهوڙي کي ڪرڪرو هڻڻ لڳو.

”زمانو ڏسڻو هوئي تہ اسانجو ڏسين ها. ايمان سان هرهند هُبڪار هئي. هرطرف سچائي ۽ نهنائي هئي. ماءُ ڀيڻ جو لحاظ، پرائيءَ پنهنجيءَ جو مان --- جوان! ڪنهنکي مجال ڪانہ هئي، جو ڪنهن زائفان کي اک کڻي بہ ڏسي....“

بخشو ، اهڙين ڳالهين جو هيراڪ هو. ڪيس اها خبر پڻ هئي ته هاڻ ممون ڦري گهري، انهيءَ ڳالهه تي ايندو ته ڪيئن فلاڻي ڇوڪريءَ کي پيڻ ڪيو هٿائين ۽ ڪيئن ساڻس مرڻ تائين نڀاءُ ڪندو رهندو. بخشو اڪيون پهرئين ئي بند ڪيو ويٺو هو ، سو ماڳهين ننڊ ڪٽي وڌس .

ممون گهوڙي کي ڪر ڪرو هڻندو رهيو ۽ ڏاڍي سُر منجهان جهونگاري رهيو هو. بخشي جا کونگهرا پئي لڳا. ممونءَ جي دماغ کي ڪا، رات جي ٿڌين پهر جي هوا لڳي، سوچڻ لڳو: ’جيڪڏهن هي پنارو نه هجي ها ته پاڻ بڪ مري ها!‘ گهوڙي به اوڏي مهل، ڪنڌ لوڏي هٿڪار ڪئي ۽ ممون آسمان ڏانهن نهاريندي چيو، ”صدقي وڃان تنهنجي نالي تان. توئي حيوانن کي ساڃهه ڏني ، پر انسان جي به ڪار سار لڌي اٿئي . ڏنو اٿئي ڇا ڇا وهي واپري پيو . پيو ته ڏهيو پنهنجي ملڪ کي وڻ، ملڪ ته ڇڏ، پلا حيدرآباد کي ئي وڻ . آءٌ ڇا ڇا چوان؟ توکي معلوم سڀڪي.“ ممون آهستي آهستي پڙڪندو رهيو .

”الله سائين،“ ممونءَ زور سان چيو . ”تنهنجي ماڻهن مان ايمان نڪري ويو. انسان مان ايمان نڪري ويو. جت وڃ اُت ڏٺي . ماڻهو ماڻهوءَ کي پيو کائي . اصل اونڌهه لڳي پئي آهي . سائين منهنجا اڄڪلهه انسان کي کهڙي دڳ لاتو اٿئي، جت رکو اونڌهه ئي اونڌهه آهي . چوڌاري دونهون آهي . اي منهنجا مالڪ . آءٌ پڻ تنهنجي در ڏوهي آهيان، آءٌ پڻ تنهنجو خطادار آهيان . مون اهڙا ته ڪوڙ ڳالهايا آهن ، جن جو شمار ئي ڪونهي . اصل تنهنجي سامهون ائين آهيان، جيئن ڪورو پنو ، جيڪو وٺيئي سو لکجئين. مونکي مالڪ بخشجانءِ آءٌ عيبدار آهيان ....“

ممونءَ جي دل ۾ خدا جو خوف گهٽو ڇانئجي چڪو هو. ممونءَ تي اهڙو جنون ڪڏهن ڪڏهن سوار ٿيندو رهندو هو . ممون ڪيتري دير پنهنجو پاڻ ڳالهائيندو رهيو.

ٿوري دير ڪانپوءِ ممون سيمنٽ واري دڪيءَ تي رلي وڇائي ليٽي

پيو. سگريٽ سندس هٿ ۾ هو. ٻه-ٽي ڊگها ڪش هڻي، سگريٽ ڦٽو ڪري ڇڏيائين. آهستي آهستي ننڊ جو گهيرٽ آيس ٿي ٽٽي ته سنلس رئيس جو آواز ٻڌڻ ۾ آيس، ”ممون، ممون.“
ممون دت هڻي سمهي رهيو. رئيس ٻه-ٽي لوڏا ڏنس ممون منهن ۾ گهنڊ وجهي اٿيو.
”ڪهڙو آهين؟“ ممون اکيون مهٽيندي پڇيو.
”آءٌ آهيان.“ رئيس جواب ڏنس، ”اچو ڪا گاڏيءَ جا پئسا ته ڏي.“
پئسن جو ٻڌي مموڻ جو هٿ ترت ور ۾ ٻيل پئسن تي ڦڪي ويو ۽ ويرم ڪن ڪانپوءِ، ”جي چا ـــ؟ ها پئسا!“ چئي آٽي بيٺو ۽ سڌو طنبيلو کولي اندر ويو. اندر ڏيئو ٻريو پئي ۽ آن جي لاٽ منجهه ور مان پئسا ڪڍي، ست رپيا ڳڻيائين ۽ ٻيا پئسا ڏيئي جي پٺيان رکي، ٻاهر آيو ۽ رئيس جي هٿ ۾ رکي چيائين، ”اچي، ست اٿو.“
رئيس نوٽ ڳڻيا ڪونه، ”ٻيا جيترا پئسا هجنئي، سڀ ڏي، صبح جو ونجان. هينئر دڪان بند آهي. پئسا سڀ تجوڙي ۾ آهن. ڪپن ٿا.“
”باقي ڪي ڏهه-ٻارهن آنا هوندا.“ ممون آهستي چيو.
”اڙي صبح جو مونکان ونجئين.“ رئيس چيو، ”مونکي خبر ڪونه هئي ته اڄ پتي راند ٿيندي، نه ته آءٌ پئسا دڪان مان کڻي وڃان ها ـــ“
”اڄ سائين اهي ست ۽ گهوڙي جو داٺو به الائي ڪيئن نڪتو آهي ـــ هونئن توهان سان سير لڳي.“
رئيس ست رپيا ڳڻيا ۽ آهستي آهستي وڃڻ لڳو. ممون اتي ئي بيٺو رهيو ۽ ٻانهون مٿي ڪري، ٻت سيٽي، وات ڦاڙي او ٻاسي ڏيڻ لڳو ـــ. ۽ پوءِ اندر طنبيلي ۾ وڃي پئسا کڻي، ڳڻي، ور ۾ سوگها ڪري ٻاهر گهٽيءَ ۾ آيو ـــ ۽ سندس رئيس گهٽيءَ مان نڪري رستي تي پهچي چڪو هو. (١٩٦٤)

# ٻوساٽ

”تون هن جهڙي آهين.“ جمعي راڇل کي ديسي شراب جي خالي ٻوتل ڏيکاريندي چيو. ”جيئن هن مان دارون نڪري چڪو آهي، تيئن تون به خالي ٿي ويئي آهين.“

جمعو ڪجهه پيتل هو. هن ٻوتل کڻي ڪنڌ ۾ ڦٽي ڪئي ۽ گهر کان ٻاهر نڪري ويو.

راڇل کي خالي ٻوتل جهڙو چوڻ کان اڳ جمعي ڪيس دل تي مار ڏني هئي. راڇوءَ جي لڱن سور پئي ڪيو. سندس پٺن جي مشڪن تي، جمعي جي ٻچڙين آڱرين جا نشان، راڇوءَ جي ڪارن لڱن تي چٽ چٽجي ويا هئا. ڪاٻي ٿونٽ مان ٿميل رت ڦڙو، چمي ويو هو. راڇوءَ جون پريل پريل سٿرون سور ڪري رهيون هيون. هڪ مرئي ۾ پٺ سٽ آئي هيس، جيڪو سچي پيو هو. جمعي جو هڪڙو هڪڙو هٿ چٽ ڊبل روٽيءَ جهڙو هو — راڇوءَ جي لڱن تي ائين ٿي وهيو چٽ ڌوٻيءَ جي ڦرهي تي پسيل ڪپڙي جو شپڪو. هونئن راڇوءَ جو بت هو به ڦرهي وانگر لسو، سخت ۽ ويڪرو. ڪيس جمعي جي اهڙي جهڙي ڌڪ جي پرواه به ڪانه هئي. هڪ ته بت جي وٽڙ سٽڙ، ٻيو ڪارو ماس، سو جمعي جو رواجي ڌڪ ٻڌجو، رڳو سندس ذهني ڪشمڪش کي ٿي تيزيندو هو.

جمعو جوءَ کي مار ڏيئي هليو ويو. چيو: ’تنهنجي لڱن ۾ دارون ڪونهي. تون خالي ٻوتل آهين.‘ راڇو سمجهي نه سگهي، رڳو اها ڄاڻ هيس ته مڙس جي ڪيسي ۾ ڪجهه ڏوڪڙ آهن سي مڙيئي ختم ڪرڻا اٿس. ڪجهه پيتل هو، ڪجهه پيئندو وڃي.

انهيءَ رات گرمي زور هئي. راڇوءَ جي پريل لڱن جي ڪاري گوشت ۾ پگهر، جهڙي گپ گوهي چڙي هئي. ٻيو وري گهر ۾ اڳ به

ڪونهَ هو. گهر ڇا هو، هڪڙو طنبيلو هو، جيڪو سياري ۾ جهڙو گَندي ، پر اونهاري ۾ ويل هو. اڄ به گرميءَ ڪري راڇوءَ کي بت تي پنهنجو هٿ لڳڻ به ڪين پئي وڻيو. جمعي جي مار سان سندس هڏ هڏ پئي ڏکيو. وري گرمي، ساهه ڪڍڻ نتي آڇهيس.

گرميءَ جي ڏينهن ۾ هونئن ئي زال مڙس در وٽ تپڙي وڇائي در جا ٻه طاق کولي ، ائين سمهندا هئا جو در تي لڳل ڳوڻ توري متيري هجي ۽ هوا اندر اچي سگهي.

راڇو ليٽي پئي هئي. گهٽيءَ ۾ سڄ لٿي ڪانپو سڄ تي ويندي هئي. گهٽيءَ جي ڇيڙي تي ٽي- چار طنبيلا نهيل هئا. جن مان پهريون سندن هو. ٻن ۾ ڪو سامان بند ٿيل هو ۽ آخري ۾ هڪ گاڏيءَ وارو رهندو هو، جيڪو لنگهندي پائيندي هنن جي در ڏانهن نهاريندو ويندو هو.

رات وڏندي پئي وئي. راڇوءَ جي ساٿي بت تي پگهر جا ڦڙا هئا. پريان ڪنڊ ۾ لالٽين جي جهڪي روشني هئي. لالٽين جي پرسان دينسي شراب جي خالي بوتل پئي هئي، جنهنجي نيم شفاف شيشي تان روشنيءَ موٽ پئي ڪاڏي. پرسان ئي ننڍڙي منجيءَ تي راڇوءَ جو پٽ پنهنجي پيڻ سان ستو پيو هو. جڏهن شادي ٿي، راڇوءَ کي مڙس ڏاڍو وڻندو هو. پٽ ڄايس، مٿانس ئي ڌيءَ ٿي، تڏهن به مڙس گهڻو وڻندو هوس. پر هاڻي ٻه سال کن ٿيا هئا جو مڙس کي ڪين وڻڻ لڳي. ۽ هنکي وري اولاد گهڻو وڻڻ لڳو.

راڇوءَ کي ننڊ ڪانهَ پئي آئي. هوءَ گهڙي گهڙي منهن ۽ ڳچيءَ تان پگهر اُگهڻ لڳي. گرميءَ ۽ ٻوسات ، ڪيس جمعي جي ٺڦڙن ڪان وڌيڪ پئي ايذايو. گرميءَ ڪري هن سٿڻ جا ٻئي پانئچا سٿرن تائين ڪٽي چڏيا هئا، جتي سخت گوشت جي متاڇري تي پگهر جي آلاڻ هئي. هن چولو پيٽ تان ڪٽي ڇڏيو هو. سندس پيٽ جي نرم ، چيچڙي جهڙي گهنجيل ماس جي ورن ۾ به پگهر هو. هوءَ وڏا وڏا تدا ساهه ڪٽي پنهنجين ٻانهن ۽ پيٽ تي ڦوڪون هڻي رهي هئي. اوچتو ڪو هوا جو جهوٽو، جيڪو اندر آيو ٿئي ، سو چڙهه

سندس بت کي جهٽيو تي ويو — ۽ کيس هوا جي تڏاڻ، سندس ماس جي آلاڻ ۾ وڏيڪ چڱي پئي لڳي، ڇڻ هوا جو تڏو جهونو کيس چمڙيءَ جي سوراخن رستي اندر ويندي پئي محسوس ٿيو. جڏهن چنڊ جو اڌ گول، آسمان جي وچ ۾ آيو، ته هوا به کلي ۽ تمام تڏڙي هوا جي هلڪاڻ، راڇوءَ جي لڱن ۾ ائين سموئجي پئي ويئي، ڇڻ جمعي جي هنيل ڦٽڪن جهڙن تڦڙن تي ڪنهن ٽاڪور پئي ڪئي. راڇوءَ جي لڱن جي ذري ذري مان آپس نڪرندي محسوس ٿي، جيئن اونهاري جي چاليهي واري منجهند ڪانپوءَ ٿيندڙ شام جو، ڏامر جي رستن مان آپ نڪرندي آهي.

راڇوءَ جي اک لڳي ويئي.

اوچتو کيس پنهنجي بت تي ڳراڻ محسوس ٿي. راڇوءَ جي اک کلي ويئي. لالٽين وسامي چڪو هو. راڇوءَ ٻانهن کڻڻ چاهي ته کيس پنهنجيون ٻئي ٻانهون ڦاٿل لڳيون. راڇوءَ جي مٿان مڙد جو بار هو — پر اهو باراڻ سڃاتل هو. پاڻ ڇڏائڻ لاءِ ڦٽڪي — پر هوءَ هر حال ۾ سوگهي هئي. کيس سمجهه ۾ نٿي آيو ته هي ڇا ٿي ويو. جهڙي ڪا ڇت مٿانس ڪري پئي هئي ۽ هوءَ اُن جي هيٺان دٻجي ويئي هئي. راڇوءَ جو ساه پئي ٻوساٽيو. سڄو بت وري پگهر ۾ شل ٿي ويس. پگهر جي تيزابي ٻُو پڻ حواسن کي جهنجهوڙي ڇڏيس. ايتري ۾ راڇوءَ محسوس ڪيو ته سندس چولو ڪڇ کان ڇيلهه تائين ڦاٽي پيو هو. راڇوءَ جي ذهن ۾ ڇڻ ولوڙ اچي ويئي. سندس ڇپن تي، پڪي سِر جهڙي رکيل هٿ مان به رڙ نڪري ويئي. ”حامي— پنهنجي ماءُ پيڻ—“

راڇوءَ جملو پورو نه ڪيو، ٻر ڇپن تي رکيل هٿ ۾ ڪٽي پنهنجا ڏند سوگها ڪيائين. ۽ چولي جي ڦاٽڻ جو آواز، جيڪو سندس ذهن ۾ مانڌاڻيءَ جيان ولڙيو پئي، تنهنجو انتقامي جذبو ذهن مان، ترت لهي ڏندن تي آيو ۽ راڇوءَ جا ڏند، سندس ڇپن تي رکيل هٿ جي سخت ۽ کهري ماس ۾ لهي ويا. ۽ کهري ماس مان نڪتل رت راڇوءَ جي ڇپن ۽ مهارن ۾ ڦهلجي ويو. راڇوءَ جون سٿرون،

ٻانهون، سڀ قابو هٿا. سندس سموري قوت ڏندن وسيلي وات تي
رکيل هٿ جي ماس ۾ پيهي ويئي. ۽ پاڻ ساڻي ٿي پئي هئي.
”حرامي. تنهنجي ماءُ پيڻ ڪانهي.“ راڇوءَ جون اکيون پورجي
ويون.
لفظ، ٻيهر راڇوءَ جي نڙيءَ مان نڪتا ۽ رت سان ڀريل مهارن ۾
پکڙجي ويا. جنجو پڙاڏو ڪين ٿيو.
راڇوءَ کي ساٿو ڏسي، مڙد هنکي زور سان پنهنجين ٻانهن ۾ سوگهو
ڪيو. راڇوءَ جي لڱن جو ماس اُيري آيو، ڇڻ وير چڙهي آئي.
پريان ڪنڊ ۾ ٻليءَ ٿابو ڪاڏو ۽ دارونءَ جي خالي بوتل اونڌي ٿي
پيئي. بوتل جو، سيمنٽ جي فرش سان ٽڪرائڻ ڪري ڇڻ-ڇڻ
جو آواز ٿيو، جو ٻليءَ جي مياٿون سان اُيريو ۽ اونده ۾ جذب ٿي
ويو. راڇوءَ جي بت مان ٻه، ڪرنگهي مان ٻه ٽڪاءُ نڪتا. جن
راڇوءَ جي ذهن کي خالي ڪري ڇڏيو. جيئن خالي بوتل. سندس
لڱن جي ذري ذري مان پگهر جا چشما ڦٽي نڪتا. ۽ سمورا لڱ
پاڻي پاڻي ٿي ويا. راڇوءَ جي پگهر جي ٻوُ سندس ذهن تي ڇانئجي
ويئي. ڇڻ هوءَ سموري، دارونءَ ۾ وهنتل هئي.
جڏهن گهڻي دير ڪانپوءِ، راڇو سُرت ۾ آئي ته ڪيس سڀ ڪان
ڀهريائين اهو محسوس ٿيو ته سندس بت تي جيڪو بار هو، اُهو،
هلڪو ٿي چڪو هو. هاڻ هوءَ پنهنجيون ٻانهون، سٿرون، هيڏانهن
هوڏانهن چوري سگهي ٿي. ٿڌي هوا پئي لڳي. سڄي بت جو پگهر
سڪي چڪو هوس. راڇوءَ جي ساه کڻڻ جو آواز، سڄي ڪمري
۾ ڦهليل هو. آهستي آهستي جڏهن ڪيس سڀڪجهه ياد آيو ته سندس
ڌيان سڀ کان پهرئين چولي جي ڦاٽڻ ڏانهن ويو. هن هٿ سان
معلوم ڪيو ته سندس ململ جو چولو، بت تي ڪونه هو، رڳو
ٻانهن ۾ ڦاٽل هو. اونده ۾ ٻه، جڏهن هن جي ذهن ۾ اهو خيال
ويٺو ته هوءَ اُگهاڙي هئي، سندس پيشاني ۽ ڳلن تي خوف ڇانئجڻ
لڳو. رات جي ٽئين پهر جي ٿڌڙي هوا، راڇوءَ جي پيٽ ۽ سيني
جي نرماڻ ۾ ڪتڪتائي ڪري رهي هئي. ڪيس نڙي خشڪ لڳي.

هوءَ آتي ويٺي ۽ هڪڙي پاسي ڪان ڦاٽل چولو ، هن پنهنجي لڱن سان ويڙهيو. هوءَ آتي. پر لڱ سُور سان ڳنڍ ڏڪيس پئي. چولي جي ڦاٽل حصي کي هٿ سان جهلي جڏهن اٿي، ٻه قدم هلي تہ کيس سٿڻ ٻہ ڍري لڳي. بنا ڪنهن سوچ جي هنجا پئي هٿ سٿڻ تائين ويا ۽ آها سؤلي ڪري ٻڌائين. راڇوءَ جي سٿر ۾ ڇڻ ڳنڍ ٽيون پئجي ويون هيون، جي سُور جي گول گول ستن وانگر نهائين مان آيري، سٿرن جي گولائي ڦرندي، گوڏن جي ڍڪڻين تائين تي آيو. راڇوءَ. پاڻيءَ جا ٻہ گلاس پيتا، جيڪي سندس خالي پيٽ ۾ اٿين سموئجي ويا، ڇڻ سندس پيٽ ۾ سڪل چيڪي مٽيءَ جو دڙو هو. راڇوءَ جي بت مان پگهر جي تکي بوُ پئي آئي. پگهر جا تهہ، سندس لڱن جي ذري ذري ۾ سڪي ويا هئا.

هوءَ ماٺ ڪري وري لٽي پئي. ٻنهي هٿن سان وار ڳچيءَ ۽ پيشاني تان هٽائي، هن اکيون پوري ڇڏيون. هوا جي تڌاڻ، راڇوءَ جي بت کي ويتر ساڙو ڪري ڇڏيو، پر سندس ذهن ۾ ڪجهہ دير اڳ جو نظارو صاف صاف بکي پئي آيو. اهو سوچيندي ئي ، هوءَ ڍگها ڍگها ساه کڻڻ لڳي. سندس ڳچيءَ تي پگهر جا ڦڙا تري آيا ، جيڪي هٿ جي پٺ ۽ ٻانهن سان اگهڻ لڳي. راڇو سوچڻ لڳي: ’اهو ڪير تي سگهي ٿو.‘ کيس اها پوري پڪ هئي ، تہ هاڻ هوءَ ڪنهن ٻہ مرد جي لائق نہ هئي. هوءَ ڪاري هئي، جهڙي سندس تقدير. ٻڌن زال جو گهٽ مڙد جو وڌيڪ پئي لڳو. ڍگهي، قداور، نڪ ڦونڊيل، چپ ٿلها. راڇو ڪنواري هوندي ڪائي سوچيو هو. پر جڏهن جمعي سان سندس شادي ٿي کيس اهو ويساه ٿيو تہ هوءَ جمعي جي لاءِ بلڪل ٺيڪ هئي. جمعي ٻہ کيس پانيو هو. هوءَ جمعي جي اٿيي زندگيءَ ۾، روزن جي سختيءَ ڪانپوءِ ڇڻ عيد ٻڻجي آئي. پر جڏهن جمعي ٿي چار سال کيس چڱي طرح لوئي ، اٿين ڦٽو ڪيو ، جيئن خالي بوتل، تہ هنکي پڪ ٿي تہ هاڻ هوءَ پنهنجن ٻارن جي نيپاڄ ۽ جمعي جي ڊبل روٽيءَ جهڙن ٽڪڙن سهڻ لاءِ تمام ڪارگر هئي.

هوءَ اڃا تائين انهن ئي خيالن ۾ ليٽي پئي هئي تہ جمعو آيو. سندس

وات مان شراب جي بوءِ آئي، جيڪا ڪمري جي اونده ۾ راڇوءَ جي لڱن جي پگهر جي بوءِ سان ملي هڪ نئين بوءِ ۾ ڦهلجي ويئي. جمعو بڙ بڙ ڪندو اندر آيو. هٿوراڙيون ڏيئي لالٽين کولي ٻاريائين. ڪمري جي گهٽيل فضا ۾ لالٽين جي جهڪي پيلي روشني ڏڪڻ لڳي. راڇوءَ جي دل ڌڪ ڌڪ ڪري رهي هئي. هن ڳالهايو ڪونه ۽ پاسو ورائي سمهي رهي. جمعو راڇوءَ جي پاسي ورائڻ ڪي نفرت سان ڏسڻ لڳو ۽ اونڌي سونڌي بڪ ڪرڻ لڳو. اوچتو سندس نظر راڇوءَ جي پٺن پرسان پيل چمڪندڙ شيءِ تي وڃي پئي. جمعي غور سان ڏٺو ۽ اکيان وڌي، جهڪي ڪنيائين ته چانديءَ جو رپيو هو. جمعو رپئي کي ڏسڻ لڳو. ايتري ۾ هن وري ڪجهه پيا پيسا به ڪنيا. ٻه آڌيا هڪ پائلي ۽ پنجن جو ويڙهيل نوٽ. جمعي جي اک ڦاٽل چولي تي پئي، جنهن مان ڪاري ماس ۾ چهٽيل، پٺئي جي اڇي چوليءَ جي پٽي ڏسڻ ۾ پئي آئي.

”هي پئسا ڪٿان آيا؟“ جمعي راڇوءَ کان پڇيو.

راڇو بت بڻي، ليٽي ٿي جمعي جي هٿن ۾ پيسن کي تڪڻ لڳي. سندس اکيون ڦاٽل هيون ۽ دل جي رفتار تمام تيز هئي.

”آءٌ چوان ٿو هي پيسا ڪٿان آندا اٿئي؟“

راڇوءَ ورائيو، ”مونکي خبر نه آهي.“

راڇوءَ جو آواز، سندس خالي پيٽ جي کوهه مان پڙاڏي وانگر نڪتو.

”ڪميني، مڙس وڃي ٻاهر ۽ تون....“

جمعي، مٺ، جنهن ۾ پئسا پيڙيل هئا، سا راڇوءَ جي ڳل تي وهائي ڪڍي. راڇوءَ کي ڄڻ وڇونءَ ڏنگيو. هوءَ تڙپي اٿي ويهي رهي. جمعي سندس ڦاٽل چولي کي ڇڪ ڏني ۽ سڄي پٺ جي پٽ ڦاڙي ڦٽي ڪيائين. راڇو ڏڪي ويئي. لالٽين جي جهڪي روشني راڇو جي وڪرن ۽ مضبوط پٺن تي پوڻ لڳي. جمعي انڌ ۾ جوءِ کي ڏاڍو ماريو ۽ چيو: ”ڪسبياڻي. تو منهنجو نڪ ڪپي ڇڏيو. پنهنجي ست جو نه ته گهٽ ۾ گهٽ منهنجي عزت جو خيال ڪرين ها ته

مڙسهين ڪيڏو وڏو نڪ ڪنيو پيو گهمي. زال ذات آهين نه آخر.
”تون ڪتي آهين، هڪڙي مان ڍاپجي نٿي سگهين.“
جمعي وري آلر ڪئي، پر راڇوءَ سندس هٿ جهلي ڇڪ ڏني ته جمعي جو شرابي بدن ٿاٻڙجي ڪرڻ لڳو. جمعي پاڻ سنڀاليو، پر هيٺ ڪري پيو. انهيءَ ڳالهه جمعي کي وڌيڪ باهه ڪيو ۽ راڇوءَ جي ٻت کي چوئڙ وانگر ڇهڻي ويو. راڇوءَ به سندس گهڻا ڌڪ سٺا، پر آخر هڪ به ڌڪ جمعي کي هڻي ڪڍيائين. جمعي جي شرابي ذهن ۾ مردانگي جي باهه ڀڙڪو اٿيو ۽ راڇوءَ جي جسم تي مڙسهنس جي ننهن، نونشن ۽ ڇهنبڙين جا نشان پوڻ لڳا. راڇوءَ جو چولو سمورو ڦاٽي ڇيهون ڇيهون ٿي چڪو هو. آخر جمعو راڇوءَ جي سيني تي چڙهي ويٺو. راڇوءَ جا ٻئي هٿ جمعي جي پيرن هيٺان هئا. جمعو گهڙي گهڙي، جمعي جا ٻئي هٿ راڇوءَ جي ڳچيءَ ڏانهن وڌڻ لڳا_ گوڙ تي ٻار به اٿي ويٺا. ننڍڙي ڌيءَ روئڻ لڳي.
جمعو راڇوءَ کي مارينڊو رهيو. ڪيس پنهنجي عزت جو خيال گهڙي گهڙي سيني ۾ چڻنگ وانگر پئي محسوس ٿيو. جمعي به اهو پڪو پهه ڪري ورتو هو ته راڇوءَ کي ماري، پاڻ ڦاهيءَ تي چڙهندو. اهڙي نڪ ڪٽي هلڻ کان ٻڏ ڻ ڀلو آهي. اوچتو جمعو، راڇوءَ جي آلي بدن تان ترڪي پيو ۽ راڇو سندس مٿان چڙهي ويئي. جمعي راڇوءَ جي وارن ۾ هٿ وڌو. جمعي جي ڇڪ، سندس وار وار ۾ چڻ سئيون چڀي ڇڏيون. راڇوءَ کان ڪيڪ نڪري ويئي. پر اوچتو راڇوءَ جو منهن، جمعي جي منهن سان وڃي ٽڪريو ۽_ راڇوءَ غيرارادي طور جمعي جي نڪ ۾ ڪٽي ڇڪ وڌو. جمعو سڄو ٻيٺو ٿي ويو. راڇوءَ جا ڏند جمعي جي ٿلهي ۽ سيئنر ن واري نڪ ۾ کپي ويا ۽ ٿوري رت سان گڏ سيئرن ۽ موهيڙن مان پوَن به ٻاهر نڪري آئي. جمعو ساڻو ٿي ويو.

صبح جو جمعي ڏٺو ته سندس نڪ تي راڇوءَ جي ڏندن جا ڇهه نشان پيل هئا. ٽي ساڄي پاسي، ٽي کاٻي پاسي ۽_ راڇوءَ

جو متيون بت هڪ رئي سان ويڙهيل هو ، جنهن تي جمعي جي
مار جا نشان هئا. (١٩٦٤)

# رات جا نيڻ

حنا سچو ڏينهن گهر جي ڪم- ڪار ۾ رڌل هئي، آچر جو ڏينهن هو. گهر ۾ سندس ڇهن سالن جي پٽ امجد کانسواءِ بيو ڪير ڪونه هو. امجد به سچو ڏينهن گهر ئي هو. پڙس اِتي ڪونه هو نه ته مارننگ شو ۾ وڃي ها. تنهنڪري اڄ سچو ڏينهن ڪرڪيٽ جي ڪامينٽري پئي ٻڌائين ۽ هر گهڙيءَ ماڻس کي راند کان باخبر پئي ڪيائين،جيڪا ٻئي ڪمري منجهه هئي. ڪمرا ٻئي هڪٻئي سان گڏ هئا. وچ ۾ در هو ۽ ريڊيو جو آواز اتي پهتو پئي،پر ڪيس ماءُ کي ٻڌائڻ ۾ مزو پئي آيو ۽ وري اهو احساس به پئي ٿيس ته آءٌ پاڙي جي ٻين ٻارن وانگر خراب رانديون نٿو ڪريان. حنا سڀ کان پهرئين، نو ڪريا ڻي سان گڏ سڄي گهر جي صفائي ڪئي- ٽي ڪمرا، ورانڊو ۽ ننڍو اڱڻ، هڪڙو ڪمرو سمهڻ جو، جنهن ۾ ڊبل- بيڊ پيل هو ۽ مڙسس جي پلنگ پرسان ننڍڙي لڪڻ جي ميز رکيل هئي. سندس پلنگ کان سيرانديءَ، هڪ ٽپائيءَ تي، ٽي پيئنٽ دوائن جون شيشون ۽ هڪ گلاس رکيل هو. گلاس ۾ پاڻي پيل هو، جنهنکي هن ٻاهر ناليءَ ۾ وڃي هاريو. حنا اڪيليءَ ٽنهين ڪمرن جي فرش کي ڌوتو ۽ سندس نوڪرياڻي ٻاهر ورانڊي ۽ اڱڻ کي ڌوتو. ورانڊو ۽ اڱڻ ڌوئي، نوڪرياڻيءَ ڪونڊين ۾ پاڻي وڌو ۽ پوءِ ٿانو ڌوئڻ لڳي. ٽي ڪونڊيون اڱڻ ۾ ۽ ٻه وارنڊي ۾ رکيل هيون. ٻن ڪونڊين ۾ گلاب هو، هڪ ۾ چنبيلي ۽ باقي ٻن ۾ موتيو. نوڪرياڻيءَ ٿانو ڌوئڻ شروع ڪيا. ٿانو ڪجهه ٽامي جا هئا ۽ باقي چينيءَ جا، جن تان راتوڪو سٽيپ لاهڻ لاءِ هن گرم پاڻي ۽ وم استعمال ڪيو. ٻئي ڪمري ۾ حنا صوفا- سيٽ جي موجوده جڳهه بدلي ڇڏي. پهرين، صوفا سيٽ ڪمري جي اولهه- اُتر ڪنڊ ۾ پيل هو، پر هاڻي اولهه-

ڏڪڻ پاسي هو ۽ باقي ٻه شوڪيس ساڳي جاءِ تي رکيل هئا. درن جا پردا ميرا ٿي چڪا هئا، سي سڀ بدلائي ڇڏيائين. ڪيس هلڪي نيري رنگ جا پردا وٺندا هئا. هلڪي نيري رنگ جون اکيون امجد جون هيون. اهو پاڻ چوندي هئي ۽ سندس مڙس منصور جي پسند جو رنگ به هلڪو نيرو هو. منصور ڪيس گهڻن ڏينهن کان پيو چوندو هو ته گلابي رنگ جا پردا لاهي، نوان ٺهرايل هٽي. هن سوچيو ته رات مهراڻ ايڪسپريس ۾ حيدرآباد ايندو ته ڪيس ڏاڍي خوشي ٿيندي. سندن سمهڻ جي ڪمري ۾ رات جو هلڪي نيري رنگ جو بلب ٻي ٻرندو هو. حنا چاهيو پئي ته هلڪو نيرو رنگ ئي منصور کي گهر اچڻ شرط نظر اچي. نوڪرياڻي ماني کائڻ جي ميز تي، اچي ڪيس ڄاڻ ڪيو. هوءَ سمهڻ واري ڪمري ۾ ليٽي پئي هئي ۽ ڪراچيءَ تان گانا ٻڌي رهي هئي. ٽرانزسٽر سامهون، منصور جي هنڌ تي پيو هو. هوءَ اٿي کائڻ واري ميز تي آئي. امجد به آيو ۽ ٻئي هڪٻئي جي سامهون ويهي کائڻ لڳا. ڪوفتا ۽ مٽرن جي ڀاڄي هئي. حنا گرهه ٻنيو- ماني ٽڪر تي لڳل تلو جي سٽيپ، سندس اچين ۽ گول آڱرين تي پاڻ پيئي ڇڏيو ۽ هن اڇين ۽ گول گول آڱرين ۾ مانيءَ ٽڪر کي ويڙهي سيڙهي، ڪوفتن جي پليٽ ۾ ٻوڙيو ۽ گرهه کي وات تائين آندائين. گرهه سندس وات ۾ هو ۽ چاپا ڏيڻ لڳي. سندس سهڻي نازڪ ڄاڙي هلڻ لڳي ۽ چپ به وٽيا- سٽيا پئي. وات اندر زبان شيطان وانگر حرڪت ڪري رهي هئي ۽ گرهه کي انسان وانگر اٿلائي- پٿلائي رهي هئي. جڏهن گرهه حنا جي نڙيءَ کان هيٺ لٿو ته هن سوچيو ته هاڻ هو خريداريءَ ۾ رڌل هوندا. ٽيڪسي ڇڏي رڪشا ڪندا هوندا ۽ دڪانن تان ڀيا لهندا چڙهندا، سامان خريد ڪندا. امجد ماني گهٽ کاڌي ۽ ڪامينٽري وڏيڪ ٻڌي ۽ جنهن مهل پاڪستان جو اوپننگ بئٽسمين آئوٽ ٿيو ته ماڳهين ماني ڇڏي وڃي ريڊيو وٽ ويٺو. صبح کان ڪو آئوٽ ئي ڪونه ٿيو هو. امجد سوچيو ته هاڻ ڪو به آئوٽ ڪونه ٿيندو. هاڻ هو پاڻ ريڊيو جي پرسان وهندو. حنا ماني کائي، اٿڻ

خاطر، ڪرسيءَ کي تورو پٺتي سيري، ڏاڍي صفائيءَ سان آٿي ۽
ڪمري جي درمان نڪري وراندي ۾ آئي. وراندي ۾ اُس اڌ تائين
پهچي چڪي هئي. هوءَ وراندي مان نڪري، اڱڻ ۾ آئي ۽ اُس
ڪري اکيون ٽوريون پوري ڇڏيائين. اڱڻ جي اولهه- ڏکڻ وٽ،
جتي زرڊ ٿو هو، تنهن سان گڏ لڳل نل وٽ آئي ۽ لڪس صابڻ جي اڇي
چڪيءَ سان پنهي هٿن کي صابڻ هنيائين. هٿ ڌوئي به گرڙيون
ڪيائين- سٽپ لڳل ۽ پور مانيءَ جي ڪجهه ذرڙن سان گرڙيون
نڪتيون. هوءَ اڱڻ اورانگهي وراندي ۾ آئي ۽ وراندي ۾ رکيل
ڪاٺ جي اسٽينڊ تان وڏو اڇو ٽوال کڻي هٿ اگهڻ لڳي. هٿ
اگهي هن چپ اُگهيا ۽ هڪ ڊگهو ساهه کڻي اندر ڪمري ۾ آئي
۽ امجد کي ريڊيو جي پر ۾ ويٺل ڏٺائين. هن مرڪي ڏٺو. امجد
ڏانهس پنهنجيون هلڪيون نيريون اکيون کڻي نهاريو. حنا کي هلڪا
نيرا پردا ياد آيا ۽ منصور ياد آيس، جيڪو حنا سان گڏ صبح جو
ڪراچي ويل هو. هوءَ اڇي سمهڻ واري ڪمري ۾ پيل کابي پاسي
پلنگ تي ليٽي- جنهن تي منصور سمهندو آهي. هوءَ اونڌي ستل
هئي. ريشمي سٿڻ جا پائنچا گوڏن تائين چڙهي آيا- ۽ سندس اڇيون،
گول ۽ ماس سان پريل ٻڪيون جرڪيون پئي. هوءَ اسفنج جي وهاڻي ۾ پئي
ڌونئيون ڪوڙيو سامهون پٽ کي ڏسي رهي هئي. سندس سيني جو
اڀار، نرم ۽ ڦهلجندڙ ماس، اسفنج جي وهاڻي جي ٽيڪ ڪري مٿيرو
ڪجهي آيو ۽ سندس پٺيءَ جو لاهه، ڏشوءَ جي اڌ نئين ڪپڙي ۾ جرڪيو پئي.
حنا سوچڻ لڳي ته منصور ۽ حنا صبح جو نوين سوا نوين ڌاري
ڪراچي ڪينٽ تي پهتا هوندا. اسٽيشن جي ٻن مصيبتن جهڙين
ڏاڪڻين چڙهڻ، لهڻ ۽ سفر جي ٿڪ سبب ڪافي سست هوندا ۽
جڏهن ٽڪيٽ ڏيئي ٻاهر آيا هوندا ته حنا چيو هوندو: ادا آءٌ ته
ٿڪجي پئي آهيان. ته منصور کلي جواب ڏنو هوندس: آءٌ ڪو
لوهه جو ٺهيل آهيان ڇا. توهين ته آخر مرد آهيو. حنا زالن جهڙو
جواب ڏيندي. منصور ته هونئن به زالن جي ڳالهائڻ مان ڪڪ تي
پوندو آهي. آءٌ سچاٽاس تي. هنجو اصول آهي ته زالون جيڪڏهن

گهڻ ڳالهائن تہ الائي ڪيترن ڪمن ۾ مردن کان بازي کڻي وڃن. زالون ٿورو ئي گهٽ آهن. اسپٽنڪ ۾ ويهي پولار مان ٿي آيون آهن. امتحان جا رزلٽ ئي ڏسجن تہ ڇوڪريون پاڻ ڇوڪرن کان وڌيڪ نمبر کڻن ٿيون — خير — اسٽيشن کان ٻاهر اچي ٽئڪسي ڪري، صدر جي ڪنهن ريسٽارنٽ ۾ پهتا هوندا. نيرن تہ هتان بہ ڪري ويا هئا، پر ضرور بک لڳي هوندن. ٽن ڪلاڪن جو سفر آهي، گاڏيءَ جا لوڏا ۽ هڪ هنڌ سڪ ٿي وهڻ، ڏکي ڳالهہ آهي. نيرن ڪري ڪجهہ دير وينا هوندا. منصور تہ هاف-فراءِ بيدا ۽ مکڻ ٽوسٽ کاڌا هوندا. باقي حنا- تنهنجي خبر ناهي. آهي تہ منهنجي سوٽ جي ماسات ۽ ساڻن اچ-وڃ بہ گهڻي آهي. پيئرن جهڙي ڏي-وٺ بہ آهي، پر کائڻ جي معاملي ۾ عجيب آهي. کابہ شيءِ ٻڌل نہ اٿس. جيڪو ملندس سو کائيندي. پر آهي بہ نفاست پسند. سچو ڏينهن چيٺ-ڦوڪ ۾ لڳي پئي هوندي آهي. يلا ڪانوينٽ جي پڙهيل ڇوڪري آهي، اسان کان بہ ٻہ وکون اڳتي. ٺيڪ آهي، پر آهي قربائتي. مصريءَ وانگر مٺي آهي. ڳالهائڻ جي ڏادي فضيلت پري آهي. ڳالهائيندي ڳالهائيندي جيسين پنج ڇهہ اکر انگريزيءَ جا استعمال نہ ڪري، تيسين پنهنجو مطلب نہ سمجهائي سگهي. چوندي ڇا: ياني آءٌ ڇا ڪريان، انگلش وردس يوز نہ ڪريان تہ پوءِ توهانکي مشڪل منهنجو ٽاپڪ سمجهہ ۾ ايندو. پليز مون تان کلو نہ.

حنا کي پنهنجي سوٽ جي ماسات حنا متعلق سوچي کل پئي آئي. نالا ٻنهي جا ساڳيا هئا ۽ هيون بہ پاڻ ۾ ڏاڍيون گهريون. حنا کي حنا انهيءَ ڪري بہ وڻندي هئي، جو هوءَ ڀين وانگر بدتميز يا بي حيا ڪانہ هئي. تمام سلجهيل خيالن جي ڇوڪري هئي. جيتوڻيڪ حنا کيس پنهنجي هم عمر هئڻ ڪري ڇوڪري سمجهندي هئي، پر هوءَ ڇوڪري ڪانہ هئي. سندس شادي اڄ کان پنج سال اڳ ٿي هئي. کيس هڪ ٻار بہ ٿيو، پر مهني کان وڌيڪ دنيا جي ٿڌاڻ ۽ ڪوساڻ کي سهي نہ سگهيو. سندس مڙس بہ ٻہ سال کن ٿيا هڪ

حادثي جي پيٽ تي ويو ۽ هي ٻئي پاڻ ۾ وڏيڪ ڳهريون ٿي ويون. هوندڻ به حنا کي حنا سان دلي قرب هو، جو هن جا مهانڊا سندس ننڍي ڀيڻ تي ڳهڻا هئا.
ڊال ڪلاڪ، جيڪو ڪمري جي اولهه واري ڀت تي لڳل هو، ي ڏڪ هنيا ۽ حنا سنئين ليٽي پيئي، سندس سينو، ڪمري جي ڪيلا ٿيپ ۾ ساهه کڻڻ سان هيٺ مٿي ٿي رهيو هو. اهائي ساڳي رفتار هيٺ- مٿي جي سندس ذهن ۾ هئي. تمام سانت سان ڪلاڪ انهن ڏنا ئين- خريداري ته ٻنهي ڪري ورتي هوندي ۽ پين بجي تائين ڪنهن چڱي ريسٽارنٽ تي، ٻنهي ماني کاڌي هوندي. انهيءَ کان پهرين الفنسٽن اسٽريٽ، بوري بازار، بندر روڊ جا مڙيئي دڪان لتا چڙهيا هوندا. منصور ڪڪ به ڏاڍو ٿيو هوندو. هڪ شيءِ خاطر ڏهه دڪان لهڻ چڙهڻ ته منصور جي چيڙ آهي. بس جنهن دڪان تي چڙهي، اتان سامان خريد ڪري پوءِ لهندو. پر ساڻس به حنا آهي. جنهنجي عادت آهي ته جيسين بازار جا سڀ دڪان ۽ اڳهه نه پڇائي تيسين ڪا شيءِ نه وٺي. منصور ضرور بور ٿيندو هوندو- حنا ڪائڻ لڳي.... ڪنهن تي چيس ته تون ههڙيءَ جزا سان ڪراچي وڃ. هاڻ توبنهه ڪندو ۽ حنا آهي به بڪبڪي. رڳو پئي ڳالهائيندي ۽ منصور هڪ ٻڌي ٻي ڳالهه ٻڌڻ پسند نه ڪندو آهي ۽ ٽين ڳالهه ٻڌڻ کان ته صاف انڪار ڪندو آهي. پنهنجي پنهنجي طبيعت آهي. خير رات جو اچي سچيون ڪندو ته ڪيئن بور ٿيو. سيڪا حنا مون جهڙي ٿورئي هوندي. ضرور حنا بندر روڊ تي ڪڪ ڪيو هوندس. اتي بازارون آهن جام، سنهڙين ڳهٽين جهڙيون بازارون. زالن جا ميڙ. زالن جي ميڙ کان منصور اونهين ونءَ ويندو آهي. الفنسٽن اسٽريٽ تي به بور ٿيو هوندو. حنا جي عادت آهي جيسين اڳهه مان پئسا ڪجهه گهٽ نه ڪرائي، تيسين ڪا شيءِ نه خريدي.... ۽ منصور وري وڏن دڪانن تي، اڳهه جي ڪري ڳهل ڪرڻ کان سخت لهرائي. مونکي ته افسوس پيو ٿئي ته ڏاڍو بور ٿيو هوندو. پر اها سزا ڀل هجيس. وري ته اٿين ڪراچي نه ويندو. حنا کي پيٽس جي ڏاج

لاءِ ساڙهيون ۽ بيا ڪپڙا خريد ڪرڻا هئا، سي هوپاڻ ئي ڪوبندوبست ڪري ها، هنڪي ڪهڙي ڳتي پئي هئي جو ويو. خير هڪڙي ڏينهن جي ڳالهه آهي. پل چڪر هڻي اچي . هتي به گهر ۾ ويٺو هجي ها يا ڪٿي مارننگ شو ۾ وڃي ها. آءٌ به هلي وڃان ها ڪراچي . سٺي تفريح ٿي وڃي ها. پر امان جن اچٽيون آهن. شام جو ايندڍيون . به دفعا پهرين به ٿي ويون آهن، پر آءٌ گهر ڪانه هيس. اڄ به جي ائين ٿي پوي ها ته ڏوراپو ڏينديون.
حنا ڪي پلنگ تي ليٽئي - ليٽئي، ننڊ پئي آئي، جڏهن ڪلاڪ ساڍن ٽن جو ڏ ڪ هنيو ته حنا سوچيو — پڪچر ۾ ويٺا هوندا - منصور هر حالت ۾ پڪچر ۾ ويندو ۽ ڪوشش اها ڪئي هوندئين ته حنا جي خريداري پڪچر جي ٽائيم کان پهرئين ختم ٿي وڃي. پڪچر به ڪلوپيٽرا آهي . ڀلا نه ڏسڻ لاءِ ڪير سوچيندو. تنهنجي معنيٰ هينئر ٻمبينو ۾ ڪلوپيٽرا کي ڏسندا هوندا. حنا فلمن جي تمام گهڻي شوقين آهي. منصور جي ڪري ويٺي هوندي، نه ته دل ته هونديس سچو ڏينهن دڪان تي رُلي. منصور به سڄي ڏينهن جو ٿڪ ٻمبينو جي ايئرڪنڊيشنڊ ماحول ۾پٽيوهوندو. پر هو ڪلوپيٽرا ۾ نوياهوندا، جو آها وڏي فلم آهي . ڪين ستن بجي مهراڻ ايڪسپريس ۾ واپس موٽڻو آهي. ڪلوپيٽرا ساڍي ستين - اٺين ختم ٿيندي. ڪنهن ٻي فلم ۾ ويا هوندا — حنا کي ننڊ اچڻ لڳي.
امان حنيف آئوٽ ٿي ويو. امجد رڙ ڪئي.
حنا کي اها به خبر ڪانه هئي ته حنيف بئٽنگ ڪري رهيو هو يا ڪو ٻيو. ڪيس ننڊ پئي آئي ۽ سمهي رهي.
چار لڳا.
پنج لڳا. حنا جي ماءُ ۽ ياچائي آيون.
ڇهه لڳا.
ست لڳا ته حنا جي ماءُ ۽ ياچائيءَ اٿڻ جي ڪئي جو ڪين اڄ گهر جلدي پهچڻو هو.
اٺ— ساڍا اٺ لڳا ته حنا جي ماءُ ۽ ياچائي جيئن ٽڪڙيون ٽڪڙيون

آيون هيون، ائين ئي تڪڙيون تڪڙيون هليون ويون.
جڏهن نؤ لڳا ته حنا کي اهو سوچڻ جو موقعو مليو ته مهراڻ ايڪسپريس ڪهڙي نه تيز هلندي آهي. باقي منو ڪلاڪ ڪن آهي. پريان تڪجي ايندا. هوءَ اڪيلي اڪيلي ويڳاڻي گهر ۾ گهمي رهي هئي. امجد هوم-ورڪ ڪري سمهي چڪو هو. حنا اڄا رات جو پائي سمهڻ جا ڪپڙا ڪين پاتا هئا. شام جو وهنجي هن وارن کي ڦٽي ڪين ڏني هئي. وار سندس ڪلهن تي پکڙيا پيا هئا. چپن جي ڦارن تي لپ-اسٽڪ جي هلڪي تهه اڄا تازي پئي لڳي. هوءَ سمهڻ واري ڪمري ۾ پلنگ تي ويٺي هئي. منصور يا حنا پڇيو ته چوندس سچو ڏينهن ڪم ڪري ڪري تڪجي پئي آهيان، جو توهانجي اچڻ جو اونو نه هجي ها ته اڄ انين بجي ئي سمهي رهان ها. اصل بت سور پيو ڪري. اهو سوچي حنا آرس موڙي، سڄو بت وڌجي-سنجي ويس. هو اٿي ويٺي. حنا، منصور جي پلنگ پرسان لڳڻ جي تيبل جو خانو کوليو ۽ منجهانس ڊائريون ۽ ٻه-ٽي ليترپئڊ ڪڍي ڏسڻ لڳي. اوچتو سندس نظر هڪ اڌ ۾ رهيل خط تي پئي. لکيل هو— پياري حنا—! حنا اهو پڙهي مرڪي ڏنو. مرڪ سندن چپن تي کيڏڻ لڳي. حنا پلنگ، تي ليٽي پئي ۽ پنهنجي ئي زبان سان ورجائڻ لڳي. حنا— پياري حنا! هن اڪيون پوري چڏيون. هاڻ مهراڻ حيدرآباد جي اسٽيشن تي پهچي ويئي هوندي. منصور ۽ حنا ٻه اسٽيشن کان ٻاهر ايندا ۽ رڪشا ڪري گهر ڏانهن ايندا. ٿوري دير کانپوءِ پر واري مين روڊ تان ٽريفڪ وڌڻ جو آواز اچڻ لڳو. حنا سمجهي ورتو ته اسٽيشن تان ايندڙ گاڏيون موٽرون آهن. هڪڙي رڪشا سندن گهر واري گهٽيءَ ڏانهن مڙي پر اڳيان نڪري ويئي. هڪ بي رڪشا تيز تيز آئي ۽ گهر جي پرسان ئي اچي بيٺي پر ان منجهه منصور ۽ حنا ڪونه هئا. رڪشا ۾ سامهون رهندڙ ڪاڻياوازي هو جو پڻ صبح جو مهراڻ ۾ ڪراچي ويو هو. سو ٻه اچي ويو. الائي چو ڪونه آيا. ڪو حادثو ته ڪونه ٿي پيو. خدايا خير ڪجئين. اڄڪلهه ڪراچيءَ ۾ رڪشا، موٽر ۽ بسون ڪٿن کان گهٽيون ٿي پيون آهن ۽ پيو وري

ڊرائيور اهڙا لا پرواه آهن، ڄڻ جهان ۾ اڪيلا پاڻ آهن. آءٌ ته جڏهن
ڪراچيءَ جي رستن تان لنگهندي آهيان ته ساهه مٺ ۾ هوندو اٿم.
منصور آهي به بي پرواهه. پيو وري هوءَ حنا، سا به ڪا گهٽ ٿورئي
آهي. حياتيءَ جي ڪا ڪاڻ ئي نه آهي. موت ضرور هڪ ڏينهن
ايندو پر حياتي وري ٿوري ملي سگهندي. موت جي هڪ ڏينهن
جو ڊپ ڪونه اٿس، پر حياتيءَ جي وري نه اچڻ تي ڪو ارمان نٿو
ٿئيس. انسان آهي ڇا؟ راڪيٽ وسيلي چنڊ تائين پيو پهچي پر مڇر
چڪ هڻيس ٿو ته سڄو ڏڪيو وڃي. پيئو آهي ته لڪ جو ڪِريو
ته ڪک جو. جيئرو انسان، پاڻکي سيني ڪان مٿاهون سمجهي ٿو ۽
مري ٿو ته ٻين جي ڪلهن جو محتاج ٿيو پوي— نه ته ساڳيو صفائي
مان نه ڊاپجندڙ انسان، پنهنجي ماس ۾ ڪيئان سرندا به نٿو ڏسي
سگهي. حنا کي اونو ٿي پيو الائي ڇو مهراڻ ۾ نه آيا. ڪا اهڙي
وڏي خريداري به ڪرڻي نه هين. اهيئي چار-پنج ساڙهيون ۽ ڪجهه
پيو ڪپڙو ۽ سامان وٺڻو هون. تنهن ڪانسواءِ منصور کي صبح جو
آفيس وڃڻو آهي. هنجي دماغ ۾ طرح طرح جا خيال پئي آيا. هوءَ
هنڌ تان اٿي، هڪڙو چڪر سڄي گهر مان هڻي وري واپس اچي
پنهنجي هنڌ تي ليٽي.
ليٽئي ليٽئي ڪيس گهڻي دير تي ڇڪي هئي ۽ ڪيس اهو احساس
ٿيو ته يارهن به لڳي ويا آهن، سمجهيائين اڄ ڪونه ايندا— ۽ بتي
وسائي وري ليٽي پيئي. ڪمري ۾ اونده هئي. هوءَ پلنگ جي وچ
۾ سخيءَ جي خيرات واري جذبي ڪان ٻه رتيون ڪسر پئي لڳي.
ڪنڌ اسفنج جي وهاڻي تي هوس ۽ سينو ساهه ڏڻ ڪري هيٺ مٿي
ٿيس پئي. ڪمري جي ڀرپور خاموشيءَ ۾ سندس ساهه کڻڻ جي رفتار،
غيرشفاف ماحول ۾ عجيب دل ليائيندڙ موسيقيت ٿهلائي رهي هئي. ڏن
جون اکيون اونده ۾ ڪليل هيون. ڪمري جي اونداهه ۾ سندس نيڻ ٻريا پئي.
ڇو نه آيا؟ اهو هو سوال جيڪو سندس بت جي ذري ذري تي ڇانئجي
چڪو هو. سندس ذهن ۾ هڪ پيو سوال به آيو—منصور جو خط جيڪو
پياري حنا سان شروع ٿئي ٿو، جيڪو هن شام ڪانپوءِ ڏٺو هو، جيڪو

منصور الائي ڪڏهن لکڻ چاهيو ٿي. جيڪو سندس ذهن ۾ هڪ نئين ڳالهه ڪي جنم ڏيئي رهيو هو. هوءَ اهو ٿي سوچڻ لڳي ته پياري حنا ڪير آهي. آهي يا آها جيڪا منصور سان ڪراچي ويئي آهي، پيڻ جي ڏاج لاءِ ڪجهه سامان خريد ڪرڻ. جنهن سان گڏ منصور ڪي اڄ مهراڻ ايڪسپريس ۾ موٽڻو هو — ۽ جنهن سان گڏ منصور ڪراچي ئي ۾ رهجي پيو. مون ڏي خط لکڻ جي ڪهڙي ضرورت؟ پر منصور اهو خط چو لکيو، جيڪو پورو نه ڪري سگهيو. شايد .... تي سگهي تو، منصور جيڪي ڳالهيون حنا سان خط ۾ ڪرڻ چاهيون ٿي، سي اڄ رات ڪراچيءَ ۾ رهائي چوي. تي سگهي تو ته حنا به، ڪيس اهو زور ڏنو هجيس ته رات جو ڪراچيءَ ۾ ئي رهجي. مائٽن وٽ منصور ڪونه ويندو. حنا به ڪيس پنهنجي چاڻ سڃاڻ وارن وٽ ڪانه وٺي ويندي. ضرور ڪنهن هوٽل ۾ رهندا. اڪيلا پاڻ - اڪيلو اڪيلو ڪمرو - اڪيلو شهر. عجب جهڙي ڳالهه آهي ته حنا، منصور کي ڪيئن پنهنجي چار ۾ آندو. مونکي ته چاڻ ئي نه پئي. هوءَ به ته نئين زماني جي نينگر آهي، مردن کي پنهنجو ڪرڻ سندس هڪ اک جو کيل آهي. ويئي ڪهڙي نه ٺهي ٺڪي هئي هتان. پيلا ٽرين ۾ به اهڙي ناٽ سان وچبو آهي. ههڙا چست ڪپڙا سي به ٽشوءَ جا. پيٽ سمورو آرپار ڏسڻ ۾ آيو پئي. پڇيومانس ته هي صبح سان Kiss me چو پئي هٽي. چيائين، ٽرين ۾ هوا لڳڻ ڪري چپ سڪي ٿا وڃن. ها جي چپ سڪي ويس ته پوءِ منصور سندس چپ ڪيئن چمندو؟ ضرور ڪس - مي جي خوشبو ۽ رنگ ڪيس پاڻ ڏانهن ڏيان چڪائيندو. حنا جهڙيون ته آهن ئي مرد - مار عورتون. مرد کي پنهنجي چار ۾ آڻڻ لاءِ، وٽن هزارين حيلا آهن. ڪنواري به نه آهي جو ڪٿي ڇٽجي، پاڻي ڪنواري ڇوڪري آهي ۽ ڪرتوت ڏسوس. نڪو مڙس جيئرو اٿس، جو ڪٿي ائين ڀڙڪ ڪڍجي ته مڙس وسي هڪڙي هنڌ ۽ جوءِ گهمي ٻين سان. آزاد خيال، نه پنهنجي پرواهه، نه زماني جي ڳالهين جو ڪٽڪو. منصور جهڙا ته الائي ڪيترا سندس وڏين وڏين اکين ۽ مرڪ تان اڪن-

چڪن تي چڪا هوندا. بت به پريل، رنگ جي اڇي – بيو ڇا ڪپي منصور ڪي. بت و ر ي ڪهڙو اٿس – جهڙي ڪپوڻ. توري قد جي لائيري هجي ها ته اهڙي لڳي ها جو هرڪو مر چويس ها. پر آهي ڏکهي ، آٽ وانگر. بت به اڃان ڏولائتو آهيس.
حنا جي ذهن ۾ خيال ڪباب جي شيخن وانگر ڦريا پئي. هرڪو خيال ساڙ جي سيڪ ۾ ٻاڦ بنجيو سند س ذهن جي مٿاڇري تي تري رهيو هو. هوءَ پلنگ تي پاسا بدلائڻ لڳي. ميٽني شو مان نڪري ضرور ڪٿي گهمڻ ويا هوندا – ڪلفٽن يا ....؟ هٿ هٿ ۾ ڏيئي ٽئڪسي جي پئين سيٽ تي پاڻ ۾ لڳي وينا هوندا ۽ تمام آهستي آهستي ڳالهيون ڪندا هوندا. ٻنهي جو ڳالهائيندي مرڪڻ ۽ مرڪندي هڪٻئي جي هٿ کي زور ڏيڻ. ٽئڪسي وارو سڄو تماشو پيو ڏسندو. اهڙين ڳالهين جا ڏاڍا هوشيار آهن. ضرور سمجهي ويو هوندو ته هي هن ڇوڪريءَ کي ڦلسائي وٺي آيو آهي ۽ ڇوڪريءَ بابت سندس دل ۾ ڪهڙو رايو هوندو؟ اهو ئي رايو، جيڪو عام طور تي سوچيل سمجهيل ۽ نهڪيل آهي. ٻڌڻ جو هنڌ آهي. وچ ۾ منصور جي بيعزتي تي، خير منصور خان به خوش هوندو ته مفت جي ڇوڪري ملي. آخر آهي هو به مرد. زال جي ريجهائڻ ۾ ڪيئن نه ايندو. ڪلفٽن تي، اڇوڪي پڪچر تي پنهنجي پنهنجي پسند جو اظهار ڪندا ۽ – شايد پنهنجي انهيءَ محبت جو اظهار به ڪندا جيڪا هڪٻئي جي دل ۾ سانڍيل هوندي. ’تنهنجين الائي ڪيترين ڳالهين جا نشان منهنجي دل تي چٽيل آهن.‘ – منصور جو پيٽينٽ جملو. حنا اهو ٻڌي ٽڙي پوندي ۽ اڃا وڌيڪ سائس گڏ ٿي هلندي، جيئن ٻنهي جا بت هڪٻئي کي ڇهندا هلن – پوءِ هونديون ڳالهيون – اکٽ – ساموندي ڇوليون، آسمان، تارا – چنڊ، رونق ۽ خاموشي. رات ضرور ڪنهن هوٽل ۾ رهندا. بيو ڪيڏانهن ويندا. پاڻکي زال مڙس ظاهر ڪيو هونداٺون. هڪ ئي ڪمري جي اڪيلي فضا ۾ جڏهن آيا هوندا ۽ ٻنهي جون نظرون ملنديون ته سپ ڪان پهرين هڪٻئي ڏانهن ڇڪجي آيا هوندا. هڪٻئي جي ڀاڪر ۾، جنهن لاءِ

ڪيتري عرصي کان ڪين آرزو هوندي. شايد انهيءَ خط کان به اڳ
جي آرزو هوندي. منصور حنا جا چپ چميا هوندا. اُهي چپ جيڪي
خشڪ هوا کان بچائڻ لاءِ حنا صبح کان تازا رکڻ جي ڪوشش ۾
هئي. جڏهن حنا جي بت سان گڏ منصور کي سندس چپ چمڻ لاءِ
مليا هوندا ته هو ضرور سوچيندو هوندو ته اڄ ڪيترو نه خوش نصيب
آهي. بدنصيب ته آءٌ آهيان جو ٻنهي سان گڏجي نه ويس ـــ تنهن
هوندي به اشارن ۾ ته ضرور ڳالهائڻ ها. سچي رات سمهندا ڪونه.
صبح جو ايندا ته خبر پئجي ويندي. اکين ۾ اوجاڳو هوندو سڄي
رات جو. رات سموري ڳالهيون ڪندا ـ هڪ ٻئي هنڌ تي ليٽي.
هڪٻئي جي پر ۾، حنا کي به ڪيترن ورهين کانپوءِ مرد جي قربت
ملي هوندي. ڏاڍو جوش هوندس ـــ ۽ منصور خوش. پر حنا جهڙيون
زالون اهڙيون آهن ٻئي ڪونه جو پيون پنهنجي روح کي سڪائن.
رڳو ڪنهن ڏانهن اک کڻي نهارڻ جي دير اٿن. الائي ڪيترا منصور
مارجي وڃن. پر منصور حنا کي الائي ڇا سمجهندو هوندو.
حنا خيالن ٻئي ۾ پچرڻ لڳي. بت جي مشڪ مشڪ ۾ رت جي گردش
تيز ٿي ويس. نڪ مان زور زور سان ساهه کڻڻ لڳي. پيشاني آلي
ٿي چڪي هيس. ٻنهي ڇاتين جي وچ ۾ ڪيس ائين پئي لڳو چڻ
ڪا شيءِ اٽڪي پئي آهي. دل جي دڪ دڪ ڪيس لهسيو پئي ۽
اها لهس ڳچيءَ ۽ منهن تان ورندي سندس ذهن تي ڇانئبي پئي
ويئي. ڪيس هر گذرندڙ گهڙي پهاڄ پئي لڳي. وس پڇيس ها ته
وقت کي شام تائين پنيان ڌڪي ڇڏي ها. سندس خيال ۾ شام تائين
منصور ڪو گناهه ڪونه ڪيو هوندو ـــ هينئر ڇا ڪندا هوندا؟
اهو سوال حنا جي ذهن ۽ بت کي عذاب پهچائي رهيو هو. سوچڻ
لڳي قيامت ۾ انهيءَ کان به وڏيڪ عذاب هوندو ڇا. ڪيس بت تي
ائين پئي محسوس ٿيو چڻ منگهڻ سرن پيا. هن سٿرن ۽ پيٽ تي
ڪنهي ڪنهي ڳاڙها نشان وجهي ڇڏيا هئا. هن پر وارو ٽيبل ليمپ
ٻاريو ۽ سٿڻ جو هڪڙو پائنچو سٿر تائين ڪنيو، جت ماس جي
چو ڌاري هلڪي گلابي اڇاڻ جي وچ ۾ حنا ڪنهي ڪنهي ڳاڙهو

نشان بنائي ڇڏيو هو. پنهنجي پريل ستر جي جواڻ- جماڻ گوشت ۾ رت جو ڇميل ڳاڙهو نشان ڏسي ڪيس حنا جا ڇپ ياد پيا. ڇپ- جيڪي هو ۽ صبح سان ڪس- مي سان ڳاڙها ڪري ويئي هئي. جنڪي هو ۽ ٿرين ۾ ايندڙ هوا جي خشڪي ۽ ڪان بچائي رهي هئي.
جيڪي رات جو منصور کي آڇيندي. حنا ٽيبل ليمپ وسائي ڇڏيو ۽ هڪ ڊگهو ۽ ٿڌو ساهه کنيو. ساهه ڪڻڻ سان ئي گهڙي ۽ ڪن لاءِ سڄي ڏ ڪي ويئي. سندس جسم جي مشڪ مشڪ ڊ نل سهي وانگر حسلس هئي. هو ۽ ستر کي اجا بہ ڪنهڻ لڳي- ڄڻ ڪس- مي جي سموري ڳاڙهاڻ حنا جي ڇپن تان ڪرچي لاهي ٿي ڇڏيائين.
حنا کي الائي ڪيڏي مهل ننڊ آئي. جيترو وقت بہ ننڊ آيس عجيب خواب پئي ڏٺائين. هڪ خواب ۾ ائين محسوس ڪيائين ڄڻ پاڻ مرد آهي ۽ حنا کي پنهنجي پاڪر ۾ ظالم محبت جي انداز ۾ پيار ڪري ٿي ۽ يڪدم حنا جي ڪس- مي سان رڱيل لبن کي چمندي چمندي، چباڙي ڪائي وجي ٿي — ۽ ٿوري دير ڪانپوءِ وري ڏٺائين تہ حنا ڏاڍو نهيو- نڪيو بيٺي آهي پر منهن ۾ ڇپ اٿس ئي ڪونہ- ۽ اهو ڏسي سوچي ٿي تہ هن جون اکيون ڏاڍيون ڪشش واريون آهن....
صبح جو ننڊ مان جلدي آئي. امجد اسڪول و يو هليو. هو ۽ وري نوڪرياڻي ۽ سان گهر جي صفائي ۽ ۾ لڳي ويئي. پر هاڻ ڪجهہ بہ نہ پئي سو چيائين — سواءِ انهي ۽ ڪان تہ الائي هينئر ڪٿي هوندا. ٻنپهرن لاءِ هن ٻن ماڻهن جي وڏيڪ ماني ڪئي. بہ ماڻهو — حنا ۽ منصور. کيس الائي ڇو اهو ويچار پئي ٿيو تہ ٻنپهرن تائين ضرور اچي نڪرندا.
ٻنپهرن جي ماني ۽ تي حنا ۽ منصور پهچي ويا. ٻنپهرن جي ماني ٿوري ٿي پئي، جو منصور جي پڪي ۽ سندس ٻارهن سالن جو پٽ ٻئي ڪراچي ۽ کان ساڻ آيا هئا. هن ٻنهي جي منهن کي ڏسي اهو سمجهيو تہ ڏاڍا ٿڪل آهن. منصور کي ٻک بہ گهڻي لڳي هئي، سو ماني ۽ کي لڳي و يو. حنا سوچيو: ڪمال آهي منصور جو پيٽ اجا بہ خالي آهي. کيس حنا جي چهري تي اڳ ڪان وڌيڪ رونق نظر آئي پئي. هو ۽

پهرئين وانگر ڪلي ڪانه پئي، پر ڳالهه ڳالهه تي مرڪي پئي. منصور ماني ڪائي جلدي آفيس ڏانهن ڀڳو. هاڻ هي ٻئي ڇٽيون رهجي ويون ـ ۽ ڀڦي ۽ ننيڙو اختر. ماني ڪائي، هوءَ، حنا جي خريداري ڏسڻ لڳي. چار ساڙهيون ۽ ٻيو سامان. ڪنوار جي ڳاڙهي ساڙهي حنا کي وڻي. حنا ۽ منصور چيو هو: رکو هن ساڙهيءَ خاطر رات رهڻي پئي نه ته ڪالهه ئي آياسين پئي، پر دڪاندار چيو ته صبح جو سويل ئي توهانکي هيءَ ساڙهي پهچائينداس. حنا سوچيو ساڙهي واقعي رات رهي ونڻ جهڙي آهي. ٻيو وري ڀڦيءَ کي به حيدرآباد اچڻو هو جنهن ڀڻ منصور کي روڪيو. حنا سوچيو: ڏاڍو چڱو ٿيو جو ڀڦي به آئي. الاهي ڏينهن ٿيا هئا ساڻس مليئي. پوءِ جلدي ئي حنا سامان کڻائي پنهنجي گهر ڏانهن رواني ٿي.
رات جو منصور ۽ حنا ٻئي پنهنجي پنهنجي پلنگ تي ليٽيل هئا. حنا کان ڪلهوڪي رات شايد وسري وئي. منصور مٿي ڇت ڏانهن نهاريندي چيو: خدا تعاليٰ زالن کي الائي ڪهڙي مٽيءَ مان جوڙيو آهي؟
ڇو ـــ؟ حنا ڏانهنس پاسو ورائيندي پڇيو.
هزار ـ ڏيڍ جي سودي لاءِ سو دڪان لهڻ چڙهڻ ڪا شرافت آهي. شهر جي هڪ هڪ دڪان تي لٿا ۽ چڙهيا آهيون. آءٌ ته اهڙو ڦانس اچي جو دل ئي دل ۾ پئي چيم ته الائي ڪهڙن گناهن جي سزا پئي مليم. ٻنپهرن جو ته ....
حنا هلڪو ٽهڪ ڏنو. سندس ٽهڪ ڪمري جي هلڪي نيري روشني ۾ ڳري ويو. ماسيءَ به سويل ٻڌايو پئي ته ڪيس ڦاسائي حنا سان گڏ بازار موڪلي ڇڏيو ۽ پاڻ ڏاڍو آرام ڪيو.
منهنجي وس ۾ هجي ها ته پيڇي اچان ها. منصور چيو، اهڙو بور آءٌ پنهنجي لائف ۾ نه ٿيس.
ڀلا ڪڏهن وائف مان بور ٿئين.... حنا ايترو چهو ۽ ٻنهي کلي ڏنو.
حنا ٿورو سري، منصور جي سيني تي پنهنجو مٿو رکيو. منصور سندس وارن ۾ آڱريون سان ڦٽي ڏيڻ لڳو.

هتي ڪئپيٽل مارڪيٽ ۾ نہ....
حنا منصور جي ڇپن تي پنهنجو هٿ رکي ڇڏيو ۽ ڪيس ڳالهائڻ نہ ڏنائين. هوءَ ٿوري دير تائين منصور جي ڇاتيءَ تي هٿ ڦيريندي رهي ۽ پوءِ چيائين: مونکي سڀ خبر آهي. مونکي تنهنجي طبيعت جي بہ خبر آهي — پر ڪڏهن ڪنهن تي احسان ڪبو آهي تہ پوءِ اُئين گهڙيءَ گهڙيءَ بور تيئن جو ذڪر نہ ڪبو آهي. اهو ڇڱو نہ آهي. حنا تمام سٺي آهي، پر اهو گهڻي ڳالهائڻ جو مرض اٿس ۽ پيو.... آخر آهي تہ هوءَ زال — ڪا خامي هن ۾ هوندي ۽ ڪا مون ۾....
منصور حنا جو منهن مٿي ڪنيو ۽ تمام سڪ وچان سندس نيڻن ۾ نهاريائين. حنا اکيون جهڪائي ڇڏيون ۽ پيار جي اڻ-لکي تازي تازي مرڪ سندس جهڪيل پنبڻين تان ترڪي، جيڪا ڇپن جهڙتي ورتي. منصور جهڪي حنا جي پيشانيءَ تي پنهنجا چپ رکيا — ۽ مرڪ سندس ڇپن جي ڪنڌن مان نڪتي ۽ ڳلن تي وري آئي — مرڪ، روشني جهڙي مرڪ! (١٩٦٦)

# دل جا ڪيئي رنگ آهن

ڏينهن شروع ٿئي ٿو. سج جا نستا ۽ لڇايل ڪرڻا، شهر مٿان ننڍڙن ٻارن جي ٻڪ وانگر ڦهلجي وڃن ٿا. شهر جي ڪيترن ئي گهرن مان، سرڪاري آفيسن ۾ ڪم ڪندڙ، ڪوه ندا جي سڏ وانگر، نڪرن ٿا. شهر ڪان پرپرو آفيس جي شاهي، ٽماڙ بلڊنگ اڳيان، موٽرون، جيپون بيهن ٿيون. ڪي لهن ٿا ۽ ڪپڙن جي سرن کي ٺيڪ ڪندي، آفيس جي در ڏانهن رخ ڪن ٿا. ڪي بسون، ٻاهر رستي جي وهڪ جي پاسي ۾ بيهن ٿيون. آهستي آهستي ٽانگا ۽ پوءِ رڪشا به ايندا رهن ٿا— ۽ مون- جهڙا ڪيترائي، صبح جي سنڌوءَ طرفان ايندڙ البيلي هوا ۾ وارن جي سنوار کي بچائيندا، رستو مٿين ٿا- ۽ بلڪل سامهون رستي جي ٻئي پر، باغ جي در وٽ، رستي جي آرپار وهندڙ، واڌو واهه جي اترئين پاسي ٺهيل دڪي تي جمن ويٺو آهي. هو روز ائين ئي وهندو آهي. سنڌس پرسان، اسانجي آفيس جي ڇهن آفيسرن جون موٽرون لنگهن ٿيو ن ، جن مان ٻن کي سلام ڪري ٿو ۽ باقي ڇئن کي، سنڌس ڇوڻ مطابق پنهنجي آڱوٺي تي چاڙهي ٿو. پيادل ايندڙ ڪلارڪن ۽ هيڊ ڪلارڪن مان اڌ کان وڌيڪ کي مشڪي، مڇن کي وٽيندي، سلام ڪري ٿو ۽ ٻين لاءِ ڄڻ غير حاضر آهي ۽ جيڪڏهن انهن مان ڪو سڏيس ته چوند: آءٌ نوڪر سرڪار سڳوري آفيس ۾ اندر. ٻاهر تون به آءٌ تي سگهان ٿو ۽ آءٌ به تون تي سگهين ٿو. آءٌ روز ساڍي ستين بجي اتان لنگهان ٿو ۽ هو روز مونسان گڏ آفيس ۾ هلي ٿو. مون سان پوندي ٿس. مون سان ائين ڳالهائيندو آهي ڄڻ منهنجو پڳ مٽ يار هجي. آءٌ کيس ڏسي، ٿوري گنڀيرتا سان (ڪلارڪن واري) مشڪي مشڪي ۽ قلمن کي نهايت ٿوري ٿوري ڪٽي هلان ٿو. هو مونکان هڪ وک پٺتي ئي هلي ٿو. جڏهن هڪ ڏينهن ريزڪي موڪل تي

هوندو آهي تہ ہٹي ڏينهن مونکان هڪ وک اڳتي هلندو آهي ۽ آءٌ
ڪائونس لهرائيندو آهيان. چوندو: 'سائين مغل صاحب! رات ڪان،
پهرئين رات ڏاڍو پيتم. دل ۾ سينو دهل وانگر وڃڻ پيا. منهنجي
موڪل منظور ٿي.' آءٌ ڪيس دلداري ڏيندو، آفيس ٿائين وني اچان ٿو.
جمن، بت جو سنهو، ڊگهو ۽ رنگ جو سانورو آهي. سندس منهن،
ڳچي، ٺونٺ ٿائين ٻانهون ۽ پير تئي جهڙا ڪارا آهن ۽ باقي بت
اچا بہ سانورو اٿس. پر دل ۾ رت جو ڪو تلاءُ چليس پيو. اهڙو رت
بہ ڪنهن ڪنهن کي نصيب ٿئي. مڇون ڇڳيون وڏيون ۽ وٽڻ جهڙيون
اٿس جن کي جان ڪان عزيز سمجهي ٿو. وڏن ۽ ڪامياب ماڻهن وانگر
روز ڏاڙهي لاهي. وار ڪڏهن بہ اٿيا نہ هوندس. ڏونگهين جي تيل
جو سٽپ سندس اچڻ ۽ ڪارن وارن ۾ چلڪندو رهندو آهي. ڪڏهن
ڪارن چپن جي مرڪ مٿان مڇون بہ چلڪائي ايندو آهي. ڪپڙا
ڌوئيندو گهر ۾ آهي، پر ميرو ڪپڙو سندس لڳن تي ڪونہ ڏٺو اٿم.
سندس هلت چلت مان ائين لڳندو ڄڻ واقعي ڪو 'جيئرو انسان'
آهي. سندس هر ڪم ۾ زندگيءَ جون لهرون نظر ايندیون هيون ۽
لهر لهر ۾ مستي. شروعاتي عرصو مون ائين سمجهيو ڄڻ جمن جي
بت ٽوڙي ذهن ۾ ڪا اهڙي ڳالهہ نہ آهي، جنهن تي ڌيان ڏيئي
سگهجي. پر آهستي آهستي محسوس ڪريان پيو تہ جمن جي شخصيت
عجيب آهي. هن جي حياتيءَ جي هر گهڙي، هڪ ڪهاڻي کي جنم
ڏيئي سگهي ٿي. هي رکو جنهن خود اعتماديءَ سان هر ڳالهہ فيصلہ
ڪن انداز ۾ ڪري ٿو سائي ڪنهن لکندڙ جي ذهن کي ڌونڌاڙي
ڇڏي.
ڪجهہ مهنن گذرڻ ڪانپوءِ، جمن مون سان گهرو ٿي ويو. هڪ اسان
جي برانچ جو پٽيوالو ۽ بيو منهنجي دلچسپي، سو هو پنهنجي هر
ڳالهہ ائين کولي منهنجي اڳيان رکي ڇڏيندو هو ڄڻ پنهنجي دل
کي چريءَ سان ڪپي، ڳترا ڳترا ڪري بيو. ڳالهائيندي وقت
اکيون پوريون کليل هونديون هئس. ۽ نرڙ تي بہ ٽي گهنج، نڪ
ڦونبجي ۽ نڙيءَ جون نسون پرجي ايندیو هيون. پيئندو جام هو.

پاڻ مجندو بہ هو. ڪڏهن ڪڏهن پي آفيس ختم ٿيڻ کانپوءِ مونوٽ ايندو هو. آءٌ گھڻو ڪري، آفيس جي وقت کانپوءِ بہ آفيس ۾ ويٺو هوندو آهيان.

اڄين ئي هڪ دفعي آيو. گوڏ پٽي هيس. گنجي ۽ مٿان سوٽي ڪوٽ ۽ ڪوٽ جي اندرئين کيسي ۾ هڪ وڏو چاقو پيو هوس. انهيءَ حالت ۾ ڪيترائي ڀيرا مونوٽ آيو هو. پر انهيءَ حالت ۾ جڏهن ڪلندو هو تہ پوءِ ٻڌندڙ کي جگر کپي جو سندس ڳالهيون ٻڌي سگهي.

چوندو هو....

'.... اڄ مون جام پيتو آهي. پر مون جڏهن بہ پيتو آهي تہ دل ڀري پيتو آهي. پيئڻ مون لاءِ ڪا وڏي ڳالهہ نہ آهي. توکي تہ پنهنجي باري ۾ اڳ ئي ڄاڻ آهي تہ آءٌ جيڪي ڪندو آهيان سو ڀرپور ڪندو آهيان. ٻيلا هڪ ٻن پيگن مان بہ ڪڏهن ڪو پيٽ ڀريو. توکي خبر نہ آهي. جڏهن شراب هتي چڙهي ٿو تہ انسان جي دماغ ۾ شينهن جي گجگوڙ ٻڌڻ ۾ ايندي آهي. ڇا چيو مون؟ شينهن! گدڙ نہ، گدڙ تہ تو گھڻا ڏٺا هوندا. ڇو تہ آءٌ توکي انهن جا نالا بہ ٻڌايان. اهڙا گدڙ پنهنجي آفيس ۾ بہ آهن. هو سڀ مونکان ڊڄن ٿا. مونکان! اهو تہ تون بہ ڏسين ٿو تہ آءٌ بت جو سگهو بہ نہ آهيان. اهوئي ڀڃري جهڙو بت اٿم، جنهن ۾ انسان جهڙو پکي قيد آهي. پر مونکان سڀ ڊڄندا آهن. مونکان ڪلارڪ پاسو ڪندا آهن پر صاحب وري ڇرڪندا آهن. ڪين خبر آهي تہ آءٌ بکڙندو آهيان تہ پوءِ اهو ڪونہ ڏسندو آهيان تہ صاحب جي پيڻ يا ڏيءُ، گارين جي لائق بہ آهي يا نہ — پر يار هي جي انسان ويٺا آهن. جدا جدا سينگاريل ڪمرن ۾، جنکي پاڻ - جهڙا ور ور ڪريو پيا سلام ڪن، سي وقت سر پنهنجي ٻيءَ کي بہ ڪونہ ڇڏين. آءٌ رستي تي بيهي سندن پيٽن، ڏين ۽ جوين کي بي نقاب ڪندو آهيان. هو منهنجي هڪ ٻن بوتل جي نشي کان خوف کائيندا آهن. هونئن کائين تہ ويچارن غريبن جا جگر ٿا. سندن خيال ۾ آءٌ هڪ چمات جو خرچ بہ نہ آهيان. الائي ڇا ٿا سمجهن پاڻ کي آءٌ ايترو خطرناڪ آهيان جو ڪين مونکان جان ڇڏائڻ بہ اوکي ٿي

پوندي. پر يار آفيس ۾ هو منهنجي وس کان ٻاهر آهن ڇو جو هو سرڪار مائي باپ ٻاران ڪرسي تي ويٺل آهن. منهنجي نوڪري وڃائيندي دير نه ڪن. ڀلا هڪ پٽيوالو سندن نظرن ۾ شي ء ئي ڪهڙي آهي. پر تون منهنجي طبيعت سڃاڻين ٿو ته پٽيوالو ضرور آهيان پر لعنت جو پٽو ڳچيء ۾ ڪونه پيل اٿم. تون ڪلين پيو! خدا جو قسم آءٌ نشي ۾ آهيان پر ايترو نه. توسان ڪهڙو ڪوڙ ڳالهايان. راتوڪو خمار اٿم- پر هي ڳالهيون منهنجي اندر کي ڪپي جان کي جلائي پيون نڪرن. نشي لهڻ کانپوء، گارين ڏيڻ جي ٻئي ڏينهن صبح جو، آءٌ ڪرسي تي ويٺل صاحبن جي پيرن ۾هوندو آهيان. هو منهنجا مائي- باپ هوندا آهن. مونکي خبر آهي ته هو منهنجي نوڪري وڃائي ڇڏيندا. منهنجي خلاف پوليس ۾ رپورٽ ڪري سگهن ٿا. اها توکي خبر آهي ته پندرهن سالن جي سروس ڪري، آءٌ ڳالهائڻ جو اهڙو استاد ٿي ويو آهيان جو هر موقعي، اهڙيون اهڙيون ڳالهيون ڪندو آهيان جو اڳلو سمجهي ته آءٌ بلڪل صحيح آهيان. تنهن مهل، خادم به آءٌ هوندو آهيان، غلام به آءٌ نسورو نوڪر به آءٌ- ۽ پيو به الاتي ڇا ڇا!'

هڪڙي ڏينهن چيائين: 'مغل صاحب، منهنجي آڪاٽي جو ڪتاب لکو.' مون ڪلي ڏنو. چوڻ لڳو، 'لکندين ته مزو ٿيندو. جيڪو پڙهندو ته چوندو وڏو حرامي آهي. پر ڪين خبر هوندي جو انسان کي سيڪا خبر پوي ٿي. دنيا ۾ سڀ ڪنهن نه ڪنهن ڳالهه ۾ حرامي آهن. تون منهنجي ڳالهه کي ٻئي مطب ۾ نه وٺجائين.منهنجي زندگي ۾ ڪيترائي موقعا اهڙا اچن ٿا، جنهن وقت منهنجي چم جي زبان رڪ جي ڇري تي پوندي آهي. آءٌ پنهنجي پيءُ کي به منهن تي چوڻ وارو آهيان. پر ڪڏهن ڪڏهن هوش جي حالت ۾ موقعي جي نزاڪت ڏسي، سور ٻي ويندو آهيان. آءٌ پنهنجي سڄي زندگيء ۾ ڪنهن سان ڪونه نهيو آهيان. هيء زندگي آهي آزادي. ڪنهن جي پابندي سهڻ کان بهتر آهي ته انسان آپگهات ڪري. مائٽن سان سدائين تڪرار هليو اچي. مائٽن سان ذهني هلڻ معنيٰ سندن غلامي

چار دفعا شاديءَ لاءِ به چيو اٿن. هڪ ته مائٽ شادي ڪرائن، سندس احسان، پيو زال جو ڳٽ ڳچيءَ ۾. يعني جنم ٽيپ سخت پورهئي سان. تون چوندين شايد مون انهيءَ خاطر شادي نه ڪئي. هينئر منهنجي عمر چاليهه-پنجيتاليهه ضرور هوندي. شاديءَ جي ضرورت ڪهڙي. آءٌ ته چوان ٿو جيڪڏهن مونکي ڪنهن عورت جي گهرج محسوس ٿئي ٿي ته نهايت سولائي سان فسڪلاس زال، پنجين روپئي مليو وڃي. هميشه اها شيءِ گهر ۾ يا گودامن ۾ محفوظ ڪبي آهي، جيڪا اڻ-لڀ هجي يا ايندڙ وقت ۾ ان جي ڪوٽ محسوس ٿئي. سائين جڏهن ڪير بازار مان ملي پيو ته گهر ۾ مينهن پالڻ جو ڪتراڪ چو ڪريان. هرويرو ڪواٽر ۾ گند لايو ويٺي هجي. تنهن ڪانسواءِ جيترو مرد دل جو ڪارو آهي، زال تنهنکان به رتيون ڪسر آهي. خدا جو قسم ڪٿي چوان ٿو، مغل صاحب ته مون اهڙيون زالون ڏٺيون آهن جيڪي ٻور جهلين هڪڙن مان ۽ ميوو ڏين ٻين کي. مون به هي وار آس ۾ اڇا نه ڪيا آهن. دنيا کي چڱيءَ طرح ڏٺو اٿم. نيڪيءَ جا قاعدا به ڪن خاص موقعن تائين لاڳو آهن. پلا مرد، هر زال جي ڪشش ڏسي، انجي قربت لاءِ سوچي ٿو ته، پوءِ زال ڪانه سوچيندي هوندي. صحيح ڳالهه ته اها آهي جو مون ڪڏهن به ڪنهن زال سان زال جي حيثيت ۾ قربت ڪانه ڪئي آهي. اسان ٻنهي ۾ هڪ سودو ٿيندو آهي. هنکي پيسن جي ضرورت هوندي آهي ۽ مونکي پنهنجي ضرورت، ۽ سودي ۾ ته ماڻهو لکي جو نڪر به نٽرڪائي وٺي ٿو-آءٌ ته پنج رپيا، ڏيندو آهيان. جيڪي سرڪار مونکي منهنجي اڍائي ڏينهن جي پورهئي جي عيوض ڏيئي ٿي. سرڪار به سمجهندي ته مونکي سٺ-پنجهٺ رپيا ڏيئي ڪو وڏو احسان ڪري ٿي. اهڙا رپيا ته هن تريءَ تي هيئن ايندا آهن ۽ هيئن ويندا آهن. ڪالهه به چڪي ۾ هڪ ٺي داءِ سان ڏيڍ سؤ مليم-۽ هن وقت کيسي ۾ سٺ پنجهتر ڪن هوندا. فلم هلندين. هل ته فلم ۾ هلون!'

'يار! اڄ منهنجي دل چوي ٿي ته پيان ۽ ايترو پيان، جيترو سڄي

دنيا ۾ شراب هجي. اهو ته مون تي ظلم آهي جو پيو مهنو پيو لنگهي پر چڪو به اڪئين ڪونه ڏنو اٿم. توکي الائي خبر به آهي يا نه پر ڪالونيءَ وارن کي خبر آهي ته آءٌ پهرين تاريخ بي ايندو آهيان. هو دروازا چڱي طرح بند ڪري سمهندا آهن. انهيءَ ڪري جو پين ڪان پوءِ منهنجي وات مان سچائيءَ جي بو ايندي آهي. ماڻهو شراب جي بو برداشت ڪري سگهن ٿا پر سچ جي مچ ڪان ڊڄن ٿا. منهنجي سيني جي پورن هڏن جي صندوق جو تالو، انهيءَ ڏينهن ٿي ڪلندو آهي. جيڪي سو قيد هوندو آهي سو ٻاهر نڪري ايندو آهي. انسان ڇو پاڻ کي قيد رکي. انسان پکين کان به متي اڏامي سگهي ٿو. آءٌ هوائي جهازن جي ڳالهه ڪونه ٿو ڪريان .... تون يار ويٺو آهين، ٻڌاڪ نٿو هٽان پر آفيس جا ڪلارڪ هر پين تاريخ، صبح جو ايندي شرط، حاضريءَ جي رجسٽر ۾ منهنجي نالي اڳيان ريزڪي–موڪل جو نشان هڻندا آهن. اها منهنجي نڪ آهي، جنهن ڏينهن پگهار ملي تنهنجي پٺي ڏينهن موڪل. گذريل اٺن نون سالن جا حاضري جا رجسٽر ڪٽي ڏسندين ته خبر پئجي ويندي. پهرئين تاريخ جو پيئندو آهيان ۽ سڄي رات هيڏانهن هوڏانهن چڪر ڪاٽيندو آهيان ۽ انهن انسانن جي تلاش ۾ هوندو آهيان جن مونکي تپايو آهي. تون ڏسندو آهين ته ڪوٽ مونکي اڪثر پيو هوندو آهي–سو چاقو انهيءَ جي اندرئين کيسي ۾ پيو هوندو آهي. جڏهن نشي کان آجو ٿيندو آهيان ته انهيءَ سوئر کان ڊپ به لڳندو اٿم. هينئر به منهنجي ڪواٽر جي جاري تي رکيو هوندو. انهيءَ چاقوءَ سان منهنجو سر لڳي. نندي هوندي کان گڏ اٿم. هڪ پيري ته ڪيس چيو به هوم ته يار ملائڪن جا هٿ الائي ڪهڙا هجن، تون ٿي مون کي دنيا جي دو رنگين مان آزاد ڪجانءِ. اصل ۾ اهو چاقو منهنجي پيءَ جو آهي. جڏهن پاڪستان هندستان واري پچ–ڊڪ ٿي، تڏهن اسين علي ڳڙهه مان نڪتا هئاسين. اتي انسانن انسان کي ماريو پئي–۽ هتي انسان، انسانن کي ڪاٽين پيا. اسان سيني وٽ ڏندا ڪتڪا هئا. بابا وٽ اهو چاقو هو–جيهه انچ ڊگهي چاقوءَ کي ته خير آءٌ ڪٽي

آيس ۾ سرحد پار ڪندي، بابا جي لاش کي آءٌ اتيئي پوري آيو هوس. بابا جي لاش ۾ وزن گهڻو هو ۽ مون ۾ ايتري طاقت ڪانه هئي جو کيس کڻي ڪوٽ يا شهر تائين آڻيان. هاڻ الائي بابا جي قبر پاڪستان ۾ آهي يا هندستان ۾.

'.... يار آءٌ عادتن جو ڏاڍو ڪينو آهيان. طبيعت ۾ تيزي ۽ شوخي ڏاڍي اٿم. چاتيءَ ۾ اها باهه پئي دکي، جيڪا طبيعت خلاف، ذرڙي ڳالهه کي سهي نٿي سگهي. پوءِ اصل پڇرند وآهيان، ٽڪڪندو اهيان- جهڙو لانڍن تي سيخ ڪواب. جيسين باهه جو اهو وهڪرو، وات مان وهي نڪري، اڪين مان آلارجي نه، بت سڄو ڪنهن کي نابود ڪرڻ لاءِ ڏڪي نه، تيسين چين نه ايندو، الائي خدا مون کي ڪهڙي خمير مان ٺاهيو آهي. دوست جو دوست آهيان. دشمن جي وجود ڪان ئي سخت نفرت اٿم. شل خدا ڪنهن کي انسان جو دشمن نه ڪري. انسان جا پيا ئي دشمن گهڻا آهن- نانگ بلائون، شينهن چيتا، قحط، سيلاب. پر اهي سڀ ايترا خوفناڪ نه آهن جيترو انسان جو دشمن، انسان آهي. پهن سيني کي انسان سان هڪ ئي وير هوندو پر هي انسان، وڏي دماغ وارو آهي ۽ دشمني پاڙڻ جا انوکا انگ ايجاد ڪندو رهي ٿو. يار سچ پڇين ته سڄو سئو پر انهي دماغ ڪري، جتي هو اوج تي رسيو آهي، اتي انهي، انسان کي ايترو ذليل ۽ خطرناڪ بنائي ڇڏيو آهي جو هاڻ پاڻ کي ختم ڪرڻ جا اپاءَ پيو ڳولي.

' يار.... اسان دنيا کي ڏنو آهي. سيڪند ولڊ وار ۾، اسان جيڪي ڪجهه ڏٺو، سو منهنجي دل تي اُڪريل آهي. لڪين ماڻهو ائين مٺا چڻ ماڻهو نه پر ماڪوڙا آهن. انهي يورپ جو چڪر به هڻي آيو آهيان. اهڙا يورپي ڳڀرو جوان، اسانجي اکيان ائين مارجي ويا چڻ ڇميا ئي انهيءَ لاءِ هئا. هي منهنجي سيني وارو زخم ڏسين ٿو، سو يورپي زخم آهي. اسانجا زخم به ولايتي آهن. هي زخم، انهي يورپي سپاهيءَ جي نشاني آهي، جنهنکي دشمن هوندي به بچايم. جي آءٌ چاهيان ها ته هڪ ئي گولي سان کيس ختم ڪري ڇڏيان ها.

منهنجي دل نه ٻئي ٿي ته ڪيس ماريان. پر هي زخم ڏسين پيو نه- سو انهيءَ جوان جو ئي هنيل آهي، جنهن موقعي جو فائدو وٺي، منهنجي سيني ۾ پنهنجي، زخمي حالت ۾ به، سنگين هڻي ۽ هٽندي ٿي، بيمار قدمن سان پڇڻ لڳو. منهنجي سينيءَ جي زخمن ۾ هڪ جو اضافو ٿيو-توڪي شايد خبر نه به هجي پر هي سينو، اهو سينو آهي، جت رڳو زخم اُسرن ٿا. زخم! تون چوندين ته زخم ڇو ٿا اُسرن. بس دل آهي عجيب، هڪڙا رنگ چڙهن ٿا ته ٻيا رنگ لهن ٿا. دنيا جي هر برائي مون ۾ آهي. هرڪو نشو مون ڪيو آهي، زنا مون ڪيو آهي، ڪوڙ مون ڳالهايا آهن. جوا ۾ ايترو ماهر آهيان جو چانڻ-سچانڻ وارا مونسان پتي راند ته صفا ڪو نه ڪن. جوا مان هڪڙو فائدو آهي ته مهني جو خرچ نڪري ايندو آهي. تون به پتي جون ٽرڪون سکڻ چاهين ته منٿ ۾ سيکاري ڇڏيائين. پتي راند ۾ پنهنجي قسمت زور آهي. باقي ڇڪو نياڳو آهي. ڇڪي ۾ رڳو هارايان. آءٌ ڪڏهن ڪڏهن سوچيندو آهيان ته جيڪڏهن ڪو اهڙو داءُ لڳي وڃي ته پوءِ نوڪريءَ کي مٿي وڃي ڪو پيو ڏنڊو ڪريان. پر منهنجي عادت تمام خراب آهي. داءُ هميشه اُڪو هڻندو آهيان. هڪ ڀيري به سؤ کٽيم ۽ ڪيسي مان سؤ ڪڍي، ٽن سون جو داءُ هنيم. پوءِ کٽي ڇهين سؤ جو داءُ هنيم. کٽندو ويس تانجو آخري داءُ ارڙهين سؤ جو هاري، ڪيسا ڇنڊي، گهر واپس آيس. اهو داءُ کٽي وڃي ها ته اڄ نوڪر نه هجان ها. ڪي برنسون ڪريان ها. پر هيءَ نوڪري ڇڻ جنم ٽيپ آهي. اهو به سرڪار مائي باپ جو احسان آهي جو اسانکي ڪواٽر ڏنا اٿس. سرڪار ڪي اسان پٽيوالن ۾ به ننڍ وڏائي جا درجا رکندي شرم ڪو نه آيو. هڪڙن کي ڊي ٽائيپ ۽ ٻين کي اي ٽائيپ ڪواٽر مليا آهن. ڊي ۾ به ڪمرا آهن ۽ اي ته جهڙا طنبيلا-مزي جي ڳالهه اها اٿئي، تون ضرور ڪلندين ته اي ٽائيپ ڪواٽرن جو ڪاڪوس، سيني رهندڙن لاءِ هڪڙو آهي. پوءِ سائين صبح جو اهڙي رش هوندي، جهڙي جمعي جي ڏينهن سنيما تي. مون ته ماڳهين پنهنجا ڪاڪوس جا ٽائيم

ئي ڦيرائي ڇڏيا آهن. آهي نه ڪل جهڙي ڳالهه جنهن ڏينهن ڪو جلاب وٺندو آهي تنهن ڏينهن اهو ڪرسي يا ڪٽ ڪٿي، ڪاڪوس اڳيان وجهي ويٺو هوندو آهي. هاڻ منهنجو هي ڪواٽر ٻن ڪمرن وارو آهي، جيتوڻيڪ آءٌ ڇڙو ڀائي آهيان. پر توکي خبر آهي ته صاحب منهنجي معاملي ۾ نه مشڪل ڪندا آهن ۽ خاص ڪري صاحب. انهيءَ جي توکي خبر نه آهي. آفيس وارا چون ٿا ته سندس شڪل يزيد جهڙي آهي پر آءٌ ڀانيان ٿو ته عزرائيل به اجا سهڻو هوندو. يار ڇا ڇا ٻڌندين دل جا سور دل ۾ آهن، نه ته هي اچي چمڙي وارا مون سان پڇي سگهن. خير ڪيڏانهن ويندا سو ڏينهن سوناري جا ته هڪڙو ڏينهن پنهنجو به اچي ويندو. آءٌ اهڙي ماڻهو جي ڳولا ۾ آهيان جيڪو منهنجي رڳو ضمانت ڏيئي. مونکي ڦاسي تي چڙهڻ جي ڳڻتي نه آهي. پوءِ گهٽ ۾ گهٽ، ڇئن جو خون ڪريان. ٻه ڪلاس ون آفيسر. هڪ مسيت جو ملو ۽ ٻيو ڪوبه.... ضمانت لاءِ انهيءَ ڪري چوان ٿو ته جيسين ڪيس هلي دنگ ٿيئي، تيسين آءٌ پوليس جي قبضي ۾ نه هجان. انهيءَ کان بهتر آهي چار پنج خون ڪري آپگهات ڪري ڇڏيان. رڳو ڪو ماڻهو مونکي اها پڪ ڏياري ته ڪورٽ مان ضمانت ڏياريندو ته پوءِ پنهنجي حياتي ۾ ڪيل، پاڻ سان ڪي وعدا پاڙي سگهندس.'

تنهن هوندي به جمن ويهه پنجويهه ڀيرا ڪوشش ڪئي ته پنهنجو پاڻ سان، ڪيل وعدا پورا ڪري، پر هر دفعي ڪيس ناڪامي ڏسڻي پئي. اوچتو جمن جي زندگي ۾ ڦيرو آيو. هڪ اهڙو ڦيرو، جنهن سندس حياتيءَ جو رنگ ئي بدلائي ڇڏيو. آفيس ۾ هڪڙو ڪلارڪ ڀرتي ٿيو. ننڍو نيٽو اجا ۱۸ سال مس عمر هوندي‌س. رنگ جو سانورو هو پر اکيون وڏيون ۽ بت جو ڀريل هو. جمن کي انهيءَ ڪلارڪ ۾ الائي ڇا نظر آيو جو اصل ان جو غلام ٿي پيو. اهو جمن، جيڪو پنهنجي ڇڙواڳ زندگي ۾ ڪا ذري پابندي پسند نه ڪندو هو چوي: 'سائين توهان سان کهڙو لڪائڻ. اهڙو ڪو سهڻو به ڪونهي

جو آءُ مٿس اکين ڇڪن تي پوان پر حراميءَ ۾ الائي ڪهڙي ڪشش
آهي جو بس دل چوي ٿي ته ڪيس پيٽي ۾ بند ڪري، تالو هڻي
ڇڏيان. الائي ڇو؟ نه ته تو پاڻ ڏٺا هوندا ته ڪيترا ڇوڪرا سهڻا
سهڻا اسانجي هٿن ۾ پگهار وانگر اچن ۽ پگهار وانگر خرچ ٿيو وڃن.
ڪڏهن ڪنهن، دل کي لوڏو ٿي نه ڏنو پر هي ڇورو ڪو جادوگر
آهي. مون سان گڏ رهي ته ڪٽ تي ويهاري ڪارايانس. پٽس به اهڙا
لاڏ نه سٺا هوندس.'
جمن جي تجربيڪار ذهن کي منظور کي پاڻ سان لائڻ ۾ ڏکيائي نه
ٿي. جلدي آفيس جي فضا ۾، جمن ۽ منظور جا تعلقات مشهور ٿي
ويا. جمن کي پرواهه ڪانه هئي، جو هن، منظور کي پنهنجي ڪوارٽر
۾ رهائڻ کان پهرئين منهنجي اڳيان چيو هو: 'ميان آءُ دل جو
ڪارو نه آهيان ۽ نڪي هن مادر .... جي بچي، هيڊ ڪلرڪ وانگر
مٿان هاها، قتل تي الائي ڇا ڇا لکي موڪلي. ڳالهه صفا صفا آهي.
مغل صاحب شاهد آهي هن کان ڪا ڳالهه لڪايان جڻ پنهنجو پاڻ
کان لڪايان. مون چيو پٽي ته مون سان گڏ رهڻ ۾ توکي هرڪا
سولائي آهي. آفيس به ويجهي مسواڙ کان بچي ويندين. توقتي ماني
به ڪوسي ڪاٺيندين پر به ڳالهيون آهن. هڪ تنهنجي، ٻي
منهنجي. تنهنجي ڳالهه اها آهي ته آفيس ۾ آءُ اڳيئي مشهور آهيان،
سو ٿيندين بدنام ۽ رکيو بدنام ٿي نه توکي هي جيڪي وينا آهن
منهنجي سچي اسٽوري به ٻڌائيندا. انهي ڪري جي بدنامي کان بچڻ
چاهين ته تنهنجي مرضي آهي. زبردستي نه آهي. زبردستي نه آهي
۽ جي انهيءَ هوندين به مونسان رهندين ته جت آءُ تنهنجو هيترو
خيال رکندس، آت توکي هڪڙي ڳالهه ميٺي پوندي. آءُ ماڻهو
بلڪل صاف آهيان. ڳالهه اها آهي ته توکي پاڻ کان وڌن دوستن
سان گهمڻ نه ڏيندس. شام جي ماني کائڻ کانپوءِ ڪيڏانهن اڪيلو
گهمڻ نه ويندين ۽ آءُ جيڪي تنهنجي ڀلائيءَ لاءِ چوندس تنهنجي
هٿو پوندي.'
آءُ نهايت خاموشي سان جمن جي تجربيڪار زبان مان نڪرندڙ

ڳالهيون پڌي رهيو هوس. منهنجي ذهن ۾ منظور جو فيصلو 'نه' جي شڪل ۾ اڳ ۾ ئي محفوظ ٿي چڪو هو. پر منظور کي جمن جي سانوري بدن مان ڪا سندس شفاف دل نظر آئي پئي، تنهن تمام آهستي 'ها' ڪئي ۽ چيائين مونکي ڪنهن جي پرواهه نه آهي.

انهيءَ ڏينهن جمن تمام خوش هو. سندس سنهڙي بدن ۾ قيامت جي ڦڙتي سمائجي ويئي هئي. ڳالهه ڳالهه تي ٽهڪ پئي ڏنائين ۽ جن به حجتين ڪيس چيڙيو تن کي گهڙي گهڙي خدا رسول جو قسم کڻي چوي: 'نه هو منهنجو ياءُ لڳي. نه ته انهيءَ کان به وڌ پيا آهن گهڻيءَ گهڻيءَ ۾ پيا واجهائين. مونکي ڪا ڪمي، پر هي دل کي ڪو اهڙو وڻي ويو آهي جو بس ائين پيو چاهيان رڳو منهنجو هجي.'

شام جو مئجسٽڪ سنيما تي ملي ويو. منظور ساڻس گڏ هو. پئي ڏاڍا وهنتل سنهتل ۽ سينگاريل هئا. جمن به ڏاڍا استري ڪيل اڇا ڪپڙا پاتا هئا سرمون اکين ۾ ۽ وارن ۾ خوشبوءِ وارو تيل-ٽڙيو بيٺو هو. مون سان گڏ هڪ پيو به دوست هجي. جمن اسان ٻنهي سان تمام گرمجوشي سان مليو ۽ ٿوري دير ڪانپوءِ منظور سان ڪن ۾ سس پس ڪري گم ٿي ويو ۽ واپس آيو ته اسانجا به ٽڪيٽ پنهنجي پئسن سان وٺي آيو. مونکي سندس اها ڳالهه نه وڻي. چوي: 'مغل صاحب! مري ويندس ته من انهي ڪيل جي يادگيريءَ ۾ مونکي به ڪٿي ياد ڪريو، باقي ٽڪيٽ جي پئسن کي ته ڪو مٽي به ڪونه.' فلم ۾ تمام خاموشي ۽ سنجيدگي سان ويٺو هو. شايد انهي احساس کان ته اسين ڪانئس رتبي ۾ وڏا هئاسين ۽ ڪيس جڏهن اسان سان وهٽو آهي ته اسان وانگر ئي ويهي.

منظور ۽ جمن پاڻ ۾ خوش رهڻ لڳا. آفيس ۾ ڦهليل فضا ۾ هاڻ انهي متعلق، خاموشي ڇانئجي چڪي هئي. مونکي اچرج لڳندو هو ته جمن ڪيئن ڇهه ست مهنا، منظور سان گذاريا. انهي ڪري جو جمن جي طبيعت جي تيزي، ڪنهنکي، سهندي نه هئي. تڏهن

ته مائنن کان ڏار، اڪيلو اڪيلو، ڪالونيءَ جي، بيٺل ڪني پاڻي جي ڏپ جهڙي ماحول ۾ هيترا سال گذاريا هئائين. سندس اڪين، الاڻي ڪيترن ورهين کان ڪنهن زال کي دل پري ڪونه ڏٺو هو. ارمان هوس ته هڪڙو: ”سائين زال نه هئڻ مان صرف هڪڙو نقصان آهي. مون پنهنجي زندگي ۾ ڪيترائي ورهيه ڪا اهڙي ماني ڪانه کاڌي آهي، جنهنجي اٽي کي ڪنهن زال ڳوهيو هجي. ڪو اهڙو ٻوڙ نه کاڌو جنهن جو لوڻ ڪنهن زال چکيو هجي.“ ڪيس اهو ڏاڍو خيال هوندو هو ته سندس آنڊن جا ور وڪڙ ڪنهن جانب هم کان به وڌيڪ سخت ۽ کهرا هوندا، جيڪي ورهين کان مرد جي داڦوڙي جهڙن هٿن جي تيار ڪيل کاڌي کي به هضم ڪريو ڇڏين. جمن سان گڏ رهڻ ڪري منظور ماني پچائڻ ۽ ٻوڙ رڌڻ سکي ويو هو. هاڻ گهڻو ڪري منظور ئي رڌ پچاءُ جو ڪم ڪندو هو. آفيس مان منظور کي هڪ بجي ئي ڪوارٽر تي موڪلي ڇڏيندو هو، جيڪو اٽو ڳوهي، ماني پچائي ٻوڙ تيار ڪندو هو ۽ جمن ٻين بجي باغ جي در وٽان ڪجهه نه ڪجهه ميوو يا برف وٺي ويندو هو. صبح جو به آفيس اچڻ کان پهرئين پنهنجن لاءِ ٻوڙ ڀاڄي وٺي ويندو هو. پاڻ ئي چوندو هو: ”هاڻ مڙئي زندگي جي ريل، پٽي تي پئي هلي. تورو گهڻو سک تي پيو آهي. اصل ۾ گڏجي رهڻ ۾ برڪت آهي. ماڻهو ٻڪواس ڪن ٿا، پلي ڪن. اسين پنهنجي گهوٽي، پنهنجي نشي ۾ مست آهيون. ماڻهن جو الله ڪارو منهن ڪيو آهي. منظور کي پنهنجو پاءُ ڪري سمجهان ٿو. باقي اها ڳالهه آهي، الاڻي ڇو مونکي سائس ايتري دل ٿي ويئي آهي.“

انهن ئي ڏينهن ۾ جمن جي طبيعت خراب ٿي پئي. ٻه ڏينهن موڪل گهريائين ته نه مليس. ڪاٺ ۾ سڏ و سول سرجن ڏانهن ويو جنهن ڪيس ٽپاسي ڇئن مهنن جي موڪل جي سفارش ڪئي ۽ ڪيس ٽي بي سينيٽوريم ۾ داخلا لاءِ پڻ هدايت ڪيائين. هونئن جمن ڪڏهن به موڪل نه وٺي ها پر آفيسر سان ضد ڪري، پورا چار مهنا موڪل ورتائين.

جمن کي سينيٽوريم ۾ داخل ٿئي ٻه مهنا گذري چڪا هئا. سندس هڪ ٻه پوسٽ ڪارڊ مون وٽ آيا هئا، جنهن ۾ لکيو هئائين ته مونکي هڪ ڀيرو منهن ڏيکاري وڃ. آءٌ جمن وٽ ويس. ڪوٺڙي ڪان ٻريرو، ٽڪر تي ٺهيل، رڻ زال جهڙو، سينيٽوريم قدرت جي نگن ني ڦٽ وانگر پئي لڳو. جمن جنرل وارڊ ۾ لوهه جي پلنگ تي پيو هو. مونکي پريان ڏسي ٽپ ڏنائين ۽ تمام سڪ سان مليو. "يار مغل تو ته اسان کي وساري ڇڏيو." ايترن ڏينهن جي وڇوڙي شايد سندس ذهن مان هڪ ڪلارڪ ۽ هڪ پٽيوالي جي حيثيت ميٽي ڇڏي هئي. ٻن ٽن ساعتن کان پوءِ ٿي مونکي وارڊ جي ويران فضا مان ٻاهر وٺي آيو. سينيٽوريم جي عمارت مان ٻاهر ٽڪري اتر اولهه پاسي ٽڪر جي ڪنڊ وٽ، پيل پٿرن تي اچي ويهاسين. سامهون نظر جي حدن تائين ميٽيائين رنگ جون ٽڪريون ڦهليون پيون هيون ۽ ڏکڻ ڏانهن ريل جا پٽا ۽ گرانڊ ٽرنڪ روڊ نظر آيا پئي. جمن ٻن مهنن ۾ چڱو صحت مند ٿي ويو هو.

"مغل صاحب ڪهڙا حال آهن؟" هو وري پٽيوالي وانگر سوال ڪرڻ لڳو.

"ٺيڪ آهي مڙيئي پيا هلون." مون چيو، "تون منظور جي خبر ڪر."

"چا ٿو پڇين مغل صاحب، ڪهڙا سور پڌايان. ڊاڪٽر، نرسون ۽ سما جيڪي به اچن ٿا ته بس چون رڳو اهو ٿا ته غم نه ڪر، فڪر نه ڪر — پر پنهنجي دل جي حالت ڪهڙي آهي، سا ته ڪنهن کي خبر نه آهي. هتي عجيب ماڻهو رهن ٿا. سندن من ۾ الائي ڇا آهي، آءٌ ته ڪين ڏسندو آهيان ته مونکي ائين لڳندا آهن ڄڻ ڪي بند ٿيل صندوق آهن، سندن سينن ۾ الائي ڪهڙا ڪهڙا راز هوندا. هتي دل ڪانه ٿي لڳي. منهنجي ٿي وارڊ ۾ پنج ڇهه پلنگ ڇڏي هڪ ڇوڪرو آيو آهي، جوان به ڏس وري مرض به ڏس. انهيءَ سان ڳالهائيندو آهيان ته دل کي مڙيئي آٿت ايندي آهي. مونکي هنجون اکيون ڏاڍيون وڻنديون آهن پر هو به اڄڪلهه جو نوجوان آهي. وهي به ڏسجائينس رات جي ڊيوٽي واري سسٽر تي اصل ديوانو آهي. منظور به

ايندو آهي. پر مون کيس منع ڪري ڇڏيو آهي. هاڻ هر جمع تي ايندو آهي. بس يار پڇ نه منظور ڪي ڏسندو آهيان ته بس چوان منهنجي اکيان وڃو هجي ۽ هرويرو دل ۾ هڻ تڻ هوندي آهي ته ڇهه لڳندا هنڪي وڃڻو پوندو. بس پوءِ بيوس ٿيو پوان. چوان هنڪي اڪيلو وڃڻ نه ڏيان آءٌ به هليو وڃان. ڇا ڪريان الائي ڇو حراميءَ سان ايترو پيار ٿي ويو اٿم نه ته الائي ڪيترا آيا ڪيترا ويا ـ'

جمن ماٺ ٿي ويو. آءٌ سندس منهن ڏانهن ڏسي رهيو هوس جت عجيب احساس وريا پئي. شايد چوندي چوندي، ڪجهه شرم به پئي آيس. آءٌ وري نظرن آڏو ڦهليل ميٽائين رنگ جي ٽڪرين ڏانهن ڏسڻ لڳس: 'تنهن جي معنيٰ منظور توسان نڀائيندو اچي؟'

'اڙي مغل صاحب ڳالهه ئي نه پڇ!' جمن ٽڏو ساهه ڀريو، 'چورن تي کهڙو يقين. ڇانو مثل آهن، اڄ هن تي سڀاڻي هن تي. منظور ڪي توهان ڏسندا هوندا ـ ڪيترو بدلجي ويو آهي. مون پاڻ ڪي بکيو رکي به هن جو دوزخ ڀريو. اڄ ڪلهه جي زماني ۾ ياءُ ياءُ ڪي نٽو پڇي. سڀڪو پنهنجي پيٽ جي فڪر ۾ آهي پر ڪانئس قرآن جو قسم ڏيئي پڇينس ته مون ڪڏهن سندس ڳالهه تي 'نه' ڪئي آهي. آءٌ ڪڏهن به ڪيل ڪونه ڏسان پر کيس مهني ۾ به ڪڏهن ٿي ڪيل ڏيکاريان. ماني ٽوقتي هوندي هئي. توهانکي خبر آهي ته آءٌ مست ماڻهو آهيان. ڪڏهن ماني ڪٿي کان ڪڏهن ڪٿي. پر هن خانصاب لاءِ صبح ٿيندي ئي ٻنپهرن جو فڪر ٿيندو هو. ايندي شرط، شرط وڏائين، شراب نه پيئندين. مون چيو سائين نه پيئندس.' ايترو چوندي چوندي ٻئي کلياسين، 'جوا نه ڪندين، هل سائين مڃيم جوا به ڪونه ڪندس. گذريل اٺ نو مهنا منهنجي زندگي جا اهڙا ڏينهن آهن جڏهن مون شراب نه پيتو هجي ۽ جوا نه کيڏي هجي. نه ته آءٌ ڪڏهن ڪڏهن گهر ۾ راند ڪرائيندو هوس ته هڪ ڏينهن ۾ نال جا پنجاهه سٺ ملي ويندا هئا. پر خانصاب جو حڪم ٿيو ائين به نه ٿيندو. ڀلا سڪي پگهار تي ڪيئن گذر ٿيندو پوءِ پاڻ پيسا ڏيڻ لڳو. هاڻ وري ٻي ڳالهه بڌ. جيئن آءٌ هن

حرامي لاءِ پنهنجي جان تي عذاب سهان ۽ هي وري پنهنجي بدلي ڪرائڻ جي ڪوشش ۾. مونکي جڏهن خبر پئي پوءِ توکي منهنجي ڪاوڙ جو اڳ ئي علم آهي. آفيس مان ايندي ئي ٽپڙ ڪيامانس ٻاهر ۽ چيومانس ميان هيترو هيترو خرچ منهنجو توتي ٿيو آهي سو ڪڍي ڪر ٻاهر ۽ هي ٻيا اٿئي پنهنجا ٽپڙ. تون وڃي پنهنجي يارن سان خوش ٿي آءٌ پنهنجي گهر ۾ خوش. ٻه ڏينهن چڱو جهيڙو متو پر نيٺ منهنجي ڳالهه مڃيائين. آءٌ ٻه خار ۾ هوس. چيومانس اڄ کان نماز پنج ئي وقت پڙهه ۽ روز مسيت ۾ وڃي قرآن پڙهه. اڄ ڪلهه اڪيلو رهيو پيو هوندو. هتي آءٌ نه ٽيپ ڪاٽيان پيو.'

شام جا ڇهه لڳي رهيا هئا. سامهون بس آئي پئي. اسين ٻئي اتان اٿياسين ۽ آهستي آهستي سينيٽوريم جي گول عمارت مٿي بس اسٽاپ وٽ پهتاسين. بس آئي. آءٌ بس ۾ وينس. جلدي بس هلڻ لڳي. جيستائين بس لاهيءَ جو ور مٿيو تيستين جمن بيٺو هو ۽ آءٌ جمن بابت سوچڻ لڳس - زندگي گذارڻ جا ٻه انيڪ رستا آهن - يا وري زندگي جا خود انيڪ رستا آهن جن تي انسانن جا پير ٽڪيو پون. منهنجي سوچ پڻ بس وانگر لڏي لمي پئي.

انهي ڳالهه کي مهنو گذري ويو. آءٌ آفيس ۾ ڪم کي لڳو پيو هوس. شام جا چار لڳي چڪا آهن. سوچيم پئي ته سمورو ڪم لاهي پوءِ وڃان. ويٺي ويٺي اهو پڻ ويچاريان پيو ته جمن جي افساني کي آتي ئي ختم ڪري ڇڏيان، پر اوچتو واقعو ڏسي مون پهه پڇايو ته نه جمن جي رڳن ۾ وري مست زندگي ٻوڙي آئي اهي. هن جو افسانو ختم ٿيڻ جهڙو نه آهي. واچ ۾ ڏنم پوڻا پنج پئي لڳا. آءٌ آفيس مان ٻاهر نڪران تو. اڇا باغ جي در وٽ ئي آهيان ته ڏسان تو ٻارن ۽ مائهن جو چڱو ميڙ لڳو پيو آهي. آءٌ چپ ڪري پاسو وٺي بيهي رهان تو. ٻارن جي وچ ۾ جمن آهي جو ڪين آتت پيو ڏئي. پر جمن نشي ۾ ٽڙي ٽاپڙي پيو. رستي جي ٻئي پر ميونسپل جي ڪٽن جهلڻ واري گاڏي بيٺي آهي. جمن ڪتن جهليندڙن مان هڪ کي گلي کان جهليو بيٺو آهي: 'توکي کهڙي اڌارتي آهي جو سرڪاري ڪالوني

جي ڪتي کي جهلي وڃين سو به بنا نوٽيس جي. سرڪار مائي باپ خسيس پٽيوالي کي نوڪري مان ڪڍڻ لاءِ به هڪ مهيني جو نوٽيس ڏيندي آهي.' گاڏي وارا ڪتي کي ڇڏڻ لاءِ تيار نه آهن. آخر جمن جي رڳن ۾ وهندڙ سرڪاري نوڪري جو تجربو ڪجهه پڙڪو کائي ٿو ـ هڪڙي ڇٽي کي ٿورو پرڀرو وني وڃي ٿو ۽ رپئي جو نوٽ سندس تري تي رکي ڪجهه چوڻ لڳي ٿو. ٿوري ويرم ڪانپوءِ گاڏي وارا ڪتي کي ڇڏي ڏين ٿا. ڪتو ڪالوني ڏانهن ڀڄي ٿو ۽ ٻار ڪتي پٺيان. ٻيا ماڻهو به ڇڙوڇڙ ٿي وڃن ٿا ـ ۽ جمن مونکي ڏسي ورتو: 'آئو سائين يار مغل صاحب!' مون کي ڀاڪر پائڻ لڳو. سندس سيني جو پور شراب سان ڀريل هو. 'تون هتي ڪيئن آيو آهين؟'

'ڀڄي آيو آهيان ـ جيئن هي ڪتو ڀڄي ويو تيئن آءٌ به ڀڄي آيو آهيان. هتي آءٌ قيد ۾ هوس. ٻيلا مونکي ڪير قيد ۾ وجهي سگهي ٿو. ماڻهو ماڻهوءَ کي قيد ڪيو وينو آهي. آءٌ ٻئي ڪنهن کي ڇڏي سگهان ٿو پر ماڻهوءَ کي منهنجو پيءُ به نه ڇڏي. ماڻهو ڏاڍو حرامي آهي. آءٌ به ماڻهو آهيان. آءٌ جيل مان ڀڄي آيو آهيان. آءٌ دنيا ۾ اڪيلو آيو آهيان. آءٌ دنيا مان اڪيلو ويندس. هو سوئر جا ڦر مونکي الائي گهڻن سان گڏ قيد ڪريو وينا هئا. آءٌ ڀڄي آيو آهيان. هن ڪتي وانگر .... پر بيهه!' هو ڊوڙي ويو گاڏي وارن ڏانهن. آءٌ آهستي آهستي پٺيان وڃانس ٿو.

'توهان کي رحم نٿو اچي هنن جانورن تي.' جمن بن ڇٽن کي جيڪي گاڏي ۾ وينا هئا چيو. هو کلڻ لڳا.

'بيهو! وڃو ڪيڏانهن ٿا.' جمن کين حڪم ڏنو. 'هنن سيني ڪتن کي ڇڏي ڏيو. مونسان سودو ڪريو. ڪتن جي آزادي جو سودو ـ گهڻا آهن ڪتا؟ ڳڻيو.'

گاڏي وارن پهرئين ته نه نه ڪئي، پر جڏهن ڏٺائون ته جمن واقعي پئسا ڪڍيا آهن ته آهستي سان چيائون: 'سترهن رپيا ڏي ـ سترهن ڪتا آهن.'

’ سترهن!‘ جمن چيو، ’ بکواس ٿا ڪريو. ڪتا سترهن ڪان گهٽا آهن – بيهو آءٌ ٿو ڳڻيان.‘ جمن گهڙي گهڙي گاڏي ۾ پيل ڪتا ڳڻڻ لڳو – نيٺ سترهن ربيا ڏيئي سيٺي کي آزاد ڪرايائين ۽ ڪتا در کلندي ئي هيڏانهن هوڏانهن پڇي وياه ۽ پوءِ نهايت رازداري سان هڪڙو چاقو مونکي ڏيکاري چوي ٿو. ’ آءٌ وڃان ٿو – هي ويچارو الائي ڪيترن ڏينهن کان بکيو آهي. بينڪ جو چوڪيدار – ڏنو اٿئي نه – هاڻ آءٌ به ڏسانس ٿو وڃين – سوئر جو پٽ! منهنجي گهر ۾ اکيون ٿو وجهي. آءٌ سندس اکيون نه ڪڍي ڇڏيان.‘ ائين چئي جمن به هڪ پاسي لوهه پاتي، چڻ ڪو ڪتو، گاڏي جي ڪليل در مان نڪتو هجي، جنهن جي ڳچي ۾ ڏاڍ جي انبو و جو سور آڌما ڪائي رهيو هجي. آءٌ سندس ڦڙتي ڏسندو رهيس. (١٩٦٦)

# رات منهنجي روح ۾

اها انهن ڏينهن جي ڳالهه آهي. جڏهن ڏينهن تي رات جا پاڇا،
جلدئي اچي واسو ڪندا هئا ۽ ڏينهن ائين منهنجي ڪنهن خواب
وانگر اوندهه جي سرحد ٽپي، صرف ياد وانگر ياد رهجي ويندا هئا.
ياد ڪنهن اهڙي دل-گهڙيءَ جي، جنهنجي ڏئي اکڙين جي اندر
ڪا ٽڏاڻ محسوس ٿئي ۽ نظرن آڏو، دل جي چيرن مان سونهن جي
ڪا لڪير، سگريٽ جي دونهين وانگر آهستي آهستي ڪر موڙيندي،
اچي آڏو بيهي، اهڙين ئي ٿڌين راتين ۾ ڪي قدر ڪوسن ڏينهن
جون ڳالهيون آهن جي چونڊ چاهيان ٿو. انهيءَ خاطر، مون اهي سڀ
ڪاغذ، وريل، تهه ٿيل، بي دردي‌ءَ سان موڙيل ۽ بت جي لذيذ
حصي جي ماس جي چاتل سرهاڻ سان واسيل، پنهنجي اڳيان ميز
تي سجائي رکيا اٿم. انهن سڀني خطن تي ڪا تاريخ لکيل نه آهي
جو وقت جي ڪنهن به حصي ڪي انهيءَ چاهت لاءِ ڏار ڪري،
پنهنجي ذهن جي البم ۾ ياد رکي سگهان. ائين لڳي ٿو ڄڻ اها
محبت الائي گهڻين صدين کان رائج آهي ۽ الائي ڪيسين هلي.
پر چاهيان ٿو ته ٿڌين راتين ۾ ڪي قدر ڪوسن ڏينهن جي سيني ۾
سمايل، اهي سڀ ڳالهيون، ائين بيتابيءَ ۽ بيدرديءَ سان، پنهنجي
سامهون ڦهلائي ڇڏيان ڄڻ شام جي پلڪ جي هڪ ڪنڊ، سج جي
رت-هاڻي التيءَ سان پريل هجي. ائين ئي آءٌ به ڪجهه ڪڍڻ
چاهيان ٿو.

دل جي ڳالهين کي پڌائڻ لاءِ به دل کپي. روشيءَ جو ڏگهو قد ۽
چيلهه تائين چوٽيءَ کي ڏسي. پهرين ته مون ڪجهه پيو سوچيو....
مون سمجهيو ته مومل ڪا واپس وري آهي. ورهين جو وڇڙو ڄڻ
ختم ٿي ويو. پر جڏهن ڏٺم ته سندس چهرو مومل جي چهري جهڙو

نه آهي پر سنڌس مرڪ ۾ مومل جو هڳاءُ هو. سنڌس چهري ۾ مومل جا جل تل گل ۽ مست اکڙيون ڪين هيون، پر تنهن هوندي به الائي ڇو دل کي ڇڪ آئي ته مومل انهيءَ ۾ ئي لڪل آهي.
ورهين ڪانپوءِ منهنجي سامهون ميز تي، ويڙهيل - سيڙهيل ڪاغذن جو ڍير پيل هو. موسم مٽائي، مون - واري پار دستي جا ويس ڪيا هئا ۽ منهنجي هانوَ ۾ جي هانءَ پڻ ٿيا، تن منهنجي ذهن ۾ يادگيرين جا لڪل پراڻا تهه کڻي ڦوليا هئا ۽ سمجهان ٿو جت انسان يادگيرين جي آسري ڪي قدر جياپيءَ سان نهي ٿو هلي، اُت مونکي اهي يادگيريون جن زهر جا ڍُڪ هيون يا زهر ۾ ٻُڏل ڪاتيون هيون. مومل جون مست اکڙيون به ته ڪاتيءَ مثل هيون. نيڻ ڪٽندي هئي ته جيابي جون آسون ۽ اميدون، رڳ رڳ ۾ رت سان مليل وينديون هيون ۽ جي پنبڻ هيٺ ڪيائين ته جڻ هانو ٻڏي ويندو هجي. جڻ ڪو وجود پنهنجو پاڻ هاري ويٺو. اڄا به سوچيندو آهيان ته مومل ۾ ڇا هو. سنڌس نيڻن ۾ سحر جا جي انبور هئا سي اڄ تائين مون نه ڏٺا هئا ۽ جڏهن ڪانءِ روشنيءَ منهنجي حياتيءَ ۾ اچي ۽ جهڙي ماڻهن جي مست ۽ البيلي ڪڪريءَ جي مٺڙي ڇانوَ وانگر منهنجي وجود تي پنهنجي سيبا ڇڏيل، پاڻ ۾ ۽ سڪ واري احساس سان واسو ڪيو هو، تنهن منهنجي من ۽ بت جي ذري ذري ۾ جڻ نئين ئي وچاڻيل واٽي جي سلسلي ۽ مست ڪنڊڙ ڏن کي ڦهلائي ڇانو ڪيو ۽ اهوئي سبب هو جو روشنيءَ جي ڪاڻ منهنجي من مان مومل جون پيارون ۽ محبتون ساڙي ساهون آنديون هيون، ۽ سامهون اهوئي ڏاڍو ڏيکرو گهر آيو پئي جت مومل هئي، سنڌس ماڙي هئي، سحر هو، نيڻن جا، نيڻن جا نشا هئا، ۽ مونجهڙا بيوس ماڻهو هئا.
مون ميز تي پيل به - ٽي ورق ورايا. مومل جا اکر هئا. عجيب، موهيندڙ، بيوس ۽ ڪنوارا اکر. ڏڪندڙ هٿن سان، سنڌ جي صدين کان وڏين حويلين ۽ ڪوٽن ۾ قابو ڪنهن سونهن جا موهه پريا اکر لکيا هئائين: ڪڏهن سدائين ائين پريان بيٺو رهه ۽ مان سدائين ڏينهن

قيام تائين تو کي ڏسندي رهان.'

پيو خط هوس: 'مان ته خيال آهيان ۽ مونسان مل به خيالن ۾، جيئري جاڳندي دنيا ڏاڍي ڏکي آهي مٺا! سمجهين به تو ته مان ڪير آهيان. ڪا پري آهيان تڪا حور. شهري جيئري جاڳندي ڇوري به ته آهيان. مان ته مانُ آهيان، پنهنجي پيءُ جو! پرم آهيان پنهنجي پيئرن جي پٺڪن جو ۽ لڄ آهيان ستن راڄن جي. پلا راڻا منهنجي روح جا تون ڪيئن پنهنجي ايترن مڙسالن جي اوچي ڳات تائين -' ڪنهن مهل لکندي هئي: 'ڪهڙي ڪريان رهاڻ تو سان، تو ته ائين ئي جيءُ جهوري وڌو آهي. مٿان تنهنجي رتيءَ جي رهاڻ ماڳهين آپي مان ئي ڪڍي ڇڏيندي. بس عشق جا اهي مرحلا ئي مس سهڻ جوڳا آهن. نه ته سموري حياتي گذارڻ ڏاڍي اوکي تي پوندي.'

مومل منهنجيءَ سنڌ جي آها مومل هئي جنهن تان، وقت شاهد آهي ته هر دور ۾ نر پکي اڏاميو آهي. جيڪا اهڙن ڪوٽن ۾ رهي آهي جت باهر دنيا جو آواز وڏي ڳالهه آهي، پر انجو احساس ڪرڻ به اوکو آهي. جت مومل وٽ نه نيڻن جا نشتر آهن ۽ نڪي مجاز جا انبور، ۽ نڪي انهن جو احساس. جي ڪجهه هو ته پيءَ جا سلطاني شهپر ۽ هٺ ۽ ابنبر سان اڏ جهڪيل پنبڻيون ۽ پيشانيءَ تي صديون پراڻو گهنج، پائرن جو آسرندڙ مانُ ۽ لڪن جي لوڏ، جيڪا سنڌ جي ور ور ۾ ڪيترن ئي الف ليلائي قصن ۽ ڪهاڻين جي ڪردارن کي پنهنجي وجود جي وڏائي ۾ جذب ڪري چڪي آهي. جت اهو سڀ هو اُت اندر ۾ اُڌما هئا. اصل وڍ پوندا هئا ۽ ورهيه خدا جا شاهد آهن ته ڪيئن ڪلاڪ جهڙيون مومل- پريون، پُري، وقت جي بادشاهيءَ حڪم آڏو، سيس نوائي پنهنجو وار و وڃائي وينديون هيون ۽ وقت جي جانبهه پٺي هلندي هئي ۽ گهاٽو پيو ڦرندو هو.

پر- هڪ رات، جڏهن سيءُ هو ۽ آءٌ پنهنجي ڪمري منجهان مومل جي گهر ڏانهن تڪي رهيو هوس. مومل ايترو ويجهو هوندي به

مونکان چڻ کوھين ڏور ھئي. تنھن مھل مونکي مومل جي خاص ٻانھي ڳالان جي اچڻ جو احساس ٿيو.

ڳالان کي الله حياتي بخشي بچائي ڏنيس. دلين جا حال سانڍڻ لاءِ خدا کيس سمنڊ جھڙو ھانءُ ڏنو آھي. اڏوڙات شيدياڻي ڳالان جي چيل سِٽَ سِٽَ منھنجي ھانءُ تي اُکريل آھي.

”ابا، ڏاڍي وڏي گھر جي ڀڳ اٿئي. ڪا ساڃھ ڪجئين. انھيءَ ۾ ۾ ٻنھي جو ڀلو آھي.“

مون اوڏيءَ مھل ڳالان جا اکر ڪين سمجھيا ھئا، پر جڏھن مومل جو نياپو کولي پڙھيم: ’اڄ گھر ۾ ڪير ڪونھي. بابا سائين پنھنجي ڪمري ۾ آرامي آھي. ادا ۽ ڀاڃائي شام جو جيپ ڪاھي ڳوٺ ويا آھن. ھو سيان الائي ڪھڙي مھل قضا تي اچي ڪڙڪن ۽ اسين پوءِ واپس ڳوٺ وينداسين ھليا. بابا سائين جو علاج تي چڪو آھي. اڄ جي سر ترين تي رکي اچين، ته شايد مون محبت ماري سان کي ڳالھڙيون ڪري سگھين، نه ته سيان جو سڄ ايرندو ئي ٻاٽکي سدائين جدا ڪرڻ لاءِ. وري شايد قيامت ۾ به نه ملون. اُت به شايد اسانلاءِ ڪوٽ اڏيل ھجن، اچجائين ضرور!‘

ڳالان مونکي سيڪجھ سمجھائي ويئي ته نوڪر چاڪر سڀ ٻارھين کن سمھيو رھن ۽ سائين وڏي کي به ڊاڪٽرن آرام لاءِ چيو آھي سو به آرامي ھوندو. باقي اچجئين مڙس ٿي. متان منھنجي سانئڻ کي لڄائين.

اھو ڀڏي مون مرڪي ڏنو ھو. ۽ رات جي ٽئين پھر جي شروعات ويلي ساھ ڏارئي جو سمجھي، اجرڪ سان گھنڊ ڪيڊي وڏي در جي چانئٺ اُڪري، نوڪرن چاڪرن جي پيل ڪٽن وٽان متيندو، ڳالان جي پنيان پنيان، جڏھن مومل جي ڪاڪ تي پھتس، ته مومل تمام ھلڪيءَ روشنيءَ ۾، ھڪ پلنگ جي پيرانديءَ وٽ ماندي ويٺي ھئي ۽ جڏھن مونکي ڏٺائين ته ٻئي ھٿ متي کڻي الله جا شڪرانا مڃيائين ۽ تڏو ساھ کڻي، ھٿ ھيٺ ڪري، ڪمري جو در اندران بند ڪري آھستي پر اُبھري آواز ۾ چيائين، ”ھاڻ ھي در الله، الله

جو رسول ڪري ڏينهن قيام جو ڪلي. مان پاڻ نہ ڪولينلس."
آءٌ چپ بيٺو هوس. ڄڻ ڪو بت هجان. ڪو ساهہ نہ هئم. ائين پئي لڳو ڄڻ شيدياڻي ڳالان (شل سدا جيئري هجي) منهنجو ساهہ ڪڍي، مونکي پنڌ پهڻ ڪري، مومل آڏو اچي بيهاريو هو. مومل در بند ڪري، مونڌانهن مڙي ۽ وچ ڪمري ۾ اچي منهنجي پر ۾ بيٺي، سنلس ساهہ ڊگها ڊگها ۽ تڪڙا تڪڙا هئا پر منهنجي چپن ڪي ڄڻ ڪلف لڳل هجي. آءٌ هر ڳالهہ پلجي ويو هئس، ڄڻ ذهن ڏوپچجي چڪو هو. پلا محب منو هجي ۽ پيار جا هڙيئي پور سيني، ساهہ ۾ سانديل موسيقي ۽ جي هلڪن سُرن وانگر پنهنجي لنئو ن لنئو ن ۾ پيهي ويا هجن تہ پلا منهنجي مجال آهي جو آءٌ پنهنجي پيار ۽ سونهن آڏو ڪي چئي سگهان. مومل اچي منهنجي آڏو بيٺي ۽ پنهنجوهڪڙو هٿ، منهنجي ڇاتيءَ تي رکيو، جت دل جي ڏڪ ڏڪ ۽ مومل جي هٿ جي ڏڪڻي جي احساس سان مونتي هڪ عجيب قسم جو نشو ڇانئجي ويو. مون مومل جو هٿ ڇهيو - ڄڻ پيار جو وڳهريل پارو منهنجي سڄي لڱن ۾ ڊوڙي ويو ۽ مومل جي ويجهائپ جي سرهاڻ مونکي اچا وڌيڪ مست بنائي ها تہ منهنجي وات مان نڪتو، "مومل!"
الائي منهنجن اکرن ۾ ڪهڙي ڪشش هئي، ڇڪ هئي جو مومل وڃ وانگر وراڪو ڏيئي منهنجي ڇاتيءَ سان لڳي ويئي. هڪ عجيب ملحول هو. مونکي ائين لڳو ڄڻ آءٌ اوچتو سخت بارش ۾ پيجي پيس، ڄڻ آءٌ شيشي جو ڍهيل هئس. ٽڪرا ٽڪرا تي پيس ۽ پرزا پرزا تي وري نئين سر جڙيس پئي. مومل جي ساهن جي سرهاڻ ۽ گرمائش منهنجي ڳچيءَ تي محسوس ٿي رهي هئي. ڇاتين ۾ جو نهائين جهڙو نينهن لڪل هو تنهن محبت ۽ چاهہ جي گرم چشمن وانگر اپڙڪا پئي ڏنا - ۽ هاڻ مون سمجهيو پئي واقعي آهستي آهستي پنڌپهڻ ٿيندو وڃان. ڳپل وقت ڪانپوءَ مون سُرت ساري ۽ مومل جي سيني ۾ جا ڀرهين جي ڊکيل باهہ هئي سا ڪي قدر ٿي ماٺو ۽ سنلس اکڙين ۾ آرس بدران سارنگ جا سانگ ڏٺم تہ مون پنهنجن ٻنهي هٿن ۾ سنلس منهن جهلي مٿي ڪيو. سنلس ٻہ وڏيو ن وڏيون ويڪريون

ڪجليون ۽ ڪيون ۽ ڳوڙها ائين پئي لڳا، ڄڻ چانڊوڪي رات ۾ چانڊاڻ منجهه وهنتل ٻن ڏيئن ۾ چمڪندڙ پاڻيءَ اتل ڪاڏي هجي.
”روئي ڏنئي - چري!“ مون ڪيس نهاريندي چيو. هوءَ هڪ ٽڪ مونکي ڏسي رهي هئي.
”مون ڪونه رنو آهي، منهنجا مٺا. اندر اڇل ڪاڏي آهي.“
هوءَ ائين ٿي بيٺي هئي. سندس وارن ۾ لڳل موتئي جي گلن جي هلڪي هلڪي مٺي سرهاڻ منهنجي ذهن ۾ ٿهلجڻ لڳي.
”رئان به ڇو - اڄ نه اهڙي رات آهي، اهڙيءَ ساعت آهي،“ هوءَ چوڻ لڳي، ”جو مان نه اهڙيءَ هڪڙي ساعت جي ياد جي سهاري هيءَ سڄي جبل جهڙي حياتي گذاري سگهان ٿي.“
”جي تون چاهين ته-“ مون ڪيس پنهنجي ڀاڪر ۾ جهليندي چيو، ”انهيءَ هڪڙي ساعت کي به حياتي بنائي ڇڏيون-“
مومل جواب نه ڏنو ۽ مونکي پڻ پنهنجين ٻانهن ۾ سوگهو جهلي، تڏو ساهه کنيو.
”هڪڙي ڳالهه پڇيائين؟“
”سؤ ڳالهيون پڇ.“
”تون ڀلا ڇو سڄو ڏينهن منهنجي دريءَ ڏانهن نهاريندو رهندو آهين - ڀلا مون سان عشق ڪرڻ جو خيال ڪيو اٿئي يا شهري ترڙن ڇورن وانگر چشڪو ورتو ۽ ڇڏي ڏنو-“
مون ڪلي ڏنو ۽ ڪيس پلنگ تي وهاريندي چيو: ”مومل منهنجي دل جي! ڳالهه ٻڌ، مونکي تو مان ڪا طمع نه آهي ۽ نڪي ڪا لالچ - تو الائي ڪيئن نظر ڪٽي مونڏي ڏنو، مان ته دل ٿي هاري ويٺو هوس ۽ اهي ڏينهن آهي‌شينهن، دل منهنجي جاءِ نه ٿي.“
”ڀلا ڪيسين نڀائيندين؟“ مومل مونکي پلنگ تي ليٽائيندي چيو، ۽ منهنجي ڳلن تي پنهنجا هٿ ڦيرڻ لڳي.
”جيسين گل گلاب جا ٽڙندا رهندا، ۽ جيسين تنهنجي ساهه جي سرهاڻ موتئي مان ايندي رهندي، ۽ تيسين تو کي ڪين وساريندس، جيسين ذهن ڪا ڳالهه ياد رکڻ ڪان نابري واري ڇڏي، پر تنهنجي

ڪچيل ساهن جا نشان منهنجي ڇاتيءَ تي نقش ٿي چڪا آهن ۽ انهن
کي ڏسي پيو جيئندس.“
مومل جهڪي پيشاني ڇهي ۽ مون کيس چيو، ”آءٌ انهيءَ لاءِ نه
آيو آهيان. ڇمڻ ڇتڻ لاءِ ورهيه پيا آهن، پر اڄ پهريائين منهنجي
نيڻن جي پياس اجهائي، مونکي پهرئين پاڻکي ڏسڻ ته ڏي.“
هوءَ منهنجي سامهون ٿي ويٺي ۽ مرڪي ڏنائين. مون کيس ڏٺو –
چوڏهين جي چنڊ کان به سونهن ۾ سرس! اکڙيون جوانيءَ جي مد
جا پريل پيالا – جن ڪنهن مون جهڙي دل- واري جي جيءَ جا
جذبا، جي مومل جي موهه کي ڏسي ترت ٻرڻ سهڻ وانگر اڇل
کائن. گلَ ڄڻ ته ستينءَ جا چنڊ – اڇا اجرا اجرا ڪندڙ – ۽ چپ
ته ائين ٿي لڳا ڄڻ خلقيندڙ پاڻ گهڙي، شراب منجهه ٻوڙي، ملائڪن
ڏانهن نئين جڙندڙ انسان جي ٻوتي لاءِ پنهنجي طرفان، سوکڙيءَ
طور موڪليا هجن. ملائڪن به اهڙن چپن لاءِ ريس ڪئي هوندي.
انهن لبن تي و ري مرڪ به اهڙي نهي پئي، جنهن ۾ جواڻ جماڻ
ڇوريءَ جو حيا ۽ سڪ سان گڏ ماءُ جي محبت جو ميناج ڏرتيءَ
جي ڦيري جهڙو اڻ- لکو نهراءُ، ڪنهن سهاڳڻ جو نياز ۽ نڙت –
۽ ڪنهن ڇڪلي جي رن جهڙو بيمثال ناز پڻ سمويل هو.
”ڏسي ورنئي؟“
”ها –“ مون چيو.
”بس ايترو جلدي ئي،“ مون ڏانهس ڏٺو، ”مان ته حياتي سڄي
ڏسڻ جهڙي آهيان ۽ تو ائين گهڙين ۾ ئي مونکي پروڙي ورتو.“
”مون توکي عاشق جي نيڻن سان ڏٺو آهي. تون اصل منهنجي روح
جي پاتل ۾ لهي وئي آهين.“
”مونکي لڳين اندر جو ڪوتو تو، پر ....“ مومل مرڪي ڏنو ڄڻ
شراب جا شيشا کلي پيا.
”پر-؟“ مون پڇيو.
”پر تنهنجي رهاڻ ڏاڍي مٺي آهي.“
”مونکان به مٺي؟“

”تو ڪان ڪا شيءِ مڃي ٿئي- اڻ تيٺي!“
مون سندس وارن ۾ آڱريون سيريون، ”ڀلا اڃو ڪي رات ڪانپوءِ ــــ ؟“
”پوءِ؟“ هوءَ چڙ ٻڌي ويئي.
”ها پوءِ ــــ“
”پوءِ رڳو اونداهه هوندي. مهني جي ٻوڀاڙي جي تاريخن وانگر چنڊ چڙهندو ڪونه، اونداهه لهندي ڪانه ــــ سهائي رڳو اڄ اٿئي. مونکي جيڪي ٻه ڏسٽو اٿئي ڏسي وٺ. سيائي نه چاٺان باڪ ڦٽندي يا نه- سچ ٻريو ته سدائين پارينندو رهندو.“
”چو ڀلا؟“ مون پڇيو، ”مون سان نڪري هل....“
مومل منهنجي ڇپن تي هٿ رکيو. تازي لڱل مينديءَ جي هلڪي هلڪي خوشبوءِ محسوس ٿيم.
”وري منهنجا راٺا اهي اکر نه آڻجئين ڇپن تي.“ مون سندس هٿ پنهنجن ڇپن تان هٽائي ڪيس ڏٺو ۽ هن هڪ گنڀير مرڪ سان چيو، ”اهو اسانجو شان نه آهي. ڀاڄوڪڙ تيڻ ڏاڍي ڏکي ڳالهه آهي.“
هوءَ وڏيڪ گنڀير ٿيندي ويئي. ”منهنجي جيءَ ۾ تو هڪڙي جو هانءُ ٿوروئي اٽڪيل آهي. الائي ڪيترا آهن جي پنهنجيون ڀڳون بچايو ڀيا هلن. مڙسن جون مڇون ڪيئن ٿيون وٽجن. پٽڪن ۾ وراڪا ڪيئن ٿا وجهجن ۽ نگاهن ۾ اعتماد ڪيئن ٿو اچي- رڳو منهنجي ڪري! تو منهنجي روح ۾ جهاتي پائي نه ڏٺو آهي ۽ آءٌ الائي ڪيڏي مجبور آهيان. آءٌ الائي ڪيئن پنهنجن جذبن ۽ آدمن ڪسي انهن ڀڳن ۽ مڇن آڏو مست گهوڙيءَ وانگر لغام ڪان جهليو بيٺي آهيان- جاني آءٌ اهو طلسمي پکي آهيان، جنهن ۾ ڪيترن پاڙن، پيءَ ۽ راڄن جو ساهه پيل آهي. جي آءٌ اڏامي ويس ته صدين جو ڏڪسات ۽ طلسم، ڪوٽن جا ڪڙا ٽٽي پوندا ۽ پوءِ ڪا ٻه ڀڳ ۽ مڇ سلامت نه رهندي.“
مومل جي اکين ۾ وري پاڻي پرجي آيو، ”پنهنجي ديس جي انهن ڪنوارين مان آهيان، جنجي اکين جو پاڻي سڪو ته چڙ قيامت

اچي ويٺي.“
مون سندس اکيون اُگهيون ۽ سندس منهن کي ٻنهي هٿن ۾ جهلي آهستي چيو، ”تون سونهن ۽ نينهن جي انهن هستين مان آهين، جنهن سان گڏ مون جهڙا مستانا ايمان جو سودو ڪرڻ کان ڪين ڪيٻائيندا.“
ويرم ڪن کان پوءِ مومل ٽپ ڏيئي اٿي ۽ ڪمري جي ڪنڊ ۾ رکيل ٽيبل لئمپ ٻاريئين. سندس چهرو ويتر جرڪڻ لڳو ۽ هن هڪ ڪپٽ ڪوليو ۽ قسمين قسمين مٺايون ۽ بسڪٽ ڪڍي اچي منهنجي اڳيان رکيا. مون ٿوري مٺائي کاڌي. هن وڏيڪ زور ڀريو.
”تو لکيو آهي-“ مون چيو، ”سياڻي اوهان ويندا هليا، وري ڪڏهن ڪا ساعت ايندي، جو توکي رکو پريان ٿي ڏسي سگهان.“
مومل ٿڌو ساهه ڀريو، ”ڏاڍي ڏکي ڳالهه آهي. منهنجي ڀيڻ ۽ ڀائرن جو نصيب ٿڌڻ وس آهي، پر منهنجي نصيب جا ڌڻي اهي ڀائر آهن ۽ ڀيڻ آهي.“
”زمانو ايڏو بدلجي ويو آهي....“ مون چوڻ چاهيو.
”پر ڀائرن جون دليون ته ڪونه بدليون آهن. بابا سائينءَ جي پٽڪي جا ور ته اچا ساڳيا آهن. جن ڪوٺن ۾ رهان ٿي، تن جا ڪنگرا به ته اوڏائي اوچا آهن، ڀائرن جي ڀرم جا ڏنگ ته منهنجي ذهن ۾ لڳندا رهن ٿا.“ ايترو چئي هن منهنجا ٻئي هٿ پنهنجن مينديءَ رتن هٿن ۾ سوگها جهلي به ٿي ڀيرا چميا ۽ ڏکها ڏکها ساهه کڻندي چيائين: ”آءٌ سائنڻ آهيان پنهنجي گهر جي. منهنجي حڪم کانسواءِ ات پکي به چڙي نٿو سگهي، پر دل جي خانن مان چاهت جي جدبن کي ڪوري ڪڍي ڇڏڻ ٻويم ٿو- آن تي وس نه آهي.“
هوءَ وري پلنگ تي ويٺي تي ته مون چيو، ”ترس منهنجي سائڻ، مونکي پاڻ ڏسڻ ته ڏي.“.
”مان تنهنجي گولي آهيان،“ هوءَ بيهي رهي، ”چاچا ڏسندين؟“

هوءَ منهنجي سامهون بيٺي هئي. قداور - عورت جي سونهن جي معراج - سنهڙي چيلهه پر يل لڳي، مونکان ڏنو نه ٿي سگهيو ۽ اٿي ونس پهتس ۽ محسوس ڪيم ته هوءَ پنڌپهڻ ٿيو بيٺي آهي. مون ڪيس ڪلهن کان جهليو، ڄڻ منجهس ساهه پئجي ويو. هوءَ مون سان هڪ ٿي بيهي رهي. سندس ڇاتيءَ منهنجي سيني تي ڄڻ پنهنجي سموري جاذبيت ۽ نينهن جا دريا پلٽي ڇڏيا. ايتري ۾ پٽ تي لڳل هڪ پراڻي گهڙيال ٽي ٺڪاءَ هنيا. هوءَ ڇرڪ پري اٿي - ۽ پوءِ ڏاڍي ڌيمي آواز ۾ چيائين، ”رات پئي وڃي راڻا....!“

”رات ڏاڍي سخي آهي،“ مون چيو، ”دل وارن لاءِ رات جي سخا اتم شيءِ آهي.“

”هاڻ ويهه - ٽڪجي پوندين.“ مومل مونکي پلنگ تي ويهاريندي چيو، ”رات ته سخي آهي، پر تون شوم آهين!“ مومل پهريون دفعو هانءَ ڦاڙي ڳالهه ڪئي ۽ مون ڪيس پنهنجي ڀاڪر ۾ جهلي سندس اڌ کليل چپن جي ڏڪندڙ آلاڻ تي پنهنجا چپ رکيا - مومل جي من اڇل کاڌي ۽ مونکي ڄڻ ويڙهي ويئي. ٻن چپن جو ڇهاءُ اسانجي لڱن جي لنئون لنئون ۾ لهندو ويو، ڄڻ زماني جون واڳون ورائي صديون اورانگهيندا، ازل ڏانهن واپس پئي وياسين. مونکي ائين محسوس ٿيو ته مومل جي دل ۽ منهنجي دل جا آواز ٻه نه پر هڪ ئي هو - ڄڻ ڪنهن تنبوري جي تنوار يا ڪنهن يڪتاري جو سُر! مومل ڊگها ساهه کڻندي پاڻکي ڪٺي پلنگ تي سٽيو ۽ آءٌ متانس جهڪيل هوس، ٻر منهنجا ٻئي پير زمين تي هئا.

مومل اکڙيون کوليون ۽ ڪنول ڪٽورين مان مُڌ هاريندين آهستي سان چيائين، ”هلي آ! ايڏو دور ڇو آهين.“

اها ساعت ڏسڻ وٽان هئي. انهيءَ گهڙيءَ گهائي ڇڏيو هو. مومل جي مست اکڙين ۾ ڪا کهاڻي چٽيل هئي. سندس هانءُ هارجي اڇي اکين ۾ اٽڪيو هو. اٽڪيو ٻه فقط ڊگهن ۽ تيز ساهن جي ڏوريءَ ۾ هو - جتان سرهاڻ جا چشما ڦٽي نڪتا هئا ۽ سندس رڳ رڳ ۾ روح ريلجي پئي ويو ۽ سندس ڳلن تي جا لالاڻ ڦٽي نڪتي هئي.

هلڪي هلڪي، جنهن مان سيڪ پئي آيو ۽ اها لالاڻ ڦٽندي آهي، ڏڪن جي ڏينهن جي سج لهڻ مهل يا ڪنهن دل گهرئي جو پنهنجي مٿان چنڊ وانگر ورڻ اچڻ مهل يا ڪنهن ڪني رن، شراب پي، مست ٿي پنهنجي ڏگڙي آڏو، پاڻ ڪولي ڪيس اچڻ جي اشاري ڪرڻ مهل! هڪ عجيب ۽ موهيندڙ مهل ٿيندي آهي. جڏهن مومل مست ٿئي ۽ هيڏي وسيع ڪائنات کان بي خبر ٿي يار جي هانءَ ۾ اچي واسو ڪري.

مومل پنهنجا نيڻ ڇهري تان هٽائي ڇڏيا. مونکي ائين محسوس ٿيڻ لڳو ڄڻ مومل جا ٻه نيڻ شراب جا شيشا هئا! سندس نيڻ ٻه ائين خالي خالي هئا. مون جهڪي ڏٺو هوءَ اندر سموري خالي خالي پئي لڳي— نيٹن ڪانوني سيني تائين!

”ڇو اکيون ڦيرائي وئين؟“ مومل مهٽو ڏنو.

”نه— تون پاڪ ۽ املهه موتي آهين.“ مون چيو.

”مونکي آسمان مان لٿل سمجهيو اٿئي ڇا؟“ مومل جي آواز ۾ دانهن لڪيل هئي، پر دل اڙجي بيهي رهي.

”سونهن کي هٿ لائي ڇو ميرو ڪجي؟ شل سونهن سدا قائم هجي!“ مون چيو.

”چريو آهين—“ مومل مونکي پاڻ ڏانهن ڇڪيو، ”عاشقن جي رمزن ۾ جي وڃي پئين ته موملون مارجي ڪسجي وينديون، مٺا گلاب ٽڙندو آهي، هر طرف ٻهڪار ٿي ويندي آهي ۽ جڏهن ماڪ ۾ وهنجي سهنجي مرڪندو آهي، ته سندس مَٽَ ڪا شيءِ نه آهي، رڳو ڪنهن سهاڳڻ جي ڇهري تي انهيءَ مهل جي مرڪ ئي مَٽ آهي، جڏهن هوءَ آلا وار ڪلهن تي وجهيو، پسيل ڇهري سان، وهنجي سهنجي، اچي آرسيءَ اڳيان بيهندي آهي.“ ايترو چئي منهنجا ٻئي هٿ کڻي پنهنجن ڇپن تي رکيا. ”رات رڙهي پئي ۽ ورهين جا ڦٽ وڏيڪ ڦهلجي ويا آهن.“

آءٌ اڄا ائين ئي بيجان بوتي وانگر مومل جي پر ۾ هوس ۽ محبت ۽ هوس جي گهرائين ۾ الجهيل هوس ته مون مومل جي سڏ ڪن

جو آواز ٻڌو ۽ ترت سندس منهن کي پنهنجن هٿن ۾ جهليم. هوءَ سيلاب ۾ چڻ لڙهي ويئي هئي، مون سندس ڳوڙها اگهڻ جي ڪوشش ڪئي تي ته چوڻ لڳي، ”چنڊ، جيڪي اندر ۾ آهي سو نڪرڻ ڏي. نه ته منهنجي سڄي حياتيءَ تي اهي ساٿون جا ڪڪر ڇانيا هوندا. نڪي وسندا نڪي هانءُ هلڪو ٿيندو.“

آءٌ اجا سوچ ۾ هوس ته مومل منهنجي سيڪ ۽ پيار تي زخم پئي هئي يا آءٌ سائس زيادتي پيو ڪريان، هوءَ اٿي ويئي ۽ پلنگ مٿان لڳل بلب روشن ڪري چوڻ لڳي، ”اڄ ته هڪٻئي کي دل پري ڏسي وٺون — مٿان سچائي ڪا ميار ڏين.“

مونکي سندس اهو انداز کهرو لڳو، ”ڇو پلا، منهنجي پيار ۾ ڪو شڪ اٿئي ڇا؟“

”نه، بلڪل نه!“ هوءَ آهستي آهستي چوڻ لڳي، ”پر منهنجا مٺا، تون بي دنيا جو رهواسي آهين ۽ مان ڪنهن ٻئي بند جي سانٺڻ آهيان — ۽ اهو به ٻڌي چنڊ ته اڄ رات ڪانپوءِ، جيئري ملڻ ته نهيو، شايد مٺي منهنجي قبر تائين به نه پهچي سگهين. توکي مون جهڙو ڏکويل جيو به ڪٿي نه ملي سگهندو. منهنجو هانءُ چيري ڏس، ته حيا ڪيڏا هاڃا ڪيا آهن مونسان.“

مومل وڏيڪ چئي، مون پنهنجا چپ سندس چپن تي رکيا ۽ منهنجا ٻئي هٿ سندس پٺن تي وري آيا. مومل جي ڇاتي، ڪنهن ڪوريءَ جي پور وانگر، منهنجي سيني تي ڇٽ ڇٽڻ لڳي ۽ تنهن مهل مومل منهنجي ملڪ جي ڇڻ مٺ متي مهراڻ ۾ لهندي ويئي:

جيسين چپن کي چمندو رهندين —
۽ باهه برهه جي ٻرندي رهندي
جيسين ڌرتيءَ جي سيني ۾ هر هلندو رهندو
۽ رات جا موهيندڙ پهر
ڪنوارين کي سهاڳڻيون بنائيندا رهندا
جيسين مردن مان ماهه موهه ۽ هٿ نه کٽندو
— تيسين ڌرتيءَ جو انت نه ايندو!

گهڻ وقت کانپوءِ، جڏهن موهن کي سرت آئي ۽ منهنجي مٿان جهڪي، منهنجي منهن تي پنهنجيون آڱريون ڦيرڻ لڳي ته مون اکيون کولي کيس ڏٺو. سندس چهرو ٻهڪيو پئي، ڄڻ ڪو ٽر وٺو هجي - ڄڻ شراب سان ڊوتل منهن هجيس ۽ اکڙيون ته ڄڻ شراب خانا بنجي ويا هيس. مون محسوس ڪيو ته هنجي بت تي اڄا تائين ڪو ڪپڙو نه هو، فقط هڪ اجرڪ ۾ ويڙهيل سيڙهيل هئي. سندس ڪپڙا پلنگ تي پيا هئا، جنجي مٿان اسين ليٽيل هئاسين.
رات منهنجي روح ۾ راڻي مينهن وسايا-!
مونکي چپ ڏسي هوءَ چوڻ لڳي، "چپ آهين؟"
"ڪالهائڻ جو امر نه آهي." مون چيو.
"تون مرد آهين، تو وٽ ڳالهائڻ لاءِ سوين مولمون. پر سمجهين ٿو ته مون لاءِ هاڻ هيءَ جبل جهڙي زندگي گذارڻ ڏکي نه آهي. سمجهنديس حياتيءَ ۾ جو ڪجهه به ٿئي ٿو، سڀ ماٺيو و يئي آهيان."
مون مرڪي ڏٺو.
"جي تون اڄ ائين ئي هليو وڃين ها، ته دل وارن جي، محبت وارن ڏانهن سدائين ميار رهي ها. هاڻ انهيءَ تصور ۽ ياد جي محلات ۾ آءٌ ڪيترين ئي حياتيون گذاري سگهان ٿي پل ڪوٺن جون ديوارون ڪيڏيون به ٿي پون."
هوءَ پلنگ تان اٿي بيٺي. اجرڪ پوري بت سان ويڙهيل هيس. ڏاڍي گنڀير پئي لڳي. هن پلنگ تي پيل سندس ڪپڙا کنيا، جيڪي اسان ٻنهي جي هينان هئڻ ڪري اصل لوئجي ويا هئا. هن ڪپڙا ويڙهي سيڙهي مونڏانهن وڌايا. "راڻا، هي ڪپڙا هاڻ مونکي نه گهرجن هي تون پاڻ سان کڻي وڃ. منهنجي نشاني اٿئي. مون اهي ڪپڙا لاٿا ڄڻ لڱن جي لنئون لنئون مان جواني کي ڪوري ڪڍيو اٿم. ڄڻ بت مان راڪاس نڪتو هجي- ۽ هاڻ ايندڙ سڄ جي اڀرڻ سان گڏ مان ڄڻ جواني جي سرحد ٽپي چڪي هونديس. منهنجي جواني سموري انهن ڪپڙن ۾ سموئجي ويئي آهي ۽ ڪپڙن ۾ ڪٿي

هي چٽ بہ هوندا جي هيل تائين منهنجي من تي هئا. ڪنوار جي سهاڳ جا اهي لال رتول چٽ ڏاڏا انمول آهن ۽ اسانجي بزرگن وٽ منهنجين وڏين ڀاڄاين جي ست جي ساک جا اهي نشان اڄ تائين ساهہ سان سانديل آهن.

آءٌ ڏانهنس وائڙو ٿي نهارڻ لڳس.

”ڇو ائين ٿو ڏسين؟“ مومل مرڪيو ۽ سندس مرڪ ۾ زهر ڀريل هو، جنهن ڪيس حياتي بخشي هئي، ”سهاڳ جي رات جو وڳو ۽ مٿس ست جا رتول چٽ، ائين ٿي آهن ڄڻ مڙسن جو مانُ هجي ڄڻ ڪو جوڙو جنگ کٽي آيو هجي- پر ڪي ڪي داغ ائين چڪي چڪي ڦٽ ٿيو پون ۽ نيٺ ناسور ۾ بدلجي، وقت جي ڏاڍائي ۽ بادشاهيءَ منجهہ پاڻ ٿي ميٽجيو وڃن.“

مومل ائين چئي پٺي ورائي ۽ اڳتي وڌي سينگار ميز تان سرخي کنيائين. ”اڄي هيءَ سرخي بہ کنيو وڃ هاڻ مونکي نہ گهرجي. هي ڪجل بہ سانديي رکجئين پاڻ وٽ- هاڻ ڪهڙو سُهندو اکڙين ۾. پر قسم اٿئي خدا جو، اها سرخي ۽ ڪجل مٿان ڪنهن ٻيءَ رن کي ڏنو ٿئي يا هنيو اٿئي تہ مان ڪوٺن منجهہ بيقرار ٿي پوندس. باقي تون، ڪا سون ورني زال پرڻين تہ اُنکي پيار ڪرڻ کان اڳ جي هيءَ سرخي هڻي ۽ ڪجل پائٿي تہ پوءِ تنهنجي پيار جو واس مون تائين پهچي ويندو- ۽ مان امر ٿي ويندس.“

مون چڻ بت مان ساهہ پئي ڇڏيو. هن نينڙي هڙ ڏاهي ۽ مونڏانهن ڪٽي آئي ۽ منهنجي اکين ۾ نهاريندي، آهستي سان منهنجي ڳل تي ٿڦڙ هڻندي چيائين، ”وڃئو ڪونہ اٿئي ڇا- سڄ ايريو تہ هٿ ڳترا ڳترا ٿي ويندين.“

”منهنجو وجود تہ اڳئي هٿ ڳترا ٿي چڪو آهي.“ مون چيو.

”جيتري قدر ٿي سگهي سلامت موٽجئين.“ هوءَ مرڪڻ لڳي.

آءٌ پلنگ تان اٿيس. هوءَ منهنجي سامهون بيٺي هئي. اجرڪ ۾ ويڙهيل ۽ ميڙهيل. ٻئي هٿ پلاندن ۾ قابو هيس. مون اڳتي وڌي سندس ڇين کي ڇهيو ۽ پوءِ سندس ٻنهي هٿن مان اجرڪ، جيڪا

ڪيس ويڙهيل هئي، تنهنجا پلاند پنهنجي هٿن ۾ جهلي ڪيس پاڻ ڏانهن
ڇڪيم ۽ سيني سان لاتي، جڏهن ڪانئس ڌار ٿيس ته ڏٺم سندس اکڙين
مان لڙڪ لڙي پيا، پر سندس ڳلن تي لڙڪن جي آلاڻ هيٺ ڪا
هلڪي ۽ گنڀير مرڪ هئي. شايد هوءَ سوچي رهي هئي ته جيئن يار
ڇڏي هليو وڃي ٿو جي ائين يار جي ياد به ڇڏي وڃي، ته جيڪر
ڪاڏهو ڪچجي پئي. جيئن چنڊ، هر رات پنهنجي سهائيءَ ۾ ڪي نه ڪي
اضافو ڪندو رهي ٿو ۽ نيٺ پنهنجي منزل تي پهچي محب - مٺي
جي منهن وانگر، چوڏهينءَ رات ٻکي ٿو ۽ پوءِ ٻيهر سور جون سٽون
سهي، دل هاري، سُونهن وڃائي اوندهه ۾ گم ٿي وڃي ٿو - تيئن
ئي آءٌ مومل جي ميل ڪانپوءِ دل هاريندي، يادن جي سهاري، ساهه
جي تند تي من جي تنوار ٻڌي ڏينهڙا گذاريم پئي. تڏهن هڪ ڏينهن
اوچتو روشيءَ تي اک پيم. ڇڻ ٻڏل دل، متاڇري تي ايندي محسوس
ٿيم ۽ ائين لڳم ڄڻ مومل جي وڇوڙي ۾ جي ورهيه گهاريا هئم، سي
اک ڇنڀ ۾ پورا ٿي ويا. سچ ته اهو آهي جو مومل جي موهه مونکي
ايڏو متوالو ڪري ڇڏيو، جو مونکي مومل جي شڪل ڳالهه ٻولهه
يا پيار سڀ وسري ويو هو، رڳو سندس سونهن جي سڳنڌ ۽ هيج وارو
هڳاءُ ئي ياد رهيو هو. ڪڏهن ڪڏهن ڳلان شهر ايندي هئي ته
مومل جي ڪاڪ جي ڪا خبر چار ملندي هيم، نه ته مون ڪيس
حياتيءَ جو حاصل سمجهي پئي ڏينهڙا گهاريا.
روشي سڳ ۾ منهنجي مڙيئي سؤٽ ٿي لڳي ۽ ڇئن پنجن سالن کان
اسانجي گهر اچي رهندي هئي ۽ يونيورسٽيءَ جا امتحان ڏيندي هئي.
مونکي ڪڏهن به نه وٽي. هوءَ جڏهن به ايندي هئي ته آءٌ عام طور اهو
احساس به نه ڪري سگهندو هوس ته گهر ۾ ڪو مهمان ٽڪيل آهي.
ٻهرئين سال، اڄ کان ڇهه سال اڳ جڏهن مومل هتان هميشه لاءِ
وئي، ڪجهه مهنا مس ٿيا هئا، تڏهن مون سائس تمام رواجي ڪيڪر
ڪانسواءِ ڪي ڪونه ڳالهايو هو. ٻئي سال هن مونسان الاهي ڳالهايو،
پر مونکي هن ۾ ڪا اهڙي ڇڪ محسوس ئي نه ٿي، جو منهنجي
من جي مامري جو ڪو ڊؤل بدلجي. پوءِ لاڳيتا ڪي سال روشيءَ

پڻ مونسان رواجي هلت هلي، جيڪا پڻ محسوس ٿيڻ جوڳي نہ هئي - پر جڏهن گذريل سال ڪالن روشيءَ جي ڪنواري لڳڻ ۾ وقت جي رفتار ۽ جذبن ملي سندس سو نهن ڪي سرس ڪيو ۽ عمر جي پنجويهين چويهين ڏاڪي سندس ذهني پختگيءَ ڪي پڻ هڪ ڪشش ۾ بدلي ڇڏيو ۽ سندس لوڏ ۽ ڳالهه ٻولهه بہ عورتپي جي نهٺائي ۽ نزاڪت ظاهر ڪرڻ لڳي - تڏهن مون ڏانهنس ڏيان نہ ڏريو هو، جو آءٌ پاڪي مومل ڏانهن ارپي چڪو هوس. آن رتيءَ جي رهاڻ مونکي حياتي گهارڻ جي همٿ ۽ چاهہ ڏيئي ڇڏيو هو. پر هاڻ مون محسوس ڪيو پئي تہ - نہ فقط روشيءَ هن پيري منهنجي من ڪي لوڏي وڌو هو، پر مونکي سندس نالو بہ وڻڻ لڳو. روشي! ڪيترو نہ موهہ پريو آهي. پهرئين آءٌ کيس روشن آرا سمجهندو هوس، ڇڻ ڪنهن رائي مهارائيءَ جي بيدولي ڌيءَ هجي. اهڙي هترادو شهزادي پلا ڪيئن منهنجي شهزادي جهڙيءَ دل کي جهپي وٺندي.

جڏهن روشيءَ مونکان ڊڪشنري بابت پڇيو هو، تہ منهنجي دل چيو تہ چئي ڏيانس:. 'منهنجي اکين ۾ نهار هر اکر اجري پوندو.'

"انهيءَ جي معني تہ اوهان وٽ ڊڪشنري نہ آهي؟" هن وري پڇيو.

"منهنجي ڪتابن جو ڪٻٽ اندر آهي، آن ۾ ڏسي وٺ."

"آتي صبح جو ڏنو هوم - هڪ هئي سهي پر وٺين نہ."

"ڇو؟" مون ڏانهنس ڏٺو.

"هڪ تہ ڊڪشنري سٺي نہ هئي، ٻيو ان ۾ ڪو خط پيل هو، سو مون ڊڪشنري کي واپس رکي ڇڏيو-"

"خط-!" مون حيران ٿيندي پڇيو، "تو پڙهيو تہ ڪونہ؟"

"نہ - خط جي خوشبو ئي اهڙي هئي، جو مان همٿ جهلي نہ سگهيس."

مون مرڪي ڏنو، "خوشبوءَ تي پلجي نہ پئجان."

ٻئي ڏينهن شام جو پنهنجي ڪمري ۾ ئي ليٽيل هوس ۽ سوچيم پئي تہ ٻاهر نڪرجي يا نہ، تہ ايتري ۾ روشيءَ اچي نڪاءُ ڪيو.

"شام اچي ٿي آهي. اوهين اجا ليٽيا پيا آهيو." هوءَ سامهون اچي ويهي رهي. مون سندس آيي قد تي نظر وڌي. سليٽي رنگ جي سوٽ

۾ ڏاڍي وڏي پٽي ۽ نيٽن ۾ ڪجلي نهار هيس، تنهنڪي ڏسي آءٌ مرڪندي اٿي ويهي رهيس.
”او هانوٽ جي وقت هجي ته مونسان گڏ هلو. مونکي ڪا سٺي ڊڪشنري وٺڻي آهي.“ هن نهايت آهستي ۽ اعتماد سان چيو.
ٿوري دير ڪانپوءِ اسين ڪتابن جي دڪانن تي لهندي چڙهندي مون روشيءَ جي شخصيت کي غور سان ڏٺو. سندس اکيون مومل جهڙيون هيون. سندس وارن ۾ جو بنگال جو جادو هو، سو به مومل جو ئي ٿي لڳو. جيتوڻيڪ هوءَ هر ڳالهه ۾ بدليل هئي، پر مون اسين محسوس ڪرڻ شروع ڪيو ڇڻ هيءَ ئي منهنجي مومل هئي.
هلندي هلندي روشيءَ مونکان پڇيو، ”اوهان خاموش پيا هلو، خير ته آهي يا....“
”ڊپ ٿو لڳيم....“ مون ڏانهنس ڏسندي چيو.
”ڇو؟“
”توهان ماسترياڻي آهيو، متان ڪا ڳالهه غلط ڪري وجهان ۽ پوءِ اٿ ويهه ڪرائين.“
هن رستي تي هلندي هلندي ئي وڏو ٽهڪ ڏنو ۽ سندس ڳلن تي لالاڻ مڙي آئي. اهڙي ئي لالاڻ هئي مومل جي ڳلن تي، جڏهن پهريون ڀيرو مون انهنکي پنهنجن چپن سان ڇهيو.
”انهيءَ جي معنيٰ ڏاهو ڇوڪر آهين.“ هوءَ وري کلڻ لڳي.
مون ڳالهه بدلائي، ”تنهنجا امتحان ڪيسين هلندا؟“
”ڇو ڪڪ تي پيا آهيو ڇا؟“
مون ڪيس ڏٺو ۽ ٻنهي جون نظرون پاڻ ۾ سليون ۽ وري جدا ٿي ويون.
”نه اسين نه آهي. آءٌ ڪڪ-پروف آهيان.“ مون چيو.
”اها ڳالهه صحيح آهي. آءٌ پاڻ ڏسان پئي گدريل ڪيترن سالن کان اوهان نه ڪڪ ٿا ٿيو ۽ نه وري خوش.“
”خوش ٿيڻ ۽ نه ٿيڻ لاءِ سبب ٿيندا –“ مون چيو. تنهن مهل هڪ رڪشا بيهاريم ۽ ٻئي ان ۾ وهناسين. ۽ ڳالهه کي بدلايم، ”هيءَ

ڊڪشنري سٺي ورتي اٿئي.“
”ها، انهيءَ جي وڏي خوبي اها آهي، جو ان ۾ ڪو خوشبودار خط ڪونہ رکيل آهي.“
مون کلي ڏنو، ”اهو خوشبودار خط پڙهيو اٿئي. ڪولي ڏسين ها تہ ميونسپالٽيءَ جو واٽر ٽيڪس جو بل مليو ئي ها.“

ٻئي ڀيري روشي وري منهنجي ڪمري ۾ آئي.
”مون ٻڌو آهي تہ منهنجو مضمون وارو پيپر اوهانجي دوست مسٽر قريشيءَ وٽ ويو آهي. جي مهرباني ڪري ٿوري سفارش ڪريو تہ....“
آءٌ سندس ڳالهہ جي انهيءَ انداز تي کليس. هن مونکي گهوري ڏٺو.
”ڳالهہ مشڪل آهي.“ مون کلندي چيو.
”ڇو مشڪل آهي؟“
”انهيءَ ڪري جو منهنجن دوستن کي خبر آهي، مونکي ڇوڪريون صفا وڻن ڪونہ - مڙيئي پاسو ڪندو آهيان. سو ڪيئن هڪ ڇوڪريءَ جي سفارش ڪندس - هو ڇا سوچيندا؟“
”ڇوڪريون اوهانکي ڇو نٿيون وڻن؟“ هن دلچسپيءَ سان پڇيو.
”ڪهڙو ڏوهہ ڪيو ويچارين؟“
”زندگي مون لئہ زهر آهي. آءٌ نٿو چاهيان تہ جو زهر آءٌ پي چڪو آهيان، تنهنجي سواد کي بدلايان.“ مون چيو.
”زندگيءَ کان منهن موڙڻ ڇرياٽپ آهي.“ ائين چئي هوءَ يڪدم منهنجي ڪمري مان وئي هلي. مونکي سندس وڃڻ جو اوڏيءَ مهل احساس نہ ٿيو. پر ڪجهہ دير ڪانپوءِ ائين محسوس ٿيو، ڄڻ مون اهو چڱو نہ ڪيو. روشيءَ کي ائين نہ وڃڻ کپي ها. دل جي ڪا ڪنڊ ڄڻ خالي ٿي پئي. ڄڻ منهنجو احساس ويو هليو- ڄڻ مومل ويئي هلي.
اُن ڪانپوءِ، هڪ ٻہ ڏينهن روشيءَ مونسان پوريءَ ريت نہ ڳالهايو. مونکي اها ڳالهہ چڱي نہ پئي لڳي، پر تنهن هوندي بہ روشيءَ جي

ڇهري تي ڇانيل ڪاوڙ ۾ جيڪا پنهنجائپ هئي سا ڏاڍي وڻندڙ هئي ۔
روشيءَ جي ڪاوڙ ڪجهه ڏينهن هلي۔ اچا هلي ها۔ پر مون ٿي ساڻس ڳالهايو هو ۔ آءٌ سندس ڪمري ۾ ويس جو گهر جي ڏاڪڻي چيڙي تي گوڙ گهمسان ڪان ڪي قدر پرتي هو۔ مونکي ڏسي ، روشيءَ جي لڳن ۾ ڇڻ ساهه پئجي ويو ۔ مونکي ائين لڳو ڇڻ روشي ڪو ٻ نل سهو هجي ۔
”اچو ـ“ هن رسمي ڪيڪر ڪئي ۽ اتي ويهي رهي۔
”ڪهڙا حال آهن۔ پيپر تين پيا؟“ مون ويٺي پڇيو ۔
”ها ۔“ هن جواب ڏنو۔
”اچا ٻه سرڪار جي ڪاوڙ آهي ڇا؟“ مون سندس سامهون پيل ڪرسيءَ تي وهندي چيو۔ انهيءَ تي روشيءَ منهنجي منهن ۾ شور منجهان نهاريو۔
مون ڪلي ڏنو ، ”اهڙين نظرن سان ڏٺي ته رُلي ويندس ۔“
هوءَ اوڏي مهل بلڪل خاموش هئي ـ هڪ پٿر جي بت وانگر ۔ پر اندر ۾ جا سِڪ ۽ اوسيئڙو هوس سو بلڪل آرسيءَ مثل هو۔
”وري بي عزتي ڪرڻ جو خيال اٿو ڇا ـ؟“
مون ڏنو هوءَ ڏاڍي مايوس هئي ۽ سندس ڇهري تي هڪ عجيب اڻ ڇهندڙ اداسي ڦهليل هئي ۔ مونکي ڏک تيئن لڳو ۽ اتي سندس پرسان ويس ته هوءَ ٻه پلنگ تان اٿي بيٺي ۔ ڪنڌ جهڪيل هوس ۔
مون سندس هٿ پنهنجن ٻنهي هٿن ۾ جهليو، جيڪو بيجان محسوس ٿيم ۽ سندس ڪنڌ تي پنهنجو هڪ هٿ رکي آهستي سان چيم ، ”تون سمجهندي هوندينءَ آءٌ پٿر دل آهيان، پر انهن گذريل ڏينهن ۾ مونسان نه ڳالهايو اٿئي ، تنهن جيڪي مونسان حال ڪيو آهي، تنهنجي خبر اٿئي؟“ ٻه ٽي ساعتون ٻئي خاموش هئاسين ۔ ”شام جو ڪنهن بهاني سان مونسان گڏ هلجئين، ته هيءَ سينو چيري ڏيکاريان ته منهنجو ڪهڙو حال آهي ۔“
مون سندس هٿ کي زور ڏنو ۽ سندس ڪمري مان نڪري

آيس .

انهيءَ ڏينهن شام جو، آءٌ روشيءَ کي درياهہ تي وٺي ويس. بيوس ۽ پوڙهي سنڌوءَ جي ڪناري، جڏهن سج سائين هنيون هاري هلڻ ۾ ٿي هو، تہ مون روشيءَ کي چيو هو: ”روشي هن سنڌوءَ جو سونهن آهي – ۽ سج جي روشني ۾ شايد تون پسي سگهين، تہ منهنجي اندر ۾ ڪيڏو اوڙاهہ پيو جلي. آءٌ ڏاڍو بيوس ۽ بي رحم آهيان. نڪي منهنجي وس ۾ ڪي آهي ۽ نڪي پنهنجي ذات کان ٻاهر ڪي سوچي سگهان تو.“
”آءٌ توکان رحم نٿي گهران،“ روشي سج کي لهندي ڏسي رهي هئي. ”پر توهانکي خبر نہ هوندي آءٌ ورهين کان هن آگ ۾ جلندي رهي آهيان ۽ ڏس مون هيترا سال زبان توڙي اک کي ڪي سلڻ نہ ڏنو. هن ڀيري الائي ڪيئن تو همٿ هاري وڌي يا منهنجي نصيب ۾ ڪي وڏيڪ ڏک لکيل آهن.“
”چري آهين،“ مون چيو. ”مونکي ائين ٿو لڳي ڄڻ منهنجي حياتي جيڪا بس ٿي ويئي هئي، سا وري هلڻ لڳي آهي، مونکي تو ۾ پنهنجي نينهن جا ڀاڃا ڏسڻ ۾ آيا ۽ ڀاڃن تي ٻاڻ واري وينس.“
روشيءَ جو همٿ منهنجي همٿ ۾ هو ۽ هوءَ مونسان لڳيو هلي پئي. مونکي ائين پئي لڳو ڄڻ مومل جي سهاري پيو هلان ۽ ويس ٿي وري رات جي اونده ۾ گم ٿي. پر روشي اوچتو بيهي رهي. درياهہ جي ڪناري جي اڪيلائي، ڪنهن ڪنواري ڇوڪريءَ جي راتين وانگر ڏاڍي پرڪشش ۽ بي چين هئي. مون روشيءَ جي اکين ۾ ڏٺو. ڪجل کان بي نياز سڪ سان ڀرپور ٻہ اکيون – آءٌ ڄڻ وڃائجي ويس.
”تون منهنجي مومل آهين.“
هوءَ گل وانگر ٽڙي پئي ۽ تڏو ساهہ ڀري چوڻ لڳي، ”اڇوڪو مرادن جو ڏينهن آهي ۽ اڄ جي تون ڪو قول نہ ٻہ ڪرين، تڏهن ٻہ آءٌ حياتي سڄي ارپڻ لاءِ تيار آهيان.“

تنهن مهل، درياهه شاهه جي پر ۾، سنجها جي مٽي مٽي روشنيءَ ۾، ساعتن ۾ ٿي اسان حياتين جا سودا ڪري ويهي رهياسين. ائين ٿي ڪجهه ڏينهن گذري ويا- پر هڪڙي رات، جڏهن آءٌ پنهنجي ڪمري ۾ ليٽيو پيو هوس ۽ ڪجهه پڙهيم پئي، روشني مونوٽ آئي. رات جوان هئي. گهر جا ياتي پنهنجن ڪمرن ۾ آرامي هئا. ٻاهر هلڪو هلڪو سيءُ پئي پيو. روشني بت کي شال ويڙهي اچي آڏو بيٺي.

”تون هيڏي مهل هتي؟“

”چو نه اچان؟“ هوءَ منهنجي پرسان پلنگ تي اچي ويٺي. پرسان ٽيبل لئمپ جي شعاع منجهه سندس چهرو ڀهه ڀهه پئي ٻريو. اڄ مون پهريون ڀيرو سندس اکين ۾ ڪجل ۽ چپن تي سرخي ڏٺي هئي. سندس ڪنن ۾ موتئي جا گل پيا هئا. منهنجي دل کي چڻ چڪي آئي. هوءَ منهنجي منهن ۾ ڏسڻ لڳي ۽ مون مرڪي ڏنو، ”چو پلا صفا مارڻ جو خيال اٿئي ڇا؟“

روشيءَ شال لاهي ڪرسيءَ تي رکي ۽ مون پهريون ڀيرو محسوس ڪيو ته سندس بت جي چقمق جو دائرو نهايت اثرائتو آهي. مون ڪيس ڪلهن کان جهلي ٽورو پاڻ ڏانهن ڇڪيو.

”ٻاهر رات ڏاڍي اداس آهي.“ روشيءَ چيو.

”شايد رات کان سندس محب منو رڌو هجي. پر منهنجي ڪمري ۾ ته رات سهاڳڻ آهي.“

”ڳالهه رات جي نه آهي،“ روشيءَ اکيون هيٺ ڪيون. ”منهنجي آهي.“

”ڳالهه ڇا آهي؟ مون پڇيو.

”آءٌ تنهنجي مومل آهيان نه؟“ روشيءَ جي اکين جا تلاءُ پرجي آيا.

”تون منهنجو ميندرو آهين نه؟ ٻڌاءِ؟“

”ها تون مومل آهين ۽ منهنجي حياتي....“

”نه، اڄ مونکي ٻڌاءِ تون مونکي ڪيترو پيار ٿو ڪرين. قسم اٿئي پنهنجي مومل جو، دل جا دفتر کولڻ ۾ شومُ نه ٿجئين.“ روشيءَ جا چپ ڏڪڻ لڳا- جرڪڻ لڳا ۽ بت سڄي ۾ چڻ ڪا سيءَ جي

لهر ٻوڙي ويئي هيس.
”هيءَ حياتي ۽ مومل جو سهاڳ ۽ ڏهاڳ آهي، مون کيس پنهنجي سيني سان لائيندي چيو. ”جي تون مونسان ساڻ آهين ته منهنجي حياتيءَ ۾ تنهنجي ڇپن جهڙي لالاڻ ڦهليل آهي جي تو اک ڦيري ته زندگي سڄي ڪجل جي ڪاراڻ تي پوندي.“
”بس!“ روشيءَ منهنجي ڇاتيءَ تان ڪنڌ ڪنيو. ”توکي پنهنجي مومل سان ايترو پيار آهي.“
”اڄ سوچي ڇا آئي آهين؟ مونکي ۽ منهنجي پيار کي ڇا سمجهيو اٿئي؟“
روشي پڙڪو ڏيئي اٿي ويئي. سندس اکين ۾ عجيب احساس تريو پئي ۽ سمجهيم پئي ته طوفان ڇاڻ آيو کي آيو.
”جاني هڪڙي ڳالهه پڇاڻ، پيار ۾ ڪوڙ ڪيسين جائز آهي؟“
”پيار ۽ موهه ۾ جائز ناجائز ڪا ڳالهه ئي نه آهي. ذهن جي سٽاءَ نه آهي، جو جائز ۽ ناجائز هجي، هت دلين جا اقرار آهن—“ مون چيو.
”پر آءٌ تنهنجي مومل نه آهيان....“ مونکي چئي اوچتو ڏک لڳو يا دل ٻيهي رهي. آءٌ ٻڏي ويس.
”ٻي ڪير آ. مومل منهنجي؟“ مون دل جهلي پڇيو.
”مومل تنهنجي اُها آهي جنهن لاءِ تو ورهيه خواب ڏٺا، جنهن لاءِ تو چئي دنيا تياڳي هئي. جيڪا تنهنجي رڳ رڳ ۾ رچيل آهي— ۽ جنهنجا خط تنهنجي سامهون هن ڪٻٽ ۾ پيا آهن—“
”مومل....؟“ مونکان چئي دانهن نڪتي.
”نه روشي ڇو؟“ ايترو چئي روشيءَ جي اکين مان ڪجل وهي نڪتو ۽ ڳلن تي مڙي آيل رت چئي گم تي ويو ۽ هڪ سڏ کي سان هوءَ مونکي چنبڙي ويئي ۽ پنهنجن ڳاڙهن چپن سان منهنجي پيشاني، اکيون، ڳل ۽ چپ چمڻ لڳي. سندس ٽڪرا ٽڪرا ۽ ڏکيا ساهه منهنجي منهن تي ڦهلجڻ لڳا، هوءَ چئي ديواني تي پئي هئي. مون کيس پاڪر ۾ جهلي سندس اکين کي چميو.

ٿوري دير ڪانپوءِ هن وري پڇيو: ”تو ڇو مونکي دوکو ڏنو- ٻڏاءِ
آءٌ سالن کان ائين ٿي پنهنجو پاڻ اندر ئي اندر ۾ دکيس پئي، تو
ڇو مونکي پاڻ ڏانهن ڇڪيو. ڇا تنهنجي دل مومل مان پرجي نه
سگهي-“

”ڇري آهين تون، منهنجي مومل ته تون آهين.“ مون کيس سمجهايو
۽ دل کولي آڏو رکيمانس، ”آءٌ بيوس آهيان. مون واقعي مومل
سان محبت ڪئي هئي، جنهن منهنجي ذهن تي پنهنجيون ياديون
ايڏيون ته گهريون ڇڏيون آهن، جو جيڪر مونکي تون نه ملين ها
ته مان انهن ياد ن جي سيڪ ۾ ئي ڇار ٿي وڃان ها. تو مونکي نئين
زندگي بخشي آهي. تون اهو اندازو نه ڪري سگهندينءَ ته مونکي
مومل سان ڪيڏي محبت هئي. پر جنهن ڏينهن مون توکي ڏٺو.
مونکي ائين لڳو ڄڻ مومل ڪوٺ پڇي اچي منهنجي آڏو بيٺي آهي.
تو ڄڻ حياتيءَ جي تتندڙ تند کي ڳنڍيو آهي.

روشي ايترو ٻڌي ماٺ ڪري ويهي رهي ۽ پوءِ آهستي آهستي چوڻ
لڳي، ”اڄ مون تنهنجي مومل جا سڀ خط پڙهيا آهن. تو الائي
کيس ڇا ڇا لکيو هوندو؟ ڪڏهن مونسان اهڙا اکر ڳالهايا اٿئي.
ڪڏهن مونکي اهڙي محبت جي قابل سمجهيو اٿئي؟“ هوءَ وري
روئڻ لڳي.

آءٌ ٻه پاڻ جهاي نه سگهيس ۽ ٻه ڳوڙها تري آيا ۽ ائين لڳوهه پاڻي
اٿيس ۽ مومل جا جيڪي ٻه خط هئا سي مون ڪبٽ مان ڪڍي،
روشيءَ آڏو اچي رکيا.

”جي تو اهي خط پڙهيا آهن، ته ٻڌاءِ مون جو توکي مومل ڇيو آهي،
ڇا تنهنجي محبت مومل کان گهٽ آهي. تون مونکي خط لکين ته
اهڙا اکر نه لکندينءَ-؟“ هوءَ مون ڏانهن ڏسڻ لڳي، ”تون ئي
منهنجي مومل آهين. مون ڪو ڏوهه ته نه ڪيو آهي.“

روشي خطن کي ڏسڻ لڳي. خطن ۾ اڃا ٻه مومل جي خوشبو واسيل
هئي. اهڙيءَ سرهاڻ روشيءَ جي وارن ۾ هئي. مون اڳتي وڌي
کيس ٻانهن کان جهلي بيهاريو ۽ سندس ڇهري کي پنهنجن ٻنهي هٿن

سان مٿي ڪٽي سنلس چپن وٽ پنهنجا چپ آڻيندي آهستي سان چيم،
”مان ٿي تنهنجو راڻو آهيان.“ روشي جا چپ ڪليا ٿي، پر مون پنهنجا
چپ سنلس چپن تي رکي ڇڏيا ۽ مونکي ائين محسوس ٿيو ڄڻ پيار
جو اهو ڇهاءُ، سڪ جو اهو احساس اسانجي لڱن ۾ لهندو وڃي. ڄڻ
ورهين ڪانپوءِ ڏر وٺو هجي، ڄڻ ماڪ ۾ ماڪي ملپل هجي جا رڳ
رڳ ۾ ڦهلجندي وڃي. ڳپل وقت ٿي ويو، اسين ائين ئي هڪ ٿيا
بيٺا هئاسين ۽ جڏهن مون روشيءَ کي پلنگ تي ويهاريو ته هوءَ آهستي
آهستي چوڻ لڳي، ”هاڻ زهر پياري حياتي کي ختم ڪري ڇڏ-
انهن گهڙين گهائي ڇڏيو آهي.“
مون کيس اتي ئي ويهاريو، هوءَ بت وانگر اتي ئي ويٺي هئي، مون
اٿي پنهنجو ڪبٽ کوليو ۽ مومل جا ڪپڙا جيڪي هن مونکي
سوکڙي طور آڻي ڏنا هئا، سي ڪڍي اچي روشي اڳيان رکيم.
”اڄ رات هي ڪپڙا پاءِ.“ مون چيو.
مون سمجهيو هوءَ ڪجهه پڇندي، پر هوءَ اٿي ۽ پريان ڪبٽ جي
پرسان بيهي چپ چاپ ڪپڙا بدلائڻ لڳي. اُن مهل مون روشيءَ جو
بت ڏٺو، جو سنڌ جي ڌرتي وانگر سڪايل ۽ سر سبز هو. جڏهن
روشيءَ مومل جا ڍلا ڍلا ۽ ويڪرا ڪپڙا پاتا پئي، ته مون ائين پئي
محسوس ڪيو، ڄڻ آءٌ جيڪو ڪيچي ٽڪرا ٽڪرا ٿيو هوس،
سو هاڻ پيهر جڙي راس پيو ٿيان. منهنجي خوشي ڏسڻ وٽان هئي
۽ روشي ته ڄڻ منهنجو ساهه بنجي پئي هئي. هوءَ منهنجي آڏو اچي
بيٺي.
”ڏس پلا مونکي، آءٌ نهان ٿي - وٽان ٿي توکي؟“ روشيءَ نماڻي
آواز ۾ چيو، ”هي ڪپڙا مومل جا آهن؟“
”ها، تون مومل آهين.“ مومل کيس پنهنجين ٻانهن ۾ جهليندي
چيو، ”اڄ آءٌ ڄڻ جڙي راس ٿيو آهيان. تو مونکي حياتي ڏني
آهي. هي آهي ڪپڙا آهن، جنکي پهري مومل پنهنجو مان ڏنو هو.
جنکي پهري مومل مونکان محبت نڀائڻ جو وعدو به نه ورتو هو
۽ هڪ تون آهين جو پيار پيار جي ماڳ، ماڳهين ڪنهن ڪنهن

مهل اهڙو رخ تي ڏين جو ماڻهو آپگهات ڪري وجهي.“ مون ايترو چوندي مرڪي ڏنو، پر روشي بلڪل گنڀير تي ويئي ۽ هڪ ٽڪ مونڏانهن ڏسڻ لڳي. مون ائين سمجهڻ شروع ڪيو ڇڻ هاڻ مان پنهنجو وجود وڃائي وهندس.

”ڪيترو پيار ڪيئي؟“ روشيءَ اک جي اشاري سان ڇيو. سندس انهيءَ اشاري ۾ نيٺ عورتپڻو هو، جيڪو عام طرح هاڻ فقط انهن زالن ۾ وڃي رهيو آهي، جي باعزت سماج جي نظرن ۾ ڪريل آهن. جيتوڻيڪ اهو جذبو قدرتي ۽ اصلوڪو آهي، پر پالش ڪيل زالن وٽ ته مرڪ به پالش ڪيل ۽ هترادو هوندي آهي.

”آءٌ سڄي عمر تو کي پيار ڪري سگهان تي.“ روشيءَ منهنجو هٿ پنهنجي هٿ ۾ ڪٽي آهستي سان زور ڏنو ۽ پوءِ پنهنجن چپن تي رکيو. روشيءَ جا هٿ ميندڍيءَ کان بي نياز هئا. پر زال جي هٿن جي چاڻل سڃاڻل بوُ ضرور هئي. روشي پوءِ ڇري تي پيئي ۽ هوءَ منهنجي هٿن ۽ ٻانهن کي چمندي چمندي، منهنجي منهن کي پنهنجن هٿن ۾ جهلي ايترو ته چميائين، جو منهنجو منهن سڄو آلو تي ويو. ڳاڙهو تي ويو ۽ روشيءَ جي چپن جي بيپناهه ڇهاءَ ۾ جا ڪشش هئي، تنهن سموري لڱن ۾ وهندڙ رت کي بيتاب ڪري ڇڏيو ۽ سمورو رت به ٻوڙ پائي منهنجي منهن ۾ سموئڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو.

”پيو ڇا ڪيئي؟“ روشي اڃا گنڀير هئي، ”ساهه ڪيئي ته سو به ڪڏهن وٽ.“

”مومل ماري وڌو آهي. عاشقن جي نصيب ۾ سدا اهي مهڻا لکيل آهن – پر اڄ جي دل جون ڳالهيون نڪتيون آهن ته مونسان هڪ قول ڪر....“

”ڪهڙا تو قول وٺين!“ روشيءَ نيڻ کنيا. ”هاڻ ويچا ڏي ڪهڙا رهيا آهن؟“

”نه ٻڌاءِ، مونسان ڪيسين نڀائيندينءَ؟“ مون پڇيو.

”جيسين بت ۾ ساهه اٿم....“

”مونکي ڇڏي ته ڪونه ويندينءَ؟“

”روح ڪير ڇڏيندو.“

”هوا وانگر رخ تہ نہ ڦيرينديندءِ؟“
”آءٌ سچي تنهنجي آهيان.“
”پر-“ مون چيو، ”جت تو منهنجي سچي حياتيءَ کي ڦيري وڌو آهي ۽ مونکي نئين سر جيئڻ جي سڪ ڏني اٿئي ۽ جت تو منهنجي ذهن تان ماضيءَ جا ڌنڌ لاهي ڦٽا ڪيا آهن ۽ منهنجي لاءِ وري دنيا ۾ ڪشش پيدا ڪئي اٿئي - اُت آءٌ بہ چاهيان ٿو تہ تون مون لاءِ هڪ قرباني ڏي.“
هوءَ مونڏانهن ڏسڻ لڳي.
”منهنجي خواهش آهي تہ تون بنجي پؤ منهنجي مومل! اڄ کان تون روشي نہ پر مومل آهين. آءٌ توکي انهيءَ روپ ۾ ڏسڻ چاهيان ٿو ۽ تون چؤ پنهنجن انهن سهڻن چپن سان تہ تون منهنجي مومل آهين.“
هوءَ چپ ٿي ويئي.
”هي مومل جا ڪپڙا پاتا اٿم، تڏهن بہ تون نٿو سمجهين تہ آءٌ تنهنجن خوابن جي تعبير آهيان.“
ڪيتري دير جڏهين اسين ٻئي خاموش هئاسين. بيجان ۽ اڻ چرندڙ تڏهن روشي اٿي بيٺي ۽ منهنجا هٿ پنهنجن هٿن ۾ جهلي آهستي سان چيائين، ” چوٿو ايڏو ملول ٿين. آءٌ تنهنجي آهيان، تنهنجي مومل آهيان، مومل آهيان“
پوءِ هوءَ مومل جا ڪپڙا لاهي پنهنجا ڪپڙا پائي منهنجي ڪمري مان هلي وئي.

اهي هئا سائين دل جا دفتر، جيڪي ڪولي پٽ پڌرا ڪيا اٿم. هاڻ چڻ ڏري پيو. پر اها صدين جي باهہ آهي. اُجهامي ويئي تہ بہ سڀڪ ۾ پيو سڙندس. مومل الائي ڪٿي آهي. الله وڏي چمار ڪريس-روشي تہ نظرن آڏو ايندي بہ آهي وري هلي بہ ويندي آهي، تنهن هوندي بہ هوءَ ايڏو دور آهي جو آءٌ سندس تصور ڪرڻ لاءِ بہ بيوس آهيان، جو هاڻي هوءَ ائين ٿي ملي، چڻ اڳ ڪڏهن ڪا دلين جي رهاڻ ٿي ئي نہ هئي ۽ نڪي اکڙين ۾ ڪي قول ٿيا هئا.

الائي ڇو هر انسان پنهنجن خواهشن جي تڪميل چاهي ٿو ۽ ٻڌندو ته ائين ٿي آهيان ته محبت ۾ ويڇا وسارڻا ٿي پوندا آهن ۽ پاڻ واري فنا ٿي امر بڻبو آهي. پر ڇا ڪجي مون وٽ نڪي مومل آهي ۽ نه وري اُنجي ياد. مونوٽ رڳو انجو نالو ٿي وڃي رهيو آهي ۽ ڇڻ ڪنهن سُڄي جي آخري پونجي آهي - پر روشيءَ الائي ڪيئن پنهنجي دل تي پٿر رکي، حياتيءَ جو زهر پي، عشق جون رمزون وساري، ذهن جي ضداڳيان روح کي ڳاري، مونکي لکيو هئائين:

' توکي چاهيان ٿي - پنهنجي ساهه کان به وڌ - جو سمجهيم پئي، تون منهنجي من تان اوندهه لاهي ڦٽي ڪندين. آءٌ ڪيڏي نه خود غرض هيس. پر اندر ۾ توکي به ڦٽ هئا ۽ تون مونکان به وڌيڪ ڏکويل هئين. چاهيم ٿي ته تنهنجا سمورا ڏک پنهنجا سک سمجهي سيني سان لايان - پر مونکان تنهنجي مومل تيئن هرگز نٿو ٻڄي سگهي. ڇا ڪريان مجبور آهيان. فيصلو ڪري ورتو اٿم ته هاڻ اهڙي محبت ڪبي ئي نه، جنهن ۾ ڪو غرض سمايل هوندو. ڀلا تون ئي انصاف ڪر - تون مونکي چاهين مومل سمجهي ۽ آءٌ توکيٌ روشيءَ جو پيار ڏيان. آءٌ وري به تنهنجي محبت لاءِ مومل جي محتاج. ڏاڍي ڏکي ڳالهه آهي....'

روشيءَ ڪجهه پيو به لکيو هو - پر آءٌ محبت ۽ حياتيءَ جي به واٽي تي اچي بيهي رهيس. پهرئين مومل جا سور هئا، هاڻ روشيءَ رڻ ۾ رولي وڌو ۽ مٿان رات جي اونداهه، تنهن ته جيئڻ ڏکيو ڪري ڇڏيو آهي. (١٩٧٠)

# يڪ نعرهء حيدري....

منهنجو هڪڙو دوست آهي. جوان تمام ناهوڪو آهي. سندس سنهن-مهانڊي، اٺٽي-ويهٽي، ڪپڙي-گندي ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ هن متعلق رڳو تي اکر چوڻ ڪافي آهن، يعني هُو بيروزگار آهي. بس وڏيڪ ڇا چوان! اوهان پاڻ سمجهو آهيو. مونکي ٻه وڏيڪ ڦُولهه-ڦُولهان جي عادت ڪانهي. ڊگرين ۽ سرٽيفڪيٽن ڳولڻ ۽ حاصل ڪرڻ ۾ قهر ڪري ڇڏيا اٿس. انهيءَ ڳالهه ۾ بلڪل خفتي آهي. سندس نالو ڇگو خاصو ڊگهو آهي. ذري گهٽ گڏبس ترين پيو لڳي. نالو اٿس: ميان محمد بشير احمد لغاري بي. اي (آنرس)، ايم. اي. (مسلم هسٽري)، ايم. اي. (اسلامي ڪلچر)، ايم. اي. (رليجن)، ايل ايل. بي.،— ۽ هاڻي بي. ايڊ. جو اضافو پڻ ٿيڻ وارو اٿس، انشاالله!—اهي ته ٿيون ڊگريون! هاڻ اچو سرٽيفڪيٽن تي. همراهه ڪي ڊرائنگ جو انٽر پاس سرٽيفڪيٽ، فرسٽ ائڊ ڪورس پاس سرٽيفڪيٽ، سول ڊفينس ٽريننگ سرٽيفڪيٽ، ۽ ڏهن پنڌرهن ڪلاس ون ۽ ڪلاس ٽو آفيسرن جا سندس شرافت بابت سرٽيفڪيٽ اٿس. ڪجهه ڏينهن ٿيا مونکي رستي پنڌ مليو. بلڪل ٽپ ٽاپ. چنڊ يل ڦوڪيل. اکين ۾ سُرمي اميدُن جا ڏيئا ٻاري ڇڏيا هئس. ڏاڙهي مڇون صفا چٽ، صاف سترا ڪپڙا، پر رفتار ڍري هيس جيڪا سندس اصول جي خلاف هئي. هُو هميشه سي. ايس. پي. آفيسرن وانگر ڦڙت ۽ مختيارڪار مان پروموٽ ٿيل ڊپٽي ڪليڪٽر وانگر سنجيدگيءَ واري سوچ ۾ ٻڏل هوندو هو ۽ دلي خواهشن جي اچل في الحال ٽرڊ ڪلاس مئجسٽريٽ ۽ هيڊ منشيءَ جهڙي هئس. هيڊ منشي ٻه اهو، جيڪو ڇاڻ مختيارڪار ٿيو. باقي همراهه جو ٻاهريون ڏيک سي. ايس. پي جي بنا سفارش واري اميدوار جهڙو هو. هڪڙو

اصول مرزا قليچ بيگ جي ڪتاب 'سائو پن يا ڪارو پنو' تان 'شڪرپي سان' ڪنيو هئائين. هن پڪو پهه ڪيو هو ته جيئن ئي نوڪري ملندس ته پهرئين ڏينهن ئي آفيس ۾ وارد ٿي، سڄي اسٽاف سامهون، پنهنجي ڪرسيءَ جو پويان ٽيڪ ڏيڻ وارو حصو ڪيرائي ڇڏيندو ۽ هڪ عدد ليڪچر به ياد ڪيو هئائين انهيءَ موقعي لاءِ-

آفيس ۾ جڏهن انسان ڪي ڪم ڪرڻو آهي ته ڪيس ٽيڪ ڏيڻ نه کپي. ٽيڪ ڏيڻ لاءِ ٻيو وقت مقرر هئڻ کپي. ٻيل ڪارنيگيءَ چيو آهي....'

هاڻ آهستي آهستي اهو ليڪچر وسري ويو اٿس.

"يار تون آهين ڪٿي؟" مون پڇيو.

"يار بس وڏي ماٿهو ٿيڻ ۾ رُڌل هوس." چئي کلي ڏنائين.

"پوءِ آخر ڪو ڪڙ تيل نڪتو يا ـــ"

هو کلڻ لڳو. پر سندس منهن تي ڏسڻ- ۾- نه- اچڻ- وارا زخم ڏسي رهيو هوس.

"ٻڌو هوم ڪسٽمس ۾ پريونٽو آفيسر جي جاءِ ملي هيئي؟"

"ها آرڊر ته نڪتا پئي، پر او چتو آسمان ڪڙ ڪيو ۽ مٿان وڏي سفارش اچي ويئي ۽ ڳالهه وڃي قومي ترانسي تائين پهتي."

"نئشنل شپنگ ڪارپوريشن ۾...."

"اُتي منهنجي قابليت مون سان دوکو ڪيو." هو اجا کلي رهيو هو.

"سو ڪيئن؟" مون پڇيو.

"ادا، لکت ۾ ته سيني اميدوارن کي ماري مات ڪيم، پر انٽرويو ۾ صفا ناڪام ويس. مونکان پڇيو ويو ته: 'پاڻ ڪير آهين؟' مون چيو: 'سنڌي.' پڇيئون ته: 'تون لغاري آهين. يعني بلوچ- پوءِ سنڌي ڪيئن؟' مون جواب ڏنو ته: 'منهنجا ابا ڏاڏا سنڌ ۾ آيا هئا ۽ انهن پوءِ سنڌ کي پنهنجو وطن سمجهيو ۽ هاڻ اسين پاڻکي سنڌي سمجهندا آهيون.' مونکي چوڻ لڳا ته: 'انهيءَ جي معني تون به پناهگير آهين. اسين ڪٺي جونيئر پناهگير آهيون، تون سينيئر پناهگير.'

مون ورائيو: ’پناهگير آهي آهن، جيڪي پاڻکي پناهگير سمجهن ٿا. آءٌ سنڌي آهيان.‘ هڪ پوڙهي نوڙهي ميمبر کنگهڪار ڪري چيو: ’نوجوان مونکي افسوس آهي تو جهڙو پڙهيل نوجوان ايڏو تنگ نظر. پاڪستاني چوائڻ تي پرو تو چڙهيئي.‘ هاڻ ڪير سمجهائي انهيءَ پوڙهي نوڙهي کي. مونکان اهو پڇيو ويو هو ته ڪير آهين ۽ نه ڪي اهو ته تنهنجي قوميت ڇا آهي. اهو سوال ته ملڪ کان ٻاهر پڇبو آهي. انهيءَ پوڙهي نوڙهي جي چوڻ مطابق جي منهنجي نظر تنگ هئي ته ويڪري سندن به نه آهي.“

اسين ٻئي کلڻ لڳاسين.

”پلا پي. آء. اي. ۾ به ته ويو هئين؟“ وري پڇيومانس.

”ها اُتي جواب ڏنئون ته سنڌي اميدوارن جي دل زمين کان مٿي اڏامڻ مهل ٻڏڻ لڳندي آهي. مون ٻڌايومان ته: مون زمين جي نوڪريءَ لاءِ درخواست ڪئي آهي. جواب مليو ته في الحال زمين تي سنڌين لاءِ ڪابه جاءِ خالي نه آهي. جڏهن خالي ٿيندي ته يو ول بي انفارمڊ اڪارڊ نگلي.“

مون ڳالهه ڦيري، ”سنڌ سيڪريٽريٽ ته اصل پنهنجي لڳي پئي آهي. اُت گهڻائي ڪاٺا آهن ۽ سڀ وزير ۽ آفيسر سنڌي آهن اُت ڪوشش ڪرين ها.“

هو کاڻ لڳو. ”برابر، وزير ۽ آفيسر سڀ سنڌي آهن. پر سائين، اُت نوڪري وٺڻ ڇڻ حاتم طائيءَ وارا ست سوال ـ پورا ڪرڻا آهن.“

”چرچا تو ڪرين يار!“ مون چيو.

”چرچا مونسان ٿيا اٿي. هڪ ڊپارٽمنٽ ۾ نوڪريءَ لاءِ درخواست ڏنم، ته خبر پئي ته جي ٿندي محمد خان جي فلاڻي زميندار کان چوَرائين ته ڪم ٿي ويندي. سائين ويس انهيءَ زميندار ڏانهن. خبر پيئي ته آهو اڳئي ڪراچي ويل آهي. وري پهتس ڪراچي ۽ بادشاهه سلامت سان حال اوريم ـ چيائين: ’ادا تون سنڌي آهين اڪين تي پر مون اڳواٽ رئيس ڏ ڳاٿي خان، ٿندي غلام علي واري جي پٽ

لاءِ سفارش ڪئي آهي. هُو منهنجي تڪَ جو وڏو زميندار آهي.
سياڻي جي آءٌ چونڊن ۾ بيهان ته هُنجي مدد ته. مون لاءِ تمام ضروري
آهي. هڪ خسيس پوسٽ جي لاءِ آءٌ سائس ڦٽائي ته نٿو سگهان.
وڏ يڪ چيائين: 'پٽ، تون سياست کي نٿو سمجهين–' پوءِ اهڙيءَ
ريت ڏاڍو گهميس. ڪڏهن قنبر ته ڪڏهن رتو ديرو، لاڙڪاڻي مان
ٿيو خيرپور اچان. اُتان سڏو ٺنڊو آدم. سلطان ڪوٽ ڪان ڪنڌ
ڪوٽ ۽ پوءِ وايا ڪشمور، گهوٽڪي، سڌو ٺٽي اچان. خبر پئي
ته ٺٽي وارن جي نٽي هلي. داد و وارا ته اڳ ئي بي مهابا ٿيو لسٽ
مان نالو ڪٽائي ويٺا آهن. هالن جا حال نه پڇ. رٽائرڊ آفيسرن جا
اُت ميلا ۽ عرس ٿيندا آهن. هالن وارى لسٽ ايڏي ڊگهي آهي جو
منهنجو وارو اچڻ مشڪل آهي ۽ جي آيو به ته منهنجي عمر وڃي
رٽائرمينٽ تي پهچندي. هنن جو ڏوهه به ڪونهي. سيني سائينءَ کي
ووٽ ڏنا هئا ۽ سائين به سيني کي آسرو ڏيئي پيو."

"نه يار ائين ڪيئن هوندو،" مون چيو. "مون ٻڌو آهي ته اڳين
ظالمن ۽ آمر حاڪمن جي دؤر ۾ جيڪي سنڌين سان نوڪرين ۾
ڏاڍايون ٿيون هيون، پر هينئر سنڌي نوجوانن کي پنهنجو حق ملي
پيو. ڪوڙ جوان نوڪري تي چڙهيا آهن."

"اها ڳالهه صحيح آهي پر...."

"پر ڇا....؟"

هو چوڻ لڳو: "يار اسانجي اُنهن سنڌين کي نوڪريون پيون ملن
۽ وڏن وڏن عهدن تي پيا مقرر ٿين، جيڪي وڏن زميندارن،
جاگيردارن ۽ وڏي پئماني تي شوقين ماڻهن جا سفارشي آهن. ۽ ٻئي
پاسي جيڪي اصل اهل ۽ سنڌ جي نوجوانن جي ڪريم آهي، سا
رستن تي رُلي پئي. هانوَ ٻڏل ۽ مايوس. تون رڳو اهو سوچ ته
جيڪي سفارشي ۽ نااهل سنڌي جوان وڏيرڪي ذهنيت جا نمائندا،
هينئر سنڌ جي نصيب جا مالڪ پيا ٿين، سي ٢٥ يا ٣٠ سال پنهنجي
نااهلي ۽ سفارشن سان پيا سنڌ جي نصيب کي لٽيندا. هي زمانو مقابلي
جو آهي. ذهين سان ذهين ئي پچي سگهندو، نه ڪي سفارشي."

”يار، تون واقعي ڏکويل آهين.“ مون جان ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي.

”مون جهڙا گهڻائي ڏکويل سوچين پيا ته ملڪ کان ٻاهر وڃي نوڪريون ڪن ۽ گهڻا جوان وڃي چڪا آهن.“

”خير، هاڻ تون ڪيڏانهن پيو وڃين؟“ مون ڳالهه بدلائي.

”بس وڃان پيو سائين عبدالوهاب شاهه جيلانيءَ جي روضي تي. وڃي ڪا دعا پِنوا گهران. من اهو ڪي سفارش ڪري.“

”سائين عبدالوهاب شاهه جا تعلقات وڏن، ننڍن ۽ وچولن منسٽرن سان آهن ڇا؟“ مون پڇيو.

”جي ــــ!“ هن منهنجي ڳالهه نه سمجهي.

”آءٌ سمجهان ٿو ته سائين عبدالوهاب شاهه جيلانيءَ جا تعلقات اهڙا ڪونهن، جو هنجي چوڻ تي توکي نوڪري ملي. انهيءَ کان بهتر آهي ته سائين قائم علي شاهه جيلاني سان مل. اهو سڀڪجهه ڪري سگهي ٿو.“

”سائين قائم علي شاهه جيلاني جو روضو شريف ڪٿي آهي؟“ هن پڇيو.

”اڙي چريا،“ مون کيس سمجهايو. ”هُو جيئرو سائين آهي. وزير آهي. هاڻ گدري ويل پيرن، شاهن ۽ فقيرن وٽ وڃڻ اجايو آهي. چٽن شاهه بخاري تي پڙ ٻاسڻ کان چڱو آهي جو حسين شاهه بخاري وٽ وڃ، جنهن جي هلي ٿي. نئون زمانو، نئون دور ۽ نوان پير.“

هُو مون وارو يار ڪلڻ لڳو ۽ ڳالهه سمجهڻ لڳو هو. ڪلي ڪلي روئڻ هارڪو ٿي پيو. ”يار سوچيم ته نوڪري ملڻ ڏکي آهي. چو نه اڄڪلهه واري نموني سنڌ جي خاطر، ملڪ جي خاطر، قوم جي خاطر ڪنهن مظاهري ۾ جان ڏيئي شهيد ٿي وڃان. هن دنيا ۾ نه ته من ٻي دنيا ۾ ڪو منصب ملي ۽ مزا ماڻيا. پر جڏهن سوچ ڪيم. غور سان ويچاريم ۽ ويچاري اجا پڪو پهه ڪيم ته انهيءَ رات خواب ۾ هڪ ملائڪ ڏٺم ــــ چئي پيو: ’اي نادان نوجوان، مان

جنت‌الفردوس جي انهيءَ حصي مان آيو آهيان جت فقط شهيد رهن ٿا. مان جنت جي انهيءَ حصي جي ائڊمنسٽريشن جي ڀاران، نمائيندي جي حيثيت ۾ توکي ٻڌائڻ آيو آهيان ته اهو شهيد ٿيڻ جو خام خيال ڇڏي ڏي. اسانوٽ پاڪستان مان گذريل ٻن ٽن سالن ۾ ايترا شهيد آيا آهن، جو سڄو نظام هيٺ مٿي ٿي ويو آهي. هڪ مسئلو اهو به آهي ته پاڪستان مان آيل شهيد جانچ پڙتال تي، هڪٻئي جي خلاف تهمتون پيا هڻن ته رڳو پاڻ اصلي شهيد آهن، ٻيا رڳو نام نهاد شهيد آهن. هڪڙا چون ٿا ته: شهيد اهو آهي جيڪو ارد و لاءِ جان ڏئي ٿو ۽ ٻئي پاسي وارن شهيدن جو وري ٻيو ڪليم آهي. ڪليمن ۽ شهادتن جو مڪمل رڪارڊ حڪومت پاڪستان کان گهرايو پيو وڃي. ڪيس گهڻا ٿي پيا آهن، انهيءَ ڪري سينئر شهيدن تي مشتمل ڪيترائي ٽربيونل قائم ڪيا ويا آهن ۽ اڃا لکين ڪيس فيصل ٿيڻا آهن، جنت ۾ جهڙي افرتفري ڦهلجي ويئي آهي، سائين ڪو ڇرچو ٿور ئي آهي. اسلامي جنگين واري دؤر ۾ به ايترا شهيد ڪونه آيا، جيترا پاڪستان ايڪسپورٽ ڪيا آهن. باقي اي نواجوان جي حياتيءَ کان واقعي ڪَڪَ ٿي ويو آهين، ته موت جا ٻيا هزارين طريقا آهن سي آزمائي ڏس. اجايو ٻي همتو ٿيو آهين. مڙس ٿي. اجايو اسانکي ڏچي ۾ نه وجهه.“

”پوءِ تو ڇا ڪيو؟“ مون پڇيو.

”بس هاڻي شهادت جو خيال لاهي،“ مون واري دوست چيو، ”قاعد عوام صدر ذوالفقار علي ڀٽي جي انهن تقريرن جو مطالعو پيو ڪريان جن ۾ پاڻ فرمايو اٿن ته: هيءَ عوامي حڪومت آهي. هت سڀ عوام جو آهي. هاڻ ڪابه سفارش نه هلندي. پل اهو صدر صاحب جو ويجهو ترين ماڻٽ هجي. جهڪڏهن اهل آهي ته نوڪري ملندي. نا اهلن جي هن عوامي حڪومت ۾ ڪابه جاءِ نه آهي....“

مون واري يار اڃا ڳالهايو ئي پئي ته اوچتو سندس ڪاٻي ڳلَ تي چماٽَ جو زيپٽ ٿي ويو ۽ همراه وڃي پري ڪريو. مون ڏٺو هڪ اڌ اگهاڙو مست درويش سامهون بيٺو هو. اکين ۾ غيض، ساهه تيز ۽

هٿن ۾ فيض هوس.
”نالائق.“ درويش مون واري يار سان جلالي انداز ۾ مخاطب ٿيو. ”حرامي توکي عوامي حڪومت جي خلاف ڳالهائڻ جو ڪهڙو حق؟ آمر جي حڪومت هجي يا عوامي حڪومت. توکي خبر نه آهي ته حڪومت وري به حڪومت ٿيندي آهي. عوامي عوامي عوامي —— ٺيڪ تي پٺي اٿئي عوامي جي —— حڪومت ساڳي آهي. اڳي به پنهنجي هئي، هاڻ به پنهنجي. حڪومت کي ساڳي نظر سان ڏس. هاڻ نظرون نه ڦير.“
ائين چئي درويش وٺي رڙ ڪئي، ”يڪ نعره ء حيدري —— جيئي علي سدا جيئي.“
مون وارو يار ڏڪي ويو ۽ ليٽي پيٺي، ڪپڙا ڇنڊي اٿيو ۽ سمجهيائين پيڙا پار ٿي وياه (١٩٧١)

# اکيان بيوس لڳيان....

جنوري شروع ٿي چڪي هئي. صبح جا ڇهه لڳي چڪا هئا. اڃا سج ڪني به ڪانه ڪڍي هئي. اسين جيڪب آباد جي اسٽيشن ۾ داخل ٿياسين. رات وارا ڪا پريل بلب اجاتائين سردي ۽ روشني منجهه ڪنبي رهيا هئا. جيتوڻيڪ پليٽ فارم ۽ اسٽيشن جو هال مسافرن سان ستيو پيو هو، پر چوڌاري ماٺ هئي. ائين پئي لڳو ڄڻ سرديءَ جو ٿهه مٿن پيل بلانڪيٽن، اجرڪن ۽ بين اوڍڻن تي پوريءَ ريت ڇانيل هو. اتر سنڌ جي هن سرحدي شهر جي ريلوي اسٽيشن تي هيترن مسافرن هوندي به ائين پئي لڳو، ڄڻ هاڻي ٿي راڪاس گهمي ويو آهي. اسان مفلر کي ڪنن تي ويڙهي، گرم ڪوٽ جو ٽيون بٽڻ پائي آهستي آهستي اڳتي وڌياسين. چوطرف مسافر زالون، مرد ۽ ٻار، هڪبئي جي پر ۾، پاڻ ڍڪي، ليٽيا پيا هئا. هڪ پاسي ٻه-ٽي ٻروچ، ڪونگهرن جي مقابلي ۾ رڌل هئا. ڪاپي پلسي ٽڪيٽ گهر ۾ اندر ٻه ڇٽا يونيفارم سان ويٺا، هٿ سيڪي رهيا هئا. سندن چهرا بي‌نور ۽ ٽڪل لڳا پئي، اسين هال ٽپي پليٽ فارم تي پهتاسين. اُتي ٻه قُلي، ڪڇن ۾ هٿ ڏيئي پاڻ ۾ آهستي آهستي ڳالهائي رهيا هئا. اسان پرسان لنگهياسين ته ٻنهي مان هڪڙي مونکي سلام ڪيو ۽ چيو، "سائين سردي آهي؟" مون جواب نه ڏنو ۽ مُرڪي اڳتي ريفريشمنٽ روم ڏانهن هليو ويس. پٺيان ٻئي قُليءَ جو آواز ٻڌم: "اها اٿئي ڪوئٽيا! اڃا ڪوئٽيا ۾ برف پوندي، اڃا سردي وڌندي." مون اهو ٻڌي سوچيو: سنڌ ۾ سردي به ٻاهران اچي ٿي.

ريفريشمنٽ روم ۾ گهڙندي ئي هڪ وڻندڙ گرمائش جو احساس ٿيو. اندر ٻه نوڪر ڪم ۾ رڌل هئا. در جي ڪلڪ ۽ بند ٿيڻ جي مخصوص آواز سندن ڌيان مونڏانهن ڇڪايو. ٻئي پنهنجو ڇوڪرا ٿي لڳا. ڪجهه

ساعتن ڪانپوءِ مون ڪوٽ جي کيسي مان ڪالهوڪي اخبار ڪڍي ۽ پڙهڻ لڳس، ته ايتري ۾ هڪ ڇوڪرو هٿ صفا ڪندو مونوٽ آيو. ”سائين ناشتو.“ ”نه ناشتو نه کپي،“ مون چيو. ”ڪافي ملندي؟“

هن ڪنڌ ڌوڻيو. ”ڪٿي تو اچان؟“

مون ڪافي اچا پوري ئي نه ڪئي هئي ته ريل ڪار جي آمد جو اطلاع گهنٽيءَ ذريعي ٿيو ۽ مون ريفريشمنٽ روم منجهه ئي محسوس ڪيو ته ٻاهر سنل راڪاس جاڳڻ شروع ٿيو آهي. آواز آهستي آهستي وڌڻ لڳا — ۽ جڏهن ٻاهر نڪري پليٽ فارم تي آيس، ته ماحول جيئرو جيئرو ٿي لڳو. ڇڻ حياتي ڪرٽ ڀڃي آئي. ويتر ڏاڪئي پاسي کان ريل ڪار جي تيز ۽ اڳتي ويندڙ روشنيءَ پليٽ فارم جي بدن ۾ گرمائش جي لهر ڊوڙائي ڇڏي ۽ سڀ پنهنجي سامان سڙي کي سنڀالڻ لڳا. پر وچن جا بجڪا ڪلهن تي ۽ هٿ سٿرن تي — ڪن ڪنهان!

آءُ اڳتي وڌيس ۽ ريل ڪار جي اڳئين دٻي ۾ چڙهڻ جي ڪوشش ڪيم. پنهنجي اڳيان ڪيترائي ڳوڻاٽا پنهنجي قسمت وانگر اٿيا سٿيا چڙو چڙ، وائڙا ۽ موڙهيل — چڙهڻ لاءِ آتا هئا. مونکي هڪ عجيب احساس ٿيو ته سنڌ جو هيءُ ماضي ۽ حال، ڪيترو اُبهرو، اڻجاڻ ۽ گگدام مثل آهي. ۽ مستقبل ڪيڏو نه پر اُميد، اڳرائي ڪندڙ، گهري ننڊ مان سجاڳ ٿيل ۽ چڙوچڙ آهي. يلا مستقبل ڪي ماضي يا حال وٽان ڪا ٽيڪ ملندي! احساس ڇڻ مايوسيءَ جي پليٽ فارم تي بيٺل هجي. سمجهيم ته سنڌ جي مستقبل لاءِ اسانجو ماضي ۽ حال ئي بيحال بي ست ۽ رنڊڪ آهي. پر مستقبل جا گهوڙا ڏاڍا سرڪش آهن.

اڳئين دٻي ۾ رش گهٽ هئي. منهنجي سامهون واري سيٽ خالي هئي ۽ پرسان هڪ پيو صاحب ويٺو هو. ٿوري ڳالهه ٻولهه هلي ته خبر پئي ته، بئنڪ آف بهاولپور جو مئنيجر آهي. مون ائين ئي چرچي خاطر پڇيومانس ته، ”اوهان رهاڪو به بهاولپور جا هوندا؟“

هن يڪدم وراڻيو، ”ها سائين، مان بهاولپور جو آهيان. اوهان ڪيئن سڃاتو؟“

مون بنا سوچڻ جي جواب ڏنو، ”بهاولپور بئنڪ جو مئنيجر ضرور بهاولپوري هئڻ کپي- پيو ڪير تي سگهي ٿو.“

”نه سائين، هن بئنڪ ۾ بهاولپوري اسين ٻه-ٽي آهيون، ٻيا گهڻو ڪري ملتان، مظفر ڳڙهه ۽ لائلپور جا آهن.“

”بهاولپورين سان واقعي ظلم آهي،“ مون چيو. ”سنڌ ۾ به ڪين پورا حق نٿا ملن. سنڌ ۾ ته سيني کي حق ملن ٿا.“ هو مونڏانهن ڏسڻ لڳو ۽ مون دل ۾ جملو پورو ڪيو: ’سواءِ سنڌين جي.‘ آءٌ منهن ڦيري شيشي سان بند ٿيل دريءَ جي ٻاهر ڏسڻ لڳس.

منهنجي ڪابي پاسي دبي جي ٻئي طرف ٻروچ، ٻه ٻه آمهون سامهون ويٺا هئا. منجهن ٻه پوڙها ۽ ٻه جوان هئا. پوڙها ٻئي آمهون سامهون ڪارا ڪتا ويڙهيو سيڙهيو، هڪ پير مٿي سيٽ تي رکيو ويٺا هئا. انهن ٻن پوڙهن مان هڪ جي ڏاڙهي صاف اڇي ۽ پنهنجي مرضي سان وڌيل هئي، پنيان وارن جو چوٽو پڻ نظر آيو پئي. نڪ ڊگهو، پيشاني ٻاهر نڪتل ۽ ڳل گهنجيل ۽ پيريءَ جي شگفتگي سان پرپور اکين ۾ حياتي جي چمڪ گهڻي هئس. ڳالهه ڳالهه تي ٽهڪ پئي ڏنائين ۽ سندس ٽهڪ دبي جي سرد ۽ چميل ماحول ۾ ائين ٿي ڦهلجي ويا، ڄڻ برف جي ناديءَ جي وچ ۾ ڪو زورائتو سوئو لڳندو هجي. ٻيو پوڙهو عمر ۾ ڪجهه لانيرو هو. سندس ڏاڙهي به بي پيري ۽ بي سُري هئي، پر گهڻي ڪاري هئي. ڳالهين جو گهير تي ڏنو. ٽهڪن ۾ اڇي ڏاڙهيءَ واري کي وارو ونايو پئي آيو. ساڻن گڏ ٻن جوانن مان هڪ بلڪل پندرهن ٿيو ٻاهر پليٽ فارم ڏانهن ڏسي رهيو هو ۽ ٻيو جوان اکيون ٻوريو، ساڄو هٿ لونڌڙي تي رکيو، ڪنڌ هڪ طرف لاڙي بلڪل علامه اقبال واري پوز ۾ ويٺو هو. پوءِ خبر پيم ته اهي پوڙها ٻروچ ڏاڍا چرچائي هئا ۽ هڪ ٻئي کي چرچا هنيو، ٽهڪ ڏئي رهيا هئا. منهنجي پنيان به سيٽ تي مسافر اچي ويٺا هئا ۽ ائين محسوس ٿيو ڄڻ گوڙ گهمسان ٿيو هجي. هو تمام

زور زور سان ڳالهائي رهيا هئا. سندن موضوع شايد راتوڪي جوا هئي.
ريل ڪار چئن ۾ ڪي منٽ وڃي رهيا هئا، ته هڪ اڌڙوٽ شخص منهنجي آڏو اچي بيٺو ۽ سامهون خالي سيٽ ڏانهن اشارو ڪندي پڇيائين، ”شائين خالي آهي؟“ مون ڪنڌ سان هائوڪار ڪئي.
هو ستت ئي واپس آيو، سائس گڏ هڪ زال هئي، جيڪا هندڪي ڪپڙن ۽ شال ۾ ويڙهجي سيڙهجي آئي هئي، — مون سمجهيو ڄڻ بهار جي موسم آئي. سڀ وينل پوڙها جوان، اڌ ستل، اڇيون ڏاڙهيون، ڪاريون ڏاڙهيون، صاحب، نوڪر سرت ۾ اچي ويا ۽ سڀني جي منهن تي مند ڦرڻ جا احساس هئا.
مون چيو، ” ڪاڪا هنن پاسي زنانو پاسو آهي. هت ڪيئن تا ويهاريو....“
ڪاڪي اڌ ۾ ڳالهه ڪپي، ”ياڻي، يناني، پاسي مٿا پيا ڦاٽن، شائين خون تي پيو آهي. شوڪري مارڻي توري اٿم.“
انهيءَ تي واقعي اسان اتي ڏٺو ته زناني پاسي واهه جو جهيڙو متل هو. ٻه ٻروچاڻيون پاڻ ۾ اٽڪيون هيون، هڪ ڏندو هٿي ٻيءَ جو مٿو ڦاڙي وڌو. زالن جو ٻاٽتال جيئن پوءِ تيئن وڌندو پئي ويو. ٻن — ٽن ٻارن جي ريهه پئي پئي. گارڊ صاحب اچي پهتو، پر وڙهندڙ ڏرين جا مڙسالا اچا پهتا ڪين هئا. گارڊ پنهنجي صاحبي هلائي پر هليس ئي نه. هڪ پاسي هڪ مائي پنهنجي ٻار کي پيرن تي ويٺي هنگايو. گارڊ ڪان ڦڏو وسري ويو.
”اي مائي، سرڪاري گاڏي خراب ڪرين ٿي.“
مائيءَ تمام سهڻي نموني ۽ ڌيرج سان ورائيو، ”نه ابا خراب نه ٿيندي، مان ميڙي ڇڏيندس. تون ٻه ننڍي هوندي ائين هنگيو هوندين.“
گارڊ اجا وڏيڪ ڪڇي ئي ڪچي، هڪ ٻي مائيءَ اچي گارڊ کي ڳٽر ڪان جهليو، ”اسانجي زائفان ڌ ڪي آهي. اسان سان گڏ مڙساله نه آهن، تون سرڪاري ماڻهو آهين اسان سان انصاف ڪر.“
ايتري ۾ جنهن زال ڌڪ هنيو هو، تنهن جو مڙس اچي ويو ۽ گارڊ انهيءَ تي اصل ڏاڪا ٻڌي چڙهي ويو. هن همراهه جون ٻه ٻه ويون،

ڇھ ٻہ ويون. ڏٺئين تہ جوٽس تہ نيڪ ٺاڪ ھئي ۽ ڏڪ ٻي ڏر ڪي لڳا ھئا ۽ ھاڻ گارڊ ماڳھين پوليس پوليس پيو ڪري. سنڌ جي گھوٽائن ڪان وڏيڪ پوليس ڪير سڃائين، سو وچي ڦتيل مائيءَ جي پيرن تي ھٿ رکيائين، ”ادي اسان، بخش ڪر.“ وري جوٽس ڏانھن آلر ڪري چيائين، ”پڙوي، تو کي شرم نہ آيو. ھتان مُڪ وھائين تہ گونھ ڪڍي ڇڏيائين، آٽ ٻانھون ٻڌ....“ مطلب تہ ٻروچ کي الله ساڇھ ڏني، پوليس جي اکر ساڇھ ڏني ۽ منٿون ميڙون ڪري جوء کي آتان لاھي ويو ۽ گارڊ جي ٻہ جان ڇٽي.

پوڙھي ڪاڪي جيڪا پاڻ سان بھار جي منڊ آندي ھئي، سا بلڪل منھنجي سامھون ويھي رھي.

”شائين، ڏنو َ ينانی پاسي وارو ڏيو.“ ڪاڪي چيو.

مون ڪلي ڏنو ۽ محسوس ڪيم تہ گونگھٽ ۾ ٻڙ مُرڪ ڦھلجي ويئي آھي. مونکي ائين لڳو، ڄڻ گونگھٽ ايترو وسيع آھي، جنھن ۾ ٻي انت گناھ سمائجي سگھن ٿا، جنھن مان ٻي انت موھ جا چشما ڦٽي سگھن. سندس گھونگھٽ ڪري سندس منھن نظر نہ پئي آيو، پر گھونگھٽ سڄو سندس سونھن جي شعاع سان روشن ھو. باقي سندس گول ڪرايون ۽ ھٿ شاھد ھئا تہ اُڳتي ڪھڙي قيامت ھوندي. گلابي رنگ جي ڪراين وٽ اٽڪيل ڪاريون چوڙيون واہ جون ھيون. دل ۾ چيم: ’واہ ڪاڪا واہ، الائي ڪھڙا چڱا ڪم ڪيا اٿئي، جو رب اھڙي سونھن تو کي بخشي آھي.‘

آءٌ پنھنجن ئي خيالن ۾ ايترو محو ھوس، جو ريل ڪار ڇٽڻ جي خبر ئي نہ پئي. اوچتو سامھون ويٺل اڇي ۽ ڪاري ڏاڙھي وارن ٻروچن ۾ ڦھڪڙو پئجي ويو. نظر ڪيم تہ اڇي ڏاڙھيءَ وارو ٻروچ ڪلي پيو، پر ڪجھہ ڪکو وکو لڳو، پر ٻيا ــ ڪاري ڏاڙھيءَ وارو ٻروچ ۽ ٻيا ڪل ۾ ٻڌا پيا ھئا.

ڪاري ڏاڙھي واري ٻروچ، اڇي ڏاڙھيءَ واري کي چرچو ھڻندي چيو: ”نيشڻ تي ستو پيو آھي . ھمراھ جي ڪونگھرن جو اصل زيپٽ ھجي. اوڙو پاڙو تپائي ڏٺئين. اوچتو ائين لڳو ڄڻ ھندستاني جھازن

ڪو شهر تي لامارو ڏنو، اصل گولين جو وسڪارو تي ويو: ٻ ٻ ٻ
ڍا ڍ و ڍ رام – تيشڻ تي اصل اُٿل پٿل تي و يئي ، بابو ٻ وڙندا آيا.
ستل جاڳي پيا، جاڳيلن ڇرڪ ڀريا. سائين انڪوائري تي ته خبر پئي،
هن پاڻ واري همراهه کي ننڊ ۾ ڪي پيٽ ۾ 'وٽ' پيا. همراهه مڙيئي
ڏاڍو هو، سو گهٽو جهل روڪ ڪيائين، پر گولين جو ترڙاٽ هيٺان
تي ويو ۽ ٻن ٽن ٻمن جو ڏوڙيو مٿان تي ويو. همراهه کي ماڳهين
نقص امن ۾ ، هنيوس تي لاڪپ ۾. پوءِ منٿون آزيون ڪري جان
ڇڏائي ائيونس."
اچي ڏاڙهيءَ واري ٻروچ ڪليو ٻه پئي ۽ ڏاڙهيءَ هيٺان اٿيي ۽ وارن
۾ رتيل ڳچي ٻه ڪنهي رهيو هو. منهنجو ڌيان انهن ڇرچائي ٻروچن
ڏانهن هو، اوچتو محسوس ڪيم ته سامهون ويٺل بهار جي مند ڪو
ٽڌو ساهه کنيو. ڏٺم ته شال ۾ ويڙهيل بدن ڪجهه اُڀريو ۽ هيٺ
تي ويو.
سوچيم: ڪتني بهار جي مند ، ڪتني ٽڌو غمگين ساهه! اهڙا ساهه ته
انسان جو هانءُ ڏاري ڇڏين. وري دل ۾ ٺي پاسي ۾ ويٺل اڌ اکيون
ٻوٽيل ڪاڪي سان مخاطب ٿيس: 'اڙي مار پئي ڪاڪا، ڪتني هن
بهار کي پنهنجي پياري ڪان ته جدا ڪيو نه پيو وڻيو وڃين.' رشڪ
آيم انهيءَ تي جنهن هن بهار کي پيار ڪيو هوندو ۽ سدا جيئرو رهندو
اهو، جنهنکي هن بهار پيار ڪيو هوندو.
مون ڪوشش ڪئي، منهنجون نظرون گهونگهٽ جي آرپار هليون
وڃن ، پر سڄي جسم ۾ سردي‌ءَ جي لهر ڇانئجي و يئي . عجيب
قسمت آهي، بهار جي مند سامهون آهي ۽ مان سردي جي لهرن ۾.

ريل ڪار هلي پئي. ٻاهر سڄ ڪني ڪڌي هئي، پر بلڪل نپل
۽ بي ست، ڪرٽا آهستي آهستي ڦهلجڻ لڳا هئا. نظرن جي حد تائين
سردي ، ويراني ۽ هلڪي روشني ماحول تي ڇانيل هيون. حياتيءَ
جا ساز ريل ڪار جي انجڻ ۽ منجهس ويٺل سردي کان ٻچيل انسانن
سان وابسته هئا. ائين پئي لڳو، ڄڻ ريل ڪار نه پر زندگي دنياوي

پٽن تي ويرانيءَ ۽ اونده کي چيريندي سموري دنيا ۾ پکڙجي پئي وئي. اوچتو ريل ڪار سست ٿي ۽ ٿورو اڳتي هلي بيهي رهي. اڃا پهرين اسٽيشن دل مراد ٻه ٽي ميل اڳتي هئي. پر ريل ڪار کن ساعتن خاطر بيٺي ۽ چار پنج همراه ٽڪرا ٽڪرا انجڻ مان لهندا سامهون ڪچن گهرڙن ڏانهن وڃڻ لڳا ۽ ريل ڪار وري هلڻ لڳي.

”اسٽيشن ته نه آهي،“ بهاولپوري مئنيجر مونکان پڇيو. ”پوءِ گاڏي ڇو بيٺي.“

”واقعي اسٽيشن نه آهي،“ مون چيو. ”هنن مسافرن کي هت لهڻو هو شايد.“

”سائين مونکان ٻڌ،“ ڪاڪي کر کٽندي چيو. ”سائين بابوءَ ڊليور کي وري خرچي پاڻي ڪرايو هوندئين نه- ائين رکندي آهي گاڏي هن لين تي.“

”ڪمال آهي،“ بهاولپوريءَ وري چيو. ”گهٽ ۾ گهٽ اسانوٽ پنجاب ۾ ته ائين ڪونه ٿئي.“

”سائين منهنجا،“ مون چيو. ”پنجابي ريلوي اسٽاف ڪري سنڌين کي گهٽ ۾ گهٽ اهو فائدو ته آهي. جت چاهين آت روڪائين گاڏي.“

هو کلڻ لڳو، ”سنڌي ڏاڍا اُستاد آهن.“

آءٌ به کلڻ لڳس.

”سائين ائين نه ڪن....،“ ڪاڪو وري شروع ٿيو. ”بابو ۽ پيا سڀ بک مرن. وڏي آهي به بنهي ڌرين کي شڪ.“

ڇهن پنجن منٽن ڪانپوءِ اسٽيشن دل مراد آئي. مسافر زالين مردين پليٽفارم بدران پٽي پاسي بيٺا هئا. هڪ ٻه ٽانگي وارا به موجود هئا. سامهون ڪافي پريان بستي جا آثار پئي ڏنا ۽ ساوڪ جي ڦهليل ميدان مان ڦڏو سڌو ڪچو رستو پئي ويو. گاڏي بيهندي پٽي در کليا ۽ سيءَ جا سنڪاپوري دبي ۾ ڦهلجي ويا. ڪي ماڻهو چڙهيا ۽ ڪي لٿا، پر گوڙ هو. دري مان ڏٺم ته ٽانگا پريا، مڙيا ۽ سامهون

ڪچي رستي ڏانهن هليا ويا ۽ ريل ڪار به وسل هڻي، سرديءَ ۽ خاموشي جو هاڻ ڏاريو. گاڏي وري هلڻ لڳي.
ٻروچن ۾ وري چرچا شروع ٿي ويا. ڪلن جا ڪوُڪر يا پئي پيا. هيل اچي ڏاڙهيءَ وارو ٻروچ مڙيئي سرسي هو ۽ ور ور ڪيو ٿي جُهه ڪيائين. ٻئي پوز واري ٻروچ هاڻ پوزيشن بدلي هئي ۽ شاه لطيف وانگر 'منهن ڏيئي مونن ۾ غربت منجهه گذار' وينل هو. مون سمجهيو ته هنڪي اسلامي فلسفي ۽ صوفي ازم سان غير ارادي طور تي ڪا وابستگي آهي.
منهنجو خيال وري به بهار جي مند ڏانهن مڙيو. هوءَ اڃا به ساڳي اڻ بدليل حالت ۾ ويٺي هئي. ائين پئي لڳو ته ڪنهن هٿ سرديءَ جي موسم ۾ بهار جي مند کي آرڊر ڏيئي تيار ڪرائي اسانجي دٻي ۾ گهرايو آهي، پر بهار جي مند نهايت ڪنجوس پئي ڏني. سموري ٻهار سنڌس گهونگهٽ ۾ اچي مڙي هئي. الله ڪري ته ڪو گونگهٽ ليڙون ليڙون ٿي پوي، من بهار جون ڪي جهلڪيون ڏسجن. سونهن ۽ سڪ جا اهي رشتا جهونا آهن. سونهن سدائين سڪ وڌائي آهي. وٽس اڻ مٺيو خزانو آهي، پر عشق جي نصيب ۾ شايد سڪ آهي.
منهنجي سيٽ جي پوئين پاسي ڪو طوفان ڪڙو ٿيل هو. تمام زور سان ڪو تڪرار پئي هليو. ڳالهه ڪا واٽئي ۽ مسلمان جي هئي. مسلمان چار پنج لڳا ٿي ۽ واٽيو هڪڙو. هٺا به پاڻ ۾ يار. ڳالهه جو چيهه اتي اچي ٿيو ته واٽئي ڪاوڙ جي چيو: "ڪهڙا مسلمان ڪهڙا هندو — سڀ گناهگار آهيون. توهين گناه ڪيو ته پاڪ صاف، ڇو جو مسلمان آهيو ۽ مان ڪي ڪريان ته واٽئي واٽئي جو پٽ!" انهيءَ تي سنڌس ٻيا سڀ ساٿي کلڻ لڳا. هڪڙي چٽي ڪلندي ڪلندي چيس، "پيٺان واٽيا، ڏاڍو حرامي آهين، سڄاڻون تو کي. تنهنجي هلت چلت مشڪوڪ آهي، ياڙيا، مسلمانن جو ملڪ آهي."
سڀ کلڻ لڳا. واٽئي کي باهه لڳي: "ها، آءٌ واٽئي جي نالي ۾ ٻڌجي ويندس ۽ توهين مُسلا آهيو، ڇٽي ويندؤ. مونکي ٻڌايو توهان ۾ ۽

مون ۾ ڪهڙي برائي نہ آهي. توهين سڀ جوا ڪريو، مان بہ. توهان شراب پيو، رنڊي بازي ڪريو، ڪوڙا ڪيس ڪريو هڪبئي تي، پهنجي مسلمان ڀائرن سان ٺڳيون ڪريو. بلاشڪ توهانجي سنگت ۾ مان بہ آهيان، مون ۾ بہ اهي عيب سڀ آهن. توهان ڪان سرس نہ تہ توهان جهڙو ضرور هوندس، باقي ڪنڌو ڪهڙي ڳالھ تي ٿا. نہ توهان ڪڏهن مسيت ويا آهيو. ٻارهين ڇهين مهيني جي ڳالھ ٿنو ڪريان، نڪي مان مندر ڏانهن منهن ڪيو ويٺو آهيان. پوءِ بہ پري بيڙيءَ ۾ واڻيو ڳرو."

سندس دوست وري ڪلڻ لڳا. ۽ هڪ اچا وڏيڪ پريس، "تنهن هوندي بہ اسان توکان مٿي آهيون."

"هون، ڳالھ تو ڪري،" واڻيو وري نہ مڙيو. "گهڻي ٿين ٿين ڇا جي تو ڪرين 'مسلماني' جي زور تي ٿا پڏايو نہ ٻاڻکي. گهڻو گوڙ ڪيوَ ۽ مونکي بہ ڪاوڙ آئي تہ اهو چئہ ٺڪر ڪتائي جي تي پيس اوهان جهڙو تہ پوءِ ڇا ڪندؤ؟ پوءِ جهڙا ڪرتوت اوهانجا، تهڙا منهنجا. منهنجو ڏوھ رهيو بہ وڃي انهيءَ چئہ ٺڪري تي آهي نہ. تو ۾ ۽ مون ۾ فرق آهي بہ اهو نہ؟"

سڀ کل ۾ ٻڏي ويا ۽ هڪ چٽي ڪلندي ڪلندي چيو: "واڻيا ڏاڍو حرامي آهين. پر تي مسلمان تہ اسانکي ثواب تہ ملندو." مون مُرڪي ڏنو ۽ سوچيم اسين مسلمان هن دؤر ۾ ڇڙو ثواب ڀئيان ڪاهجي پيا آهيو.

سامهون ويٺل بهار جي مند ٿوري ڇُري ٻُري ۽ مون بہ دل ۾ چيو: 'ها تون بہ ڪو ڇُر ٻُر – ڪا جهلڪ ڏيکار – ڪو ثواب ڪماءِ – ملنگن جي دعا ڪٽ' پر بهار جي مند دعائن ڪٽڻ ۽ ثواب ڪمائڻ جي موڊ ۾ صفا ڪانہ هئي. 'تنهنجي مرضي!' گاڏي ائين ئي هلي پئي. هڪ ٻي اسٽيشن اَڏاٺو بہ مسڪينن وانگر آئي ۽ غريبن وانگر پوئتي رهجي ويئي. اوچتو غريبن جي الله ٻڌي ۽ مسڪينن جي موج تي ويئي. بهار جي منڊائتي جهلڪ ڏسڻ ۾ آئي. منهنجي ڳالھ برحق هئي. منڊائتي مينهن جي ڪنوڻ نہ ڪوئي. جڏهن هن ٻاڻکي ويڙهيل

شال کي ناهي ورائين ٿي، ته گهونگهٽ مان ڪنوڻ چمڪاٽ ڪيو ۽ سندس نظرن سان نظرون مليون. خنجر نظرن مان لهي سيني ۾ کپي ويو. قتلام ٿي ويو، جڻ دل مٿان ريل ڪار هلي ويئي. ڪاريون ڪاريون وڏيون اکيون قاتل اکيون. اصل اکيون سهڻل جون پرن مشعالا .... ڪجل جوڙ بنايو. مان جڻ گم ٿي ويس. پر پريان ويٺل اڇي ڏاڙهي واري پروچ جي خطرناڪ کنگهڪار مونکي واپس آڻي ريل ڪار ۾ ويهاريو. مون پروچ ڏانهن ڏٺو، هُو مُرڪيو پئي ۽ انين لڳو جڻ چئي پيو: 'پل لئه ڪر جوانڙا، مان به ائين ڪندو هوس.'

ائين هلندي هلندي وري ريل ڪار بيٺي. اسٽيشن نُل اڃا ڪافي پري هئي. ڪجهه همراهه وري لهي روانا ٿي ويا. بهاولپوريءَ مونڏانهن ڏٺو ۽ اسان ٻنهي مرڪي ڏنو.

”گاڏي ته ليٽ ٿي ويندي،“ بهاولپوريءَ چيو.

”عوام جي مرضيءَ سان هلندڙ گاڏيون ليٽ به ٿي ويون ته ڪا اربع خطا نه آهي.“

اتي ڪاڪي وچ ۾ ٽپ ڏنو، ”شائين بابن جا جاوا آهن نه. ڪائي ڪائي ڦاٽي پيا آهن. پيشان انگريز راڄ هلائي ويو ....“

اُن وقت سيني جون نظرون وچي انهن پوڙهن پروچن تي پيون، جيڪي پاڻ ۾ چرچا ڪري رهيا هئا. اڇي ڏاڙهي واري ڪي ڪاري ڏاڙهي واري جو ڪو چرچو نه وڻيو هو ۽ سندس پروچڪي ڪي مڙيئي ڪو چيهو رسيو هو. پاڻ ۾ اٽڪندي بچيا هئا.

سامهون نل اسٽيشن جا آثار شروع ٿي چڪا هئا. جلد ئي گاڏي اسٽيشن ۾ داخل ٿي. ساڄي پاسي سرڪاري آنَ جا گدام سموري ميدان ۾ اڪيلا اڪيلا بيٺا هئا، پيو مڙئي خير هو. شهر نل اسٽيشن کان ميل ڏيڍ پري هو. هيءُ شهر ڪنهن زماني ۾ خيرپور جي ميرن جي شڪارگاهه هو ۽ شڪار لاءِ منجهس نل ڏهيل هئا، جنهن تان هو شڪار ڪندا هئا. آءٌ شهر بابت سوچي ئي رهيو هوس، ته ٽورو

پرتي، پليٽ فارم جي وچ تي جهڳڙو ٿي پيو. اڇي ڏاڙهي واري ٻروچ جا هٿ ڪاري ڏاڙهي واري ٻروچ جي ڏاڙهي ۾ هئا ۽ ٻئي جا هٿ اڇي ڏاڙهيءَ ۾ – واه جو ڇهڇٽو ٿي ويو. سيءَ جي باوجود پليٽ فارم پرجي ويو. هڪٻئي کي ٿڦڙون چڱيون هنيون. ماڻهو وچ ۾ پيا، سيني گهٽا ئي واڪا ڪيا پر ٻڌڻ ڪير ٻروچن جو هو. نيٺ کين الڳ ڪيو ويو. آءٌ ته هيٺ لهي آيس ته محسوس ڪيم بهار جي مند جون نظرون منهنجي پنيان هليون آيون. ڦڏي جو سبب پڇيم ته هڪڙي چٽي ٻڌايو، ”سائين اڇي ڏاڙهيءَ واري کي ڪو چرچو هنداتو لڳي ويو آهي. همراه نيٺ ٻروچڪي ڏيکاري.“ ڪاري ڏاڙهيءَ واري ڪو اڇي ڏاڙهيءَ واري کي چيو ته: گذريل جنگ ۾ جڏهن هندستاني جهاز شهري حملا ڪري رهيا هئا ته هي همراه ڪو جهنگ جي خيال سان ڪنهن ڪرڙ جي ڪنڊ پاسي ويٺو هو. جهاز جي هن همراه پرواهه نٿي ڪئي. جهاز واري پهرين سمجهو ته توپ لڳل آهي، پر اها مشنري سمجهه ۾ نه آيس ۽ لامارو ڏيئي فوٽو ڪڍي ويس. هاڻي همراه هو جهنگ جي خيال واري حالت ۾ ۽ اها ڳالهه مڙس جي شان وٽان نه آهي، ته سندس اهڙا فوٽو ٻين وٽ هجن سي به دشمن جي قبضي ۾ – انهيءَ ڳالهه تي جيترو اڇي ڏاڙهيءَ واري سو چيو ٿي اوتري باهه ٿي لڳس. ماڻهي ياري سپ وسري ويس. نيٺ ٻنهي کي الڳ الڳ دٻي ۾ چاڙهيائون ۽ فساد ٽري ويو.

دل ۾ سوچيم: واه ٻروچ واه! منهنجي دل جي مراد پوري ڪرائي تو – تو کي چرچا لڳن سدائين لڳن، اوهانجي اڇي - ڪاريءَ ڏاڙهيءَ پٺ ۾، بهار جي مند گهونگهٽ کڻي ٻاهر ڏٺو ۽ سڌي نظر به مونڏانهن هيس ۽ مون اکين ئي اکين ۾ سندس انهيءَ مهرباني تي تورا مڃيا ۽ تازي درخواست پڻ ڪيم. درخواست منظور نه ٿي. مان اتيئي ٻاهر پليٽ فارم تي پتلون جي کيسن ۾ هٿ وجهيو سوچي رهيو هوس ته ’هيءَ مند الائي ڪيڏانهن پئي وڃي. الائي هي نياڳو ڪاڪو هنکي پنهنجي پيار کان جدا ته نٿو ڪيو وڃي. جي ائين

آهي ته الله ڪري هي چنبو ڪاڪو نرڳ وڃي. باقي جي هي منڊ وڃي پٺي پنهنجي پياري ڏانهن ته پوءِ ڪاڪي پنهنجي حياتيءَ جو سڀ ڪان چڱو ڪم ڪيو آهي. ڪاڪا زنده آباد - جي محبوب جي ڇهري تي عاشق جي پيار جو سيڪ نه آهي ۽ اکڙين ۾ چاهيندڙ جي چاه جي چمڪ نه جهلڪي ته پوءِ ڇا جو چاهيندڙ ۽ ڇا جو عاشق. ڪوڙو ڪوڙي جو پٽ. پر هت سڀ آثار موجود هئا.

ايتري ۾ ريل ڪار وسل ڏني ۽ مان اچي پنهنجي سيٽ تي ويٺس. ڪيترائي مسافر بدليل هئا، پروچن جي خالي سيٽن تي هاڻ ڪي ڪنگلا خوش پوش مسافر ويٺا هئا. سندن موضوع ڪي قدر علمي ۽ تهذيبي هو. سندن ٿوري گفتگو مان پتو پئجي ويو ته هو ڪنگلا خوش پوش نه پر صحافي ۽ دانشور هئا. مون دل ۾ سوچيو: پڇي پاسو ڪر، نه ته ڪائي ويندا. سندن علمي ۽ دانشوري سوالن جا جواب في الحال جيڪب آباد ضلعي جي رهاڪن ۽ ڪامورن جي سمجهه ۽ فهم کان نهايت بالاتر هئا. انهيءَ ڪري سندن شخصيت احترام جوڳي هوندي آهي، پري پرى کان! منهنجي پرسان و پئل پئنڪ جي مئنيجر ٻڌايو ته هي صحافي علم ۽ دانش جا مرڪز آهن. سندن مختصر گفتگو ٿي.

”سائين ڪاڏي تياري آهي؟“

”بس سائين گشت ۾ آهيون،“ هڪ بزرگ صحافيءَ ورائيو.

”رات ٿل ۾ رهيس. ڪجهه غريبن سان همدردي ڪئيسين ۽ ڪجهه ڪامورن کان انٽرويو به ورتم.“

”اسانجو هڪڙو دوست بدلي تي آيو آهي ڪنڌ ڪوٽ....“ مئنيجر صاحب ٻڌاين.

”سائين فلاڻو صاحب نه،“ بزرگ صحافيءَ ورائيو. ”سائين ڇا چئجي، نهايت باغ بهار شخصيت آهي. تمام بااخلاق، ملنسار، سنجيده ۽ فهميده.“

”خبر پيا لکو ڇا؟“ ٻئي صحافيءَ پڇيو. آءٌ ڪلڻ لڳس. ”اهڙو ته نه آهي اهو صاحب. ڳالهه اجا تحقيق طلب آهي.“

مطلب تہ ڳالھہ اتي ختم تي ويئي. مئنيجر صاحب ٻڌايو تہ، ”سائين انھن ٻنھي صحافين مان ھڪ نھايت اعليٰ پٺماني جو شاعر مست ملنگ آھي. اسلام سندس رڳ رڳ ۾ آھي، ھڪ نانگ چڪ ھنيس. نيٺ نانگ ماريو ويو ۽ سندس حضور ۾ پيش ڪيو ويو. پاڻ نھايت حقارت سان نانگ سان مخاطب ٿيا، ’اڙي تو کي شرم نہ آيو بي حيا، جو مون جھڙي ملنگ صفت ۽ معصوم کي ڏنگ ھنيو اٿئي. پڪ تون ڪميونسٽ ۽ ملحد ٿو ڏسجين.‘ بھرحال ھن مسلمان درويش صفت انسان کي ڪميونسٽ نانگ جو ڏنگ ڪو نقصان رسائي نہ سگھيو. سبحان الله! الله جو شان آھي! دروغ بر گردن راوي!

ريل ڪار ھلي پئي. اوپر طرف سج سائين پنھنجي سڪن واري روشني ڦھلائي چڙھي ھئي. اسين بہ اوپر ۾ آھيون پر اڄا سائين ۽ جي روشني اسانجي ذھن ۾ ڪانہ لٿي آھي. اسين رڳو انجي ھلڪي گرمائش ۾ آسائتا آھيون. ريل ڪار ۾ في الحال ٿوري وقت لاءِ ماٺ ھئي. ٻروچ ڪونہ ھئا. پٺيان مسلمان بہ خاموش ھئا ۽ شايد واٿيو بہ ڪن تعميري خيالن ۾ گم ھو. شايد چم-ٽڪر سندس ذھن کي ويڙھيل سيڙھيل ھجي. سامھون صحافي ۽ دانشور ويٺا ھئا. سي تہ اُئين ئي ڪم سخن باتدبير ۽ اعليٰ پٺماني تي ماٺ ۾ ھئا. سامھون نو يڪلي ڪنڊ ۾ ٽڪيٽ چيڪر ھڪ ھمراھہ کي نھايت آرام ۽ پنھنجائپ واري لھجي ۾ سمجھائي رھيو ھو تہ جيڪڏھن ٽڪيٽ ڪٽائيند ين تہ جيڪب آباد کان ڪٽبي ۽ ادائي رپيا پيا ڏنڊ، معنيٰ پنج رپيا. اجايو رُلي ويندين غريب ٿو ڏسجين، بہ رپيا مونکي ڏيئي ڇڏ، ڪنڌ ڪوٽ اسٽيشن جي ٻاھر ڪرڻ منھنجو ڪم. اھو تڪرار ھليو پئي. نيٺ حل تي ويو ھوندو. ڪھڙي وڏي ڳالھہ آھي.

ھيبت شھيد اسٽيشن تي ڪجھہ پوليس وارا ٽن نوجوانڙن کي ھٿڪڙيون ھنيو، اسان واري دٻي ۾ چڙھيا. چؤطرف اکيون ڦٽجي ويون. پوليس وارا بي نيازي ۽ سان اچي ٻن ٻروچن جي مٿان ويٺا. جن اٿي ڪين جاءِ ڏني ۽ ڇوڪرا پوليس وارن کان پھرين اتي ويھي رھيا. مون ڏٺو تہ ٻن ڇوڪرن کي اڃا ڏاڙھي ۽ جا آثار بہ پوري ۽ ريت نہ ھئا. پر سندن

منهن تي معصوميت به نه هئي. عجيب بي پروائيءَ سان ويٺا هئا.
ڪاڪي ٺونڪان آهستي سان پڇيو، "شائين ڇا ڪيو آهي هنن، ڏارو هنيو اٿن؟"
مون هڪ پوليس واري کان پڇيو، جيڪو اسانجي سيٽ تي اچي ويٺو هو، "نه سائين، جيئي سنڌ وارا آهن!"
بهاولپوري مئنيجر ۽ هڪ ٻه ٻيا دهلجي ويا ۽ ڪاڪي ٻه ڪين الالي ڇا سمجهيو. هنجون اکيون اچا وڏيڪ ٿنجي ويون. مون مرڪي چيو، "ڪاڪا وڏا ڏاڙيل آهن."
"شائين جيل ۾ ڏاڍي شختي آهي."
آءٌ سوچ ۾ هوس ته جيئي سنڌ ڏاڙيل پارٽي جا هي همراه شعائون آهن انهيءَ سچ سائينءَ جون، جيڪو هاڻ پوريءَ ريت ڏنڊ مان نڪري نروار تي ڇڪو هو.
ريل ڪار ۾ ويٺل بروچن ۽ ٻين هڪٻئي ڏانهن ڀئي ڏٺو. هن ننڍي ٿهيءَ جي ڏاڙيلن ڪين ڪو متاثر ڪيو هو، هڪ ڪرڙوڊ ۾ روچ سري اچي هڪ نوجوان جي ويجهو ويٺو.
"جوانڙا ڪر خبر ڪهڙو ڏوهه ڪيو اٿئي؟"
"ڏوهه ته تمام گهڻا ڪيا اٿم." ڇوڪر مرڪندي ڳالهايو. گهڻو ڪري سيني ويٺلن جون نگاهون وچي مٿس ڪتيون.
"آخر ڇا ڪيو اٿئي، ڪو ڏاڙو هنيو اٿئي، ڪا ٻانهن ڪئي اٿئي يا ڪو ماڻهو ماريو اٿئي؟" بروچ چيو.
"نڪو، انهن مان ڪجهه به نه ڪيو اٿم،" جوان وراڻيو. "آءٌ وڙهيو آهيان."
"ڪنهن سان؟"
"گورنمنٽ سان، سيني وڏيرن ۽ جاگيردارن سان ۽ سنڌ جي نمڪحرامن سان."
"ڏاڍو مڙس ڇڻبين؟" بروچ ڪلي ڏنو. "سائين وڏي دشمني آهي. يلا اڪيلو آهين يا ڪي واهرو به اٿئي."
"سنڌ سڄي واهرو اٿم!"

ڳالهيون اچا ب هليون پئي، پر مون ڏٺو پئي ته هنن نوجوانن جون اکيون بيوس سنڌ جي سونهن سان لڳيون آهن. عجب عشق هو سندن نيڻن ۾ — سدا جيئي اهو عشق!

منهنجي منزل اچڻ واري هئي. مون پنهنجي بيگ مٿان لاهي هيٺ رکي. سامهون بهار جي مند ڏانهن ڏٺم بلڪل بيجان — بوتو —!

ڪاڪي مونکان پڇيو، "شائين ڪٿان پيو اچين؟"

"ڪاڪا سکر کان."

"رهين شڪر؟"

"نڪو هت پرديسي آهيان، تمام ڏورانهون پنڌ ڪري آيو آهيان."

دل ۾ چيم، 'سکر جي سونهن ب نه رهايو. ائين ئي سڪٽو موڙيو آهيان.'

"ٺاٺي بولا خان کان ب پري آهي تنهنجو شهر — مان هڪ ڀيري ويو هئش اتي."

"انهيءَ کان ب اڳتي لاڙ منجهان — جتان لاڏل جي نٿ گهڙائبي آهي."

ڪاڪي ڳالهه پوري نه سمجهي. پر بهار جي مند ۾ چرپر آئي ۽ ۽ گهونگهٽ ڪڍي لاڏل کي ڏٺيئين. مون دل ۾ چيو: لاڏل پرايو آهي ۽ هن ب گهونگهٽ هيٺ ڪري ڇڏيو، ڇڻ مونکي ٿي ٻڌايائين ته پاڻ ب پرائي آهي!

سامهون ڪنڌڪوٽ آيو پئي. رفتار ڍري ٿي ويئي هئي. مون بهار جي مند ڏانهن ڏٺو. پر ڇڻ بُت — ڍڪيل بُت. گاڏي پليٽ فارم تي بيٺي. چوڌاري گهما گهمي شروع ٿي ويئي، مون بيگ ڪڍي ۽ چيم، "چڱو ڪاڪا، پاڻ ته پهتاسين پنهنجي منزل تي." مون ڪاڪي سان هٿ ملايو ۽ بهار جي مند ڏانهن ڏٺم. ساڳيو انداز، ساڳي بي نيازي. ڇڻ ڪا ڳالهه ئي نه هئي. مون ڪلي ڏنو ۽ بيگ ڪڍي هلڻ لڳس: 'تنهنجي مرضي!' مون اڳتي هلي وري مڙي ڏٺو. ائين ئي ڏٺم. اجايو ڏٺم. هيٺ لهي پليٽ فارم تي آيس ۽ در ڏانهن هلڻ لڳس ته محسوس ڪيم دريءَ ۾ ب نيڻ مونکي ڏسي رهيا آهن.

مون سڙي ڏنو - بهار جي مند آڏو هئي. ٻه مٺي جي پيالن جهڙيون اکيون هيون. ياڳ وارا پيئندا! مون ڏنومانس ته گهونگهٽ هيٺ نه ڪيائين، پر اکيون پوري ڇڏيائين. اهڙيون ڪجليون اکيون جيڪي ڏينهن شينهن کي ٻه رات بنائي ڇڏين. مون مُرڪي ڏنو ۽ دل ۾ چيم: 'اي ڪنهن خوش نصيب جي محبوبه. تنهنجو تورائتو آهيان. تون ٻه ڪٽ قاتل آهين. آءٌ ٻه ڪٽ اڙيل اهيان. تون ٻه بيوس، آءٌ ٻه بيوس. پر نيڻن ۾ نينهن ندورو ساڳيو ئي آهي. فقط دل گهر يا پيا آهن. باقي بيوس اکين جو ڪو ڏوهه ڪونهي! جي منهنجي ڪري تون دکي ٿي هجين ته بخش ڪجائين. ڏکويل دلين جا پاراتا ڏاڍا ڏکيا آهن.'

آءٌ آهستي آهستي در ڏانهن ويس پئي. پنهنجو پاڻ ۾ گم، ته اوچتو جيئي سنڌ جي هتڪڙين جي ساز ڇڻ سجاڳ ڪيم، مڙي ڏٺم - جوانن جا منهن - مشعلن جهڙا - جيئرا جيئرا! (١٩٧٢)

# پيٽ

سنڌ جي اترئين سرحدي ضلعي ۾ ڪڻڪ جو فصل نالي ماتر ٿئي ٿو. عام ماڻهو گهڻو ڪري چانورن تي گذر سفر ڪن ٿا ۽ ڪي ڪي سرندي ۽ وارا ٻين ضلعن مان گهرايل ڪڻڪ، خريد ڪري کائيندا آهن. پر هن سال سياري جي مُند ۾ ڪڻڪ ته اڳ ئي ڇوٽ چڙهيل هئي، پر چانور به وچي ٽيهار و رپئي مڻ ڪي لڳا هئا. سو سرڪار طرفان سستي اگهن تي اٽي ورهائڻ جو بندوبست ٿيل هو. غريب غربو سڀ اٽي جي ورهائڻ تي اٿين اچي ٽُٽا، ڇڻ ڍونڊ تي مکيون. صاحب، غريبن کي اٽي ڏيڻ ۾ تمام سخي هو. اهو اٽو وڏا ماڻهو، ڪامورا ڪڙا ۽ شهر جا سرند ۽ واپاري ڪونه کائيندا هئا، جو هڪ ته راشن جو اٽو ونڻ سندن وڏ ماڻهپائي جي ڪري چڱي ڳالهه نه هئي، ٻيو ته راشن جو اٽو عام چوڻي مطابق ماڻهن جي واپرائڻ جو ڳو نه هو، ڍور کائن ته ڀل کائن. سو آفيس ۾ سنڌ جي عوام جي ڍورن واري حصي مان ڪيترائي بنا ڪنهن قطار ۽ آڀهرائي منجهه ٻيٺا هئا. صاحب سڳوري جي گهڙي گهڙي چوڻ جي باوجود ته: اٽو سڀني کي ملندو، ته به ماڻهن جي دلين ۾ جيڪا غير يقيني هئي سا وڌندي پئي ويئي. جڏهن صبح جو نوين ڪان ٻي وڳي تائين صاحب ماڻهن کي اٽي جون 'چٺيون' ڏيئي ڏيئي ٿڪجي پيو، تڏهن رش ختم ٿي ۽ آفيس ۾ ڇڻ راڪاس گهمي ويو ۽ صاحب به ٿي منٽ مٿي کي هٿ ڏيئي ويهي رهيو. مٿي ۾ سور سٽون پئي ڏنس، ته ايتري ۾ هڪ ٻيو سائل اچي بيٺو. پٽيوالن گهڻو ئي روڪيس، پر همراهه اچي صاحب جي سامهون بيٺو. ڳلن ۾ ڪڏا پيل—نڪ ڊگهو—ڏاڙهي چڱي خاصي، مُڇون شهپري، وار اٿيا—ڪو صدين ڪان سنواريل نه هئس. بت تي هڪ ڪاري قميص، گهٽن هنڌن تان ڦاٽل، ۽ اچي

باقني جي ڪوڏ، سا به ايتري ميري جو رنگ ئي بدلجي ويو هوس.
”ڇو؟“ صاحب جا هٿ اڃا تائين مٿي تي هئا.
”سائين مسڪين آهيان،“ هن ٻه هٿ ٻڌي چيو. ”اٽي جي ڇٽي ڪپي.“
”بابا هينئر دير تي ويٺي آهي،“ صاحب کيس ٻڌائڻ لڳو. ”سياڻي نوين وڳي صبح جو اچجئين. توکي ضرور ڏيندس.“
ايتري ۾ پٽيوالي رڙ ڪئي، ”هل هل. هاڻ صاحب ٿڪجي پيو آهي. سياڻي اچ.“
ماڇهوءَ پٽيوالي کان پنهنجو ڳٽر ڇڏائيندي چيو، ”صاب ائين نه ڪر. گهر ۾ ڪجهه به نه هوندو. پئسا پنهنجا ڏيندس. مان ته ولايت کهي آيو آهيان.“
ايتري ۾ صاحب وري انهيءَ ولائتي ماڻهو کي ڏٺو. ”ڪهڙي ولايت کهي آيو آهين؟“
”سائين، ديهه ٻائي رپ مان آيو آهيان. پنڌ به ڏس.“
صاحب کلي ڏنو. ”اڙي ديهه ٻائي رپ ته هتان ڪنڌ ڪوٽ کان ڇئين پنجين ميلن تي آهي. اها به ڪا ولايت آهي؟ مون سمجهيو ڪو سوڊان مان آيو آهين.“
”سائين، غريبن لاءِ اها به ولايت آهي.“
”اڄ اٿو ڪونهي،“ صاحب فيصلو ڪيو. ”مان چاهيان ٿو ته تون سياڻ به ولايت کهي اچ — هل.“
ولائتي ماڻهو به ٿي منٽ بيٺو رهيو — هٿ ٻڌيو. پوءِ جڏهن پٽيوالي ڳٽر کان جهلي ٻاهر ڇڪيس ته وراندي ۾ ائين ئي پڙڪندو وڃڻ لڳو، ”هليو ته وڃان، پر هن ذليل پيٽ کي ڪاڏي ڪيان؟“
صاحب سڳوري يڪدم گهنٽي وڄائي. ولائتي ماڻهوءَ جا اهي اکر صاحب جي مٿي ۾ هنڌائنا لڳا هئا ۽ ولائتي ماڻهو کي واپس گهرائي کيس اٽي جي پرمٽ ڏيندي چيائين، ”ميان پيٽ خالي هوندي به تون ولائتي سمجهين ٿو پاڻکي، جي ڀريل پيٽ هجئي ته پوءِ ڪهڙا حال هوندا تنهنجا!“ (١٩٧٣)

# ڀاڄ

شهر آهي ڪنڌ ڪوٽ. چون ٿا، جنهن زماني ۾ سنڌو هتان وهندي هئي، تڏهن سنڌوءَ جي ڪنڌيءَ تي سرنديءَ وارن هڪ ڪوٽ اڏيو. سنڌو ته پنهنجو ماڳ مٽائي ويئي. ڪنڌيءَ تي اڏيل ڪوٽ، ڪوٽ مان ڦري شهر بڻجندو ويو. تمام شاهوڪار ۽ نهايت غريب شهر آهي. شهر ۾ اهي ٽي ٻه طبقا آهن. هڪ آهي، جنجا ڪپڙا، سکر، حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾ سبيا ۽ ڌوٽبا آهن، ٻيا آهي جن وٽ ڪپڙا آهن ٽي ڪونه، جو اهي سبائي - ڌٽارائي سگهن. خير، ڳالهه هئي اٽي واري صاحب جي. هو صبح کان اٽي جي پرمٽن تي صحيح ڪري ڪري ٿڪجي ٿنتجي اچي پنهنجي گهر آرامي ٿيو هو. سوچيائين پئي ته اڄ مون غريبن کي ايترو اٽو ڏنو آهي، جو منهنجو هٿ صحيح ڪندي ڪندي ٿڪجي پيو آهي. اڄ غريب غربا ڏاڍا خوش هوندا. اڄ سندن پيٽ ڀريل هوندو، پر غريبن جي پيٽ ۾ ته دائمي ڪاهي آهي. اهي ڪوهه آهن جي ڀرجڻ جا ئي نه آهن، ڇو جو جت جت ٻه اهي ڪوهه آهن، اُت ڌرتيءَ ۾ پاڻيءَ ڇڪو ٻه نه آهي ۽ الله جي نوازيل ٻڌن جي اُونهن ڪٽايل ڪوهن ۽ ٽيوب ويلن جهڙن پيٽن ۾ ٽي پاڻيءَ جو ڪاپو گهٽو آهي، سو غريبن جي پيٽن جا ڪوهه سُڪي سُڪي ڪاهيءَ مثل ٿي ويا آهن.

پر صاحب سڳورو خوش هو ته هو غريبن کي اٽو ڏئي ٿو. انهيءَ مهل نوڪر اچي ٻڌايو ته سائين، هڪ ڪراڙي آئي آهي. صاحب منٽ کن ته ٿَڪ منجهان سوچيو. پوءِ چيو، ”وٺي اچينس.“

هڪ پوڙهي مائي سٽ کان مٿي، ڪمري اندر آئي. جتي ڪمري کان ٻاهر لاٿائين، ساڻس گڏ هڪ نو ين ڏهين سالن جي نينگري ٻه هئي.

”امان، تون ته اتو وني وني هئينءَ. وري ڇو آئي آهين؟“ صاحب پوڙهيءَ کي سجائي ورتو.
”ابا، مان بيشڪ اتو وني وڃي آهيان، ڪوڙ نٿي چوان.“ پوڙهيءَ هٿ ٻڌندي چيو، ”مونکي نه کپي، هن نينگريءَ کي کپي. گهر ۾ اٽي لپ به ڪونه اٿن. تڏهن مون چيو ته هل ته صاحب کان اتو وني اچون.“
”پر امان، هيءَ آفيس ته ڪانهي،“ صاحب چيو. ”پيو ته هن ڇوڪريءَ جي گهر مان ڪنهن مرد ماڻهوءَ کي سيان آفيس ۾ موڪل ته اتو وني وڃي. ٻارن کي ڪونه ڏبو آهي.“
”ابا، هن نياڻيءَ جو الله ڪانسواءِ ڪير به نه آهي،“ پوڙهيءَ چيو.
”هنجو گهر وارو جيل ۾ آهي.“
”هنجو گهر وارو جيل ۾ آهي!“ صاحب کان ڇرڪ نڪتي ۽ ڦهريون پيرو ڇوڪريءَ کي ڇتائي ڏٺائين. هوءَ ڏهن سالن جي آيري ڇوڪري-جنهنکي ميرا ڪپڙا پيل هئا. ڪنن ۾ چانديءَ جون واليون، سي به ميريون. شڪل نهايت سڀاجهي، وڏيون وڏيون اکيون. منهن تي سندس حالتن جا پاڇا پيل. ائين پئي لڳو ته هن ڌرتيءَ تي فقط ساهه کڻڻ لاءِ آئي آهي ۽ جيئڻ ئي قدرت طرفان سندس حصي ۾ آيل ساهه کٽا ته، هوءَ ائين ئي چپ چاپ هلي ويندي، جهڙي ماٺ مٺ ۾ آئي هوندي.
”ها ابا سائين، هنجو گهر وارو جيل ۾ آهي.“ پوڙهيءَ چيو.
”پوءِ هاڻ رهي ڪنهن سان. پيءُ ماءُ سان؟“ صاحب پڇيو.
”نه ابا، ماءُ پيءُ ته ڪڏهوڪا وڃي رب کي پرتس،“ پوڙهيءَ ڇوڪريءَ ڏانهن ڏسندي چيو. ”هيءَ هٿ پنهنجي ڀاڄ ۽ انجي ٻارن سان رهندي آهي.“
”ڀاڄ سان رهندي آهي!“ صاحب کان ڇرڪ نڪري ويو.
”هڪ ته ايڏي ننڍڙي وهيءَ ۾ هنجي شادي ٿي آهي سو به انهيءَ مڙس سان، جنهنکي اڳ ئي زال ۽ ٻار هئا.“
”ها سائين، پنهنجن ۾ ڀيو ڪو مڙد ماڻهو هوئي ڪونه، نيٺ نينگر

ڪي اٿارٿو هو. ڀين ڪي ڏيون ها ته خواري ٿئي ها. سو اڳئين رمضان کان اڳ هنجو نڪاح پنهنجي سؤٽ سان ڪري ڇڏيوسين."

صاحب وري نينگريءَ ڏانهن ڏٺو. حياتيءَ جو ڪورو پنو هئي ڇڻ. نينگر — پرٿيل نينگر جي ابوجهه چهري تي اهي ڏمر جا اعجاز ڏسڻ ۾ پئي آيا، جيڪي ڪيس ڏاج ۾ مليا هئا. جنهن ڏمر لاءِ سندس ڏوهه فقط اهو هو ته هن تر ۾ ڄائي هئي. ان وقت ڪو انهيءَ نينگر جي سُڪل ۽ ابوجهه اکڙين ۾ جانچي ڏسي ها ۽ وقت جي مشين جي ڦيٿي ڪي مستقبل جي ڦيري ۾ آڻي ها ۽ ڇنيءَ ريت ڏسي ها ته نينگر سمائجي چڪي آهي. سندس اکڙين ۾ قدرتي ڪجلي ڏار آهي. گلن تي بهار جي مُند ۽ چمن تي بسنت رُت. هينئين ۾ هزارين اوسيئڙا، وارن ۾ اوٺيهن چنڊ رات واري اونده ۽ تارن جهڙي چمڪ. زندگيءَ جا ذرڙا، حال جا احوال، دلبر جا دلبا ۽ دولاب، راتين جا اوجاڳا. محبن سان ملاقاتون، زندگيءَ جي زنجير حال جا حال احوال. مستقبل جون مستيون. پنهنجا پُور پورا ڪرڻ ۽ ايندڙ ٻڻ لاءِ باسون ۽ آسرا. پر هت هاڃا ٿيل هئا. حياتي شروع ٿي هاڃن سان ٿي هئي ۽ رِوڪ رِوڪ تي ڪاما هئا.

"پلا —" صاحب وري ڳالهايو. "هنجي گهر واري ڪهڙو ڏوهه ڪيو جو جيل ويو آهي؟"

"سائين، خون ڪري وڌائين،" پوڙهيءَ وراڻيو. "چوڏهن سال ٽيپ آئي آهيس. اڃا مس ڇهه ست مهينا ٿيا آهن."

چوڏهن سال ٽيپ! صاحب جون اکيون وڃي نينگر جي مُنهن ۾ کُتيون. نينگر سامهون بنا ڪنهن احساس جي ويٺي هئي. هن انسان کان شايد مٿي آسمانن جي ديس ۾ ڪو وڏو ڏوهه ٿيو هو، جو خالق ڪيس سموري حياتيءَ جو ڌرتيءَ تي قيد بخشيو هوس ۽ ڪيترين ڦاهڻ جي ور چڙهيل هئي. هڪ ڦاهُ ويچاري جنهن سان پاڻ رهيل هئي. ٻي ڦاهُ قدرت، جنهن ڪيس نه سَٽو ۽ ڌرتيءَ جي ڌيءَ بنايو — ۽ اڳيان عمر ساريءَ جو پيٽ ۽ جوانيءَ جي جزا — ڇوڪريءَ جي ڪنڌ تائين ڪوٽ آڏيل هو. (١٩٧٣)

# صاحب آنيسٽ ٿي ويو....

سڄي آفيس ۾ اها خبر باهه وانگر ڦهلجي ويئي. سيني جا منهن لهي ويا. ائين ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟ آفيس ۾ ڄڻ راڪاس گهمي ويو. هيڊ ڪلارڪ جو منهن هيڊو ٿي ويو. اڪائونٽنٽ ڪان سڀ اڪائونٽ وسري ويا. ڳالهه هئي به اهڙي! زندگي ۽ موت جو سوال هو. ڳالهه واقعي ڳري ٿي پيئي هئي. اصل ۾ ڳالهه اها هئي جو صاحب حج تي ويو هو. پر اصل ڳالهه اها به ڪانه هئي. صاحب ته گذريل سال به حج ويو هو. اصل ڳالهه اها هئي ته صاحب سڳوري، حج تان موٽڻ شرط، ڪراچي جي بندرگاهه تي جهاز مان پاڪ سرزمين شاد باد تي پير شريف رکندي ئي اهو اعلان ڪيو ته: ”اڄ کان مان آنيسٽ آفيسر آهيان!“

اسٽاف ميمبر جيڪي صاحب سڳوري کي جهاز مان لاهڻ ويا هئا، تنکي ائين لڳو، ڄڻ صاحب عربي سمنڊ مان ترندو اچي پهتو آهي ۽ پاڻ هڙيئي وچي سمنڊ ۾ ڪريا. آنيسٽ ٿيڻ جون ظاهري ۽ باطني نشانيون صاحب ۾ پيدا ٿي چڪيون هيون. حج وڃڻ مهل صاحب کي ڏاڙهي نه هئي ۽ هاڻ ٻن ٽن مهنن ۾ وڏ يل ڏاهوڪي ڏاڙهي ڪٺي آيو هو. پيٽ ته صاحب جو اڳ ئي آنيسٽ آفيسرن جهڙو هو، باقي ـ باقي درود شريفن جو اصل ڏوڙيو هو. تسبيح ٻڻ جز لازم ٿي پيئي. اکين ۾ نوراني دهشت پيدا ٿي چڪي هئي.

صاحب سڳورو اڃا ڪراچيءَ ۾ هو، هيڏانهن آفيس ۾ خبر پهچڻ شرط چڱو چوٻول ٿي ويو.

سينئر ڪلارڪ محمد خان مُلي چيو، ”الله جو شان آهي. الله ڪري سيني کي حج نصيب ٿئي. پر.... پر صاحب آ: سٽ ٿي پيو....“ مُلو محمد خان ڄڻ ڊرڪڻ لڳو.

هيڊ ڪلارڪ هيڊي منهن سان جهيڻي آواز ۾ چيو، ”صاحب ماڻهو ته سٺئون سڏو هو، پر ويٺي ويٺي اهو پور ڪيئن پيس....“

”مونکي ته ڪا سازش ٿي ڏسڻ ۾ اچي.“ پورل ٻروچ نهايت سوچ ويچار ڪانپوءِ پنهنجي راءِ پيش ڪئي. پورل ٻروچ جونئر ڪلارڪ آهي. سياست سان ڏاڍو شوق اٿس. خاص ڪري سازش واري سياست سان. انهيءَ ۾ پورل جو ڪو ڏوهه ڪونهي. اردو اخبارون پڙهي پڙهي پاڪستان جي سياست بابت پوريءَ ريت ڄاڻ ٿي ويئي اٿس.

”صاحب آنيسٽ ٿيڻ ڪانپوءِ لڳندو ڪيئن؟ مونکي ته ڪل ٿي اچي،“ محمد ملوڪ لٽل ٻوٽ سان چيو.

”هاڻ ڪلي دنگ ڪر انهيءَ ڦلڙي ٻوٽ سان،“ پورل ٻروچ چيو.

”صاحب رکو پهچي، خبر پئجي ويندي گهڻي ويهين سؤ آهي.“

گلو پٽيوالي، جنهنکي نوڪري ۾ چڙهئي مس ٻه مهينا ٿيا هئا، تنهن ڊڄي ڊڄي پڇيو، ”صاحب کي ڇا ٿي ويو آهي؟“

”ٿيندو ڇا، صاحب آنيسٽ ٿي ويو،“ محمد ملوڪ ٻڌايس.

”آنيسٽ ڇا آهي؟“ گلوءَ پڇيو.

”اڙي يوڪ، آنيسٽ معنيٰ ڏوڪڙ پائي بند. رشوت نه وٺندو.“

”ڇو ڀلا؟“ انهيءَ ڳالهه گلو کي حيران ڪري ڇڏيو، ”پئسا الاهي ٿي پيا اٿس ڇا!“

پورل ٻروچ احتجاج ڪيو. ”آنيسٽ لفظ جي اها غلط معنيٰ آهي. ڪنهن به ڊڪشنري ۾ وڃي ڏسو، آنيسٽ جي معنيٰ اها نه آهي ته رشوت نه کائي. اسان غلط معنيٰ ٿا ڪيون. اسان جو ڏوهه نه آهي. جڏهن کان سيڪنڊري بورڊ قائم ٿيا آهن، انگريزيءَ جا لاهه نڪري ويا آهن. انگريزن کي خبر پوي ته اسان آنيسٽ لفظ سان اهڙي تعدي ڪئي آهي ته هو انهيءَ لفظ کي ڊس-اون ڪري ڊڪشنريءَ مان ئي ڪڍي ڇڏين.“

پرڀان ڪنڊ ۾ چاچو نور محمد چپ ڪيو ويٺو هو. هو سينئر ڪلارڪ پر تمام تجربيڪار، جهونو ۽ خفتي هو. ڪنهن ڪم جي پيڙ ي ٻوڙڻي هجي ته چاچي نور محمد سان صلاح ڪجي ۽ ڪنهن ٻڌل

ڪي جيارٺو هجي تڏهن ٻه هڪ ٺيڪ علاج ٻڌائيندو آهي.
”چاچا نورمحمد تون ٻه ڪا روشني ڦينڪ،“ محمد ملوڪ چيو.
”چاچي نورمحمد جو جنريٽر اڄڪلهه مائيتن ڏانهن ويل آهي. انهيءَ ڪري ڪرنٽ فيل آهي،“ پورل چيو.
چاچو پاڻ تمام سنهڙو هو. الائي هلندو به ڪيئن هو. باقي جوٽس ٽرمل پاور لڳي پيئي هئي ۽ پنجاهي ڪوهن ۾ سندس ڪرنٽ وڃي سگهندو هو. جنهن پاڙي ۾ رهندي هئي، اتي اصل روشني ٿي روشني هئي. چاچي نورمحمد کي چار پنج سال ٿيا هوندا، انهيءَ ٽرمل پاور سان شادي ڪئي. ٽرمل پاور جي عمر چاچي کان ويهه سال گهٽ هئي.
”خير آنيسٽ ٿيڻ ڪا وڏي ڳالهه نه آهي پر –،“ چاچو نورمحمد شروع ٿيو. ”صاحب اچي ته خبر پئي کهڙي قسم جو آنيسٽ آهي. آفيسر ته آنيسٽ ۽ ڊ.س. آنيسٽ ٿيندا رهندا آهن. جي Reasonable آنيسٽ ٿيو آهي ته پوءِ مڙيئي خير آهي. صاحب ٻئي ڪنهنجي پيٽ تي لت نه هڻندو. پاڻ ڪٿي خوف خدا جي نه وٺندو. باقي دنيا جو چرخو پيو هلندو.“
”الله، الله جو رسول ڪري ته ائين ٿئي –“ محمد ملوڪ رڙ ڪئي، ”صاحب جو شيئر به اسان ۾ ورهائجي ويندو.“
”چڱو ٻڪ ٻڪ بند ڪر. تون ته چوويهه ڪلاڪ پوڪ آهين.“ منٽ کن جي خاموشيءَ کانپوءِ چاچو وري چوڻ لڳو. ”باقي جي ٿي پيو ڊپ آنيسٽ ته سائين بدلي ڪرائڻ جي سوچيو.“
”پر چاچا،“ پورل ٻروچ چيو. ”آخر اهو راز ڪهڙو آهي؟ پنهنجي ڪاتي جا سڀ صاحب آنيسٽ ٿيندا وڃن. سکر ضلعي وارو صاحب ته اڳئي آنيسٽ. لاڙڪاڻي وارو صاحب ڊ پ منجهان آنيسٽ ٿي پيو. خيرپور ضلعي واري صاحب لاءِ به ٻڌو ن پيا، بس چاڻ آنيسٽ ٿيڻ وارو آهي. ڪنهن مناسب موقعي تي آنيسٽيءَ جو شاندار افتتاح ڪندو.“
چاچي نورمحمد کان اڳ محمد ملوڪ وري رڙ ڪئي، ”هي قيامت

جي اچڻ جون نشانيون آهن. مونکي جيڪڏهن آفيسر ڏاهيئون ته آءٌ رٽائرمنٽ کانپوءِ آنيسٽ ٿيندس."
"بڪ بند ڪر،" چاچو وري ڪاوڙجي پيو. "تنهنجي ستن پيڙهين ۾ نڪو آفيسر ٿيندو ۽ نه وري ڪو آنيسٽ. خير، حج جي سٽ به ڪو ڪو آفيسر جهلي، نه ته اسانجي صاحب وارا پرڪار...."
"پر چاچا، صاحب ته پر سال به حج تي ويو هو. تنهن جي معنيٰ هن صاحب کي آنيسٽ ٿيڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ٻن حجن جي ضرورت هئي. پهر ٻن حج کي صاحب منهن ڏيئي ويو هو...." پيو رل چيو.

نيٺ اها گهڙي به اچي پهتي جڏهن صاحب پنهنجي آفيس ۾ اچي نازل ٿيو. اسٽاف سڄو پگهرجي ويو. ڇا شان هو. ڇا مان هو. اڌ منهن نور سان پريل ۽ اڌ منهن ڏاڙهيءَ سان. اکين ۾ جلالت ۽ نيڻن ۾ سلاست سان گڏ گهرائپ. منهن کان هيٺ ڪجهي ڊيڪيل - ڏاڙهيءَ سان. پيٽ دنيا جو اڌ گول. باقي آنيسٽ آفيسر ٿيڻ لاءِ بيو ڇا کپي. سيني واري ڊاري صاحب جا هٿ چميا ۽ هڪ عجيب طلسماتي خوشبو صاحب جي جسم مان پئي آئي. صاحب ايندي شرط ضلعي جي ڊپٽي ڪمشنر ۽ ٻين ڪلاس ون ۽ خفتي ڪلاس ٽو آفيسرن سان نٽڙت منجهان مليو ۽ کين الله جا ڪرشما ٻڌايا. چوڏهين صديءَ جي هڪ معجزي جو ٻڌ گهڙيءَ گهڙيءَ هر ڪنهن اڳيان ذڪر ڪيو، "سائين هيءَ گناهگار عيبدار ڪمتر بندو - رڳ رڳ ۾ رشوت ۽ ٻوٽيءَ ٻوٽيءَ ۾ بيلائن جا ٻول هئا. يعني آئو اور لائو - پنهنجو قومي ترانو هو، ڏنو پٽ ڇٽي جو - هاڻ رب جا لک شڪرانا آهن، سڀ برايون ڪيڏي ورتئين ۽ دعا ڪريو بس آخرت سنوار جي -" پيا ٽڙڪو سڙڪو ڪلاس ٽو آفيسر پاڻهي صاحب ڏانهن پير پري آيا ۽ پنهنجي برادريءَ جي هڪ فرد جي شينهن ڪلهي چرهڻ جا قصا ٻڌا. سبحان الله! پر الله کان دعا ڪنهن به ڪانه گهري ته ڪو پاڻ به صاحب سڳوري جهڙو ٿي پوي.
صاحب جي سلطنت جو بيو سونهري دؤر شروع ٿيو. تاريخ لکڻ

وارا اڳتي هلي پاڻهي سچيون ڪندا ته شير شاهه سوري، التمش ۽ اورنگزيب جي حڪومتي دؤر جون مڙيئي خوبيون صاحب جي نئين دور ۾ هيون. التمش کان وڌ سادو ته پيو، (سواءِ ماني کائڻ واري معاملي جي) اورنگزيب کان وڌ الله سائين جي ويجهو ٿيو! صاحب شهر جي سڀ کان اوچي ماڙيءَ ۾ رهڻ لڳو هو، جيئن الله سائين ۽ صاحب جي وچ ۾ دوري گهٽجي ۽ فضا شهري زندگي کان پاڪ صاف هجي. صاحب پنهنجي شيئر مان، پنهنجي ڳوٺ ۾ مسجيون ٺهرايون. کوهه کوٽايا، رستن تي وڻ پوکرايا، يتيم خانا کولرايا. تار ۽ ٽپال جي بهتر انتظام لاءِ اختياري وارن سان لهه وچڙ ۾ آيو. مسيتن ۾ قرآن شريف جا سيپارا رکرايا. صاحب هاڻ سڌارن واري معاملي ۾ شير شاهه ثاني بنجي چڪو هو. آفيس ۾ سڪ سانت! پين آفيسرن ۽ خاص ماڻهن ۾ صاحب جي آنيسٽي جا هُلَ عروج تي هئا. غريب غربو ڊاول هو. فقيرن، الله لوڪن ۽ درويشن جي الله پـڌي هئي. اصل جاوا پئي ڪياٺون. صاحب، درويشن ۽ الله لوڪن جي پنگ پي لال ڪيل اکين جي دهشت ڏسي ڪنڌ نوائي درود شريف پڙهندو هو ۽ هيڊ ڪلارڪ کي اشارو ڪندو هو. اشارو فيض جو هوندو هو ۽ هيڊ ڪلارڪ جو منهن لهي ويندو هو. هٿ لڄوڙي کوليندا هئس ۽ ڏوڪڙ ڪڍي کين ڏيندو هو. هوندن به جنهن مهل کو ملنگ ٽائيپ ماڻهو صاحب اڏو آيو نه آهي ۽ صاحب وٺي درود شريف شروع ڪندو. هيڊ ڪلارڪ جو هانءُ ٻڏڻ لڳندو. هڪ پيري هيڊ ڪلارڪ چئي ڏنو: ”صاحب جي درود ۽ شريف لاهه ڪڍي چڙيا آهن. اسان به هيڊ ڪلارڪي ڇڏي وڃي درويشي شروع ڪيون.“

صاحب جي هن نئين دؤر کي ٻه سال گذري ويا هئا. ضلعي جو ڪاروبار ساڳي ريت هليو پئي. ڪا به نواڻ محسوس نه پئي ٿي سواءِ صاحب جي آنيسٽيءَ جي. آنيسٽي به بي‌ضرر! ائين ڪٿي ڇئجي تعميري آنيسٽي (Constructive honesty) اسٽاف جا ماڻهو سڀ خوش هئا. پورل پروچ هن نئين دؤر کي ’دين سان گڏ دنيا آه يار

جنت، چوندو هو. چاچي نور محمد جي خيال موجب صاحب جو هي روپ نهايت ميچوئر (Mature) ۽ سيزنڊ (Seasoned) هو. صاحب ڪلارڪ ڪڙا، پٽيوالا پڙا، پبلڪ پبلڪ مطلب ته سڀ سکيا هئا. صاحب انهن ٻن سالن دؤران پنهنجي شيئر جي هڪ پائي به اجائي وڃڻ نه ڏني ۽ پنهنجي ڳوٺ کي ماڊل ڳوٺ بنائڻ ۾ رڌل هو. صاحب پنهنجي ڳوٺ جو وڏو نقشو ٺهرايو هو جيڪو ٽيبل تي رکي سڀني کي ٻڌائيندو هو ڳوٺ ۾ هنن هنن هنڌن تي چار مسيتون، ٽي کوهه، ٻه يتيم خانا، ڪجهه رستا پڪا، گندگي بلڪل صاف، هڪ دينې لائبريري، هڪ اسلامي تعليم جو مدرسو – سڀ ٻن سالن ۾ ٺهي ويا آهن – هاڻ پنهنجي ذميداري لٿي- هاڻ ڪپي بجلي.“

صاحب هڪ ڏينهن بعد از نماز جمعي جي اهو به فرمايو ته: ”في الحال هن نظام ۾ سڀ آنسيٽ ٿي نٿا سگهن. اڻ تيٽي آهي. سيني جا پيٽ وڏا آهن – پر جيڪي آفيسر آنيسٽ آهن، سي پنهنجو شيئر سؤ في صد ڪنهن هڪ ڳوٺ جي ڀلائي لاءِ خرچ ڪن ته هوند هن گنهگار دؤر ۾ به ڪجهه چڱائي ٿي سگهي ٿي. الله تعاليٰ سڀني کي ڪا اهڙي مت ڏي.“

صاحب پنهنجي دور دراز ڳوٺ کي اچا به وڏيڪ سڌاري ها – پر خدا ڀلو ڪري عوام جو، جنهن انقلاب آڻي ڇڏيو. اليڪشن ٿي. عوام جا نمائندا چونڊجي آيا. نمائندن کي حڪومت ملي.

هڪ ڏينهن صاحب منهن مٿو پٽڻ لڳو. صاحب جي اڳيان ميز تي سندس ڳوٺ جي نقشي بدران، اخبار رکي هئي جنهن ۾ سندس ڳوٺ جي پيپلز پارٽي جي چيئرمن جو بيان هو ته: سندن ڳوٺ انسان جي رهڻ کان بدتر جاءِ آهي، نه پاڻي پيئڻ جو انتظام، نه اسڪول، نڪو رستو، نڪا سچي مسجد – مطلب ته صفا اونڌهه لڳي پئي آهي. اها خبر پڙهي صاحب نهايت سنجيدو ٿي ويو ۽ سمورو اسٽاف پڻ روئڻهارڪو پئي لڳو. الزام جيئن ته صاحب تي هو انهيءَ ڪري ڪين تر جيترو به يقين نه هو. صاحب به ڪاوڙجي ويو ۽

چيائين، ”بابا چا ڪجي. اختيار آهن بي دين ماڻهن وٽ ـ ڪنهنجي پڳ سلامت ناهي. پيٽسان پيپلن مان اچي ڦاٽا آهيون. اهي اٿئي قيامت جون نشانيون.“

اسٽاف جا سڀ ميمبر پڻ قيامت جون نشانيون ڏسڻ لڳا. (۱۹۷۳)

# اوسيئڙو

اڄ ڪپڙن ۾ پنجاهي ڪن سالن جي زال، جڏهن سنڌ جي سرحدي شهر جي هڪ ٽاٽي جي لاڪپ منجهه پنهنجي جوان جماڻ پٽ 'هيڪلي' سان ملاقات ڪري واپس وري پئي ته سندس اکين ۾ لڙڪ نه هئا، پر سارنگ جي مُنڊ جا سمورا ساٺ سمويل هئا. سندس هانوَ ۾ جيڪو ڪورو ڪاميو پئي، سو ڇڻ سرد پئي لڳو. هلڻي به سياري جي يخ هوائن وانگر ٿڌي، ڪِري ڪِري ۽ اٿين پئي لڳي ڇڻ سندس ذهن تي جي بار هئا، سي هلڪا ٿي چڪا آهن. سندس پٽ هيڪلو، ماءُ ڪي ويندو ڏسي رهيو هو. سندن منهن وڏيڪ سرهو هو ۽ ساڻس گڏ ٻيا جي لاڪپ ۾ هئا، سي ڪجهه ساعتن لاءِ ماءُ پٽن جو هيءُ انداز ڏسي چپ ٿي ويا.

”جوان، اها جيجل هئي نه تنهنجي؟“ نيٺ هڪ شهپري پوڙهي ماٺ ختم ڪئي.

”هائو، اها اٿئي جيجل.“ جوان هيڪلي وراڻيو ۽ ٿڌو ساهه ڀريو.

”مڙسن تي اهي مهلون ته پيون ايندي يون آهن.“ هڪ ٻئي همراهه چيو، ”پر امڙ جي ٻڌل هانوَ ڪي ڪير آڪاري.“

”منهنجي ماءُ جو هانوَ ٻڌل نه آهي.“ هيڪلو ڪنڌ وراڻي انهيءَ همراهه کي ڏسڻ لڳو، ”جيجل ته ڪي باسون باسيون هيون. سوين پيرَ ساريا هئا. مشڪل ڪشا کي هڪل ڪئي هئائين ته هيءَ ويل ڏسي. اڄ ته جيجل ڏاڍي سُرهي هوندي.“

”جوانڙا،“ شهپري پوڙهي پڇيو، ”جيجل جو ڪو پلئه رهيل هو ڇا، جو تو ورتو آهي.“

”ها، مون پنهنجي پيءُ جو پلئه ورتو آهي.“ هيڪلي جو آواز ڀرجي آيو، ”مون انهيءَ سوئر کي ماريو آهي، جنهن اڄ کان اوڻويهه سال

اڳ منهنجي بيگناهہ مسڪين پيءُ کي ماريو هو.“
جوان هيڪلو چپ ٿي ويو. ۽ لاڪپ جي گندي ۽ بدبو دار ماحول ۾ ويٺل ست اٺ ڄڻا سپ کيس ڏسڻ لڳا. لاڪپ جون ڀتيون هيٺان ڪاچيل ۽ نهايت گنديون هيون. جن تي طرحين طرحين جون عبارتون ۽ چوٽيون لکيل هيون. ڪنڊ ۾ پيشاب ڪاڪوس لاءِ هڪ ڪسي هئي، جنهن ۾ ڍپ ۽ گندگي جو مدام نہ هو، پر هڙيئي همراهہ انهن سڀني ڳالهين کان بي پرواهہ ۽ بي نياز پنهنجي پنهنجي هنڌ تي ائين ڪُپيو، ليٽيا پيا هئا. اڌ ليٽيل هئا ۽ اڌ ويٺل هئا ڇڻ ڪائنڻ جزا ۽ سزا جا سارا حساب هاڻ ئي وٺا آهن. هيڪلي کي همراهہ ڦري آيا، ۽ هيڪلو کين ٻڌائڻ لڳو: ”ڌرتيءَ تي شل ڪو هيڪلو نہ ٿئي. ڪنهن جو سلٿ نہ ٿئي. هونئن تہ وڏي راڄ ڀاڳ وارو آهيان، پر انسان جي ٺاهيل اصولن جي پيٺا تي چڙهيل ماڻهو چؤ طرف اڪيلو ٿي رهجي ويندو آهي. منهنجي پيءُ سان پنهنجي راڄ وارا نہ ٺهيا. مڙس مڙ يئي ڦڏئي هو، سو سڀني سان سلٿ ڇڏي، ڪجهہ پريرو پنهنجي ٻن ٽن جريبن جي زمين ٽُڪر کي کيڙڻ لڳو. همراهہ کي ڪنهنجي ڪاڻ نہ هئي. هو پنهنجي ٻني ۽ وني ۾ راضي خوش هو. وڏڙا ۽ سگهڙ چوندا آهن تہ مرد جي بازن جي پورهئي جو ڪو ڇيهہ ئي ناهي. جيترو ٻنيءَ ۾ اونهو هر هلائيندو اوترو سگهي تيندو، ۽ جيترو ونيءَ سان پيار وندينڊو اوترو ئي مٺو ڦل ملندس. الله جي مرضي هئي. بابا کي فصل بہ پلو مليو ۽ مان بہ انهيءَ سال ڄائس. ابي جي خوشيءَ جي ڪا حد هئي؟ زمين کان اڌامي ڳالهائيندو هو.
”خدا جي قدرت ڏسو، رب سائين الائي ڇا ۾ راضي آهي. ننيڙن ٻندن کي جيڪڏهن خوشي ڏي بہ ٿو، تہ سهي نہ ٿو. ابي تہ سموري دنيا کان ڪتجي پنهنجي دنيا الڳ وسائي هئي. ايتري ننيڙي دنيا، جيتري انسان جي دل. پر ابي جي دنيا ۾ وسعت هئي، سک هو، آرام هو، سرهائي هئي. سا بہ رڳو انسان جي دل ۾ سمائجي سگهي ٿي. جيجل ٻڌائيندي آهي تہ: ابا اها نيا ڳي چنڊي چوڏهين جي رات

هئي. چؤ طرف سرنهن جي هبڪار ڦهليل هئي. ابي جو ڦهليل هٿ ۽ ڏاڍ مڙسي ۽ جيجل جا سڪ ۽ سونهن، پاپوهه ۽ نٿڙت سان پريل نيڻ، سڀ منهنجي پتڪڙي وجود مٿان واريل هئا. مان مس اٺن نون مهنن جو هوس. چؤ طرف وٽن، ٻنين ۽ آڪاش تي چانديءَ جا تهه وريل هئا. ايتري ۾ چاندوڪيءَ کي باهه لڳي. ابي جي رت ۽ ست سان ڪيڙيل سارين جا سنگ ڪنبڻ لڳا. سرنهه جي هبڪار الائي ڪيڏانهن هلي ويئي. ست اٺ ڄڻا کهاڙين ۽ بندوقن سان ڏوڪي آيا. ابي کي اٿڻ جي مهلت نه ڏنئون. جيجل کي ٻن ڄڻن ڪنيي الڳ ڪري ويهاريو. ابي کي ٻن ڄڻن رائفل جي ڳن سان جيڪي ڪپار وارا ڌڪ هنيا، تن مڙس کي اڌ مئو ڪري ڇڏيو. جيجل جي دانهن مٿي دانهن. جڏهن ابو ڪپاري ڌڪ جي تاب ڪري اٿي نه سگهيو، تڏهن هڪ همراهه اڳتي وڌيو. مان انجو نالو نه ٻڌائيندس. امڙ کي مخاطب ٿي چيائين:— 'هاڻ پاڻ ڏس ته تنهنجي ڪانڌ جا ڳترا ڪيئن ٿا ٿين.' شابس آهي جيجل کي، تنهن ڪجهه نه ٻڙڪيو ۽ پٿر جي بت وانگر بيٺي رهي. مو نکي اچا نند هئي. پوءِ جيجل چوي ٿي ته چنڊ جي ڌڌي روشني ڦري ڪوسي ٿي پئي. چاندوڪي جا آلا چؤ طرف ڦهاجي ويا— ۽ جڏهن ان ڪميٽي جي کهاڙي مٿي کڄي. چاندوڪيءَ ۾ جرڪي ۽ ابي جي رڙ سان ڳنڍ، سنلس منهن وڃي ٻن اڏن ۾ ٿي ويو. نڪ ۽ پيشانيءَ ۾ کهاڙيءَ جو ڦر ڪپي ويو. رت جون نينديون وهڻ لڳيو ن. جيجل چوندي هئي: ابا تنهنجي پيءَ جو رت جڏهن چاندوڪيءَ ۾ جرڪيو ۽ جرڪي چؤطرف ڦهلجي ويو، تڏهن شايد قدرت واري کي به ڪا چڪي آئي هئي، جو چنڊ وڃي ڪڪرن ۾ لڪو، پوءِ اندوڪار هئي. کهاڙين جا ڌڪ هئا، ابي جو رت هو، ابي جي ماس جا ڳترا ڳترا چؤ طرف ڦهلجي ويا. جيجل جي اکين ۾ ڳوڙها ضرور هئا، پر سڏڪا اندر مان نڪتا ئي نٿي. پرائي سهاڳ تي به زائفون روئينديون آهن— پر شابس آهي جيجل کي، نڪا دانهن ڪيائين نه ڪوڪ. جيجل ته انهيءَ ويلي ئي کي ٺاهه ناهي ڇڏيا. ٻئي ڏينهن

خبر پئي ته اهو ڪوس پنهنجن ئي جي چرچ تي ٿيل هو. راڄ جي چڱي مڙس جي چوڻ تي ئي سپڪجهه ٿيو هو. ابي به ته ساٿن ڏاڍ مڙسي ڪئي هئي، جو پنهنجي وڏن جي زمين ٽڪر تي زوري قبضو ڪري چڱي مڙس جي پڳ ۾ هٿ وڌو هو. پنهنجن ۾ ڪو آسرو نه ڏسي، امڙ مونکي سانديو. مونکي سال کن جي چمار ڪان امڙ سبق سيکارڻ شروع ڪيو ته ابي جي سر جا سوداگر ڪير هئا، ۽ جيئن مون اک کولي، ماءُ کي ڪڏهن مرڪندو نه ڏٺو ۽ ابي ڪان پوءِ جيئن ڪارو ويس ڍڪيائين، سو وري نه لاٿائين، ۽ رات جو روز مونکي ابي جي رت ۽ ست جون ڪهاڻيون ٻڌائيندي هئي. مان جيئن جيئن سرت ۾ ايندو ويس، جيجل جا سبق اوترا اوڪا ٿيندا ويا، چوندي هئي: ابا پڙهين مون سان لانئون لڏيون ۽ مونکي خوشيءَ جي خوراڪ ۽ پٽ جا پهراڻ پارايا هئا ـــ ۽ هاڻ ڪارو ويس جو ڪيو اٿم ته توکي سدائين سڌ هجي ته تنهنجي جيجل سان ڪهڙا جتن ٿيل آهن. ابا، اهي ڪارا تنهنجي ابي جي رت ۾ ٻڏل اٿئي، توکي پيءُ جو پلئه ونڻو اٿئي. توکي امڙ جي بت تان اها ڪارنهن لاهڻي اٿئي، پلئه به اهڙو ونڻو اٿئي، جو ماس جا ڳترا ڳترا چوُ طرف ڦهلجي وڃن. رت جي بدبوءِ سڀئي محسوس ڪن ۽ ڳترا ميڙڻ ئي ڏکيو ٿي پوي. منهنجي چوڪراڻي مستي ڏسي امڙ مونکي جهلي چڙيندي هئي: ابا ترس. ڏينهن اچي رسندا. متان ڪو ٽڪڙو ۽ امڙ ڪان پڇا بنا ڪو ڪم ڪيو اٿئي.

”اڄ ڪان سال بن اڳ جي ڳالهه آهي، امڙ مونکي هڪ هند دل جون ڳالهيون ڪندي ڏسي ورتو، امڙ کي آنڌ مانڌ ـــ چئي: پٽ، ماءُ کي پٽ ۾ الائي ڪهڙيون ڪهڙيون آسون اميدون هونديون آهن. پٽ جڏهن سهرا ٻڌي لانئون لهندو آهي ته ماءُ کي جيئري بهشت ملي ويندو آهي، پر پٽ مونکي ڏس مان اهڙي ماءُ ناهيان. منهنجي لڱن، ڪيترا ورهيه خدا جا ٿيا آهن، رڳو ڪارا ڏنا آهن. منهنجي سر جي سائين جو ۽ تنهنجي ابي جو پلئه رهيل آهي، مون توکي سانڍي وڏو ئي انهيءَ ڪري ڪيو آهي جو پنهنجي بيگناهه پيءُ جو

پلاند ڪندين ـــ ۽ جيجل جي جيءَ ۾ جو ڪورو پريل آهي تنهنکي سرد ڪندين، ويرين ڪي جڏهن وڍي اها رت ٻڏل بدبودار ڪهاڙي منهنجي پيرن ۾ رکندين ته مان تنهنجي پيءَ جي جدائي جا جيڪي سڏڪا روڪي ڇڏيا هئا، سي سڏڪا ته پري سڳهان، ۽ اهو ڪارو ويس لاهي ڦٽو ڪيان، جيڪو منهنجي نصيبن ۾ لکجي چڪو آهي، ۽ پٽ تون هاڻ وڃين جوانيءَ جي جذبن ۾ پيو آهين. مونکي نٿو ڏسين ته پنهنجي سموري جواني، سمورو جنب پٺهين جي پلئه ونڻ ۾ گهاري ڇڏيم ـــ مان ڏاري هيس تڏهن به سر تي ايڏو بوجهه ڪنيو اٿم، تون ته تخم آهين انهيءَ مرهيات جو. پٽ متان ڪنهن سان دل لائي اٿئي. اهي دلين جا سودا ڏاڍا مهانگا ۽ اٿانگا آهن. اڪثرين جي هڪ گهڙي سان ساري عمر جا سودا ٿين ٿا. تنهنجي منزل ٻي آهي، هاڻ مان اڪيلي تنهنجي حياتيءَ جي هاڃن ڪي سهندس ـــ ۽ ائين نه ٿئي جو تنهنجي محبت جون به گهڙيون هڪ ٻيءَ جوانيءَ ڪي برباد ڪن ـــ مان ڇاٿان تي جواني جدائيءَ ۾ ڪيئن گهاربي آهي. انهيءَ گهاٽي ۾ ڪيئن پاڻ ڪي پيسبو آهي. قسم اٿئي پيءَ جي رت جو، سؤنهن اٿئي امڙ جي پلاند جو، متان ڪتي اڪيون اڙائي ويهي رهين، پوء الائي ڇا تي پوندو.

”پوء اهو ڏينهن اچي پهتو ـــ جنهن ڏينهن لاء جيجل دعائون گهريون هيون. اهو ڏينهن ـــ جڏهن امڙ جي دل ۾ پنهنجي سهاڳ جي خون جو پلئه ونڻ جو جيڪو ڪورو باهه جو ٻريو پئي، سو ته تڏو ٿيو ـــ پر جگر جو ٽڪر جنهن اوڙاهه ۾ وڃي پيو، تنهنجو احساس الائي ڪيئن ٿيندس.“

اهو ٿي ڪنڌ ڪوٽ جو شهر آهي، اهي بازارون انسانن سان آهن. انسان هٽ ڊورن مثل آهن، پنهنجي ماحول ۾ بنا ڪنهن ذميداري جي بار جي ائين اربيلا، هٽ سان پرپور، اٿچاڻ، انسان جي شر وعاتي دؤر جي ذهن ۽ سمجهه وارا شهري جوان اهو ٿي سمجهندا آهن ته ماڻهوءَ جو مُلهه ڪيترو؟ انين آني وارو ڪارتوس هڪڙو ـــ هاڻ ڪٿي ڏيد-ٻن رپين جو هوندو. پر گهڻا هنيلا ته اهو نقصان به ڪونه سهندا

آهن، کهاڙيءَ جو وسڪارو، همراهه جي ڪنڌ جو ڦهڪو، اجايو ڪارتوس زيان ٿئي ها.

”ادا، امڙ، جو ن دعائون اگهيو ن. مون شهر جي وچ ۾ امڙ جي سهاڳ ۽ پنهنجي ابي جي خو ن جو بدلو ورتو. رستي جي وچ ۾ جڏهن امڙ جو ڏوهي ڦٿڪيو پئي ته امڙ جي رڙ مٿان رڙ: ’ابا متان اٿڻ ڏنو اٿئيس، اصل سوئر آقت مري، اڃا هڻ!‘ چاهيان ها ته ڀڄي وڃان ها— پر اتي ئي بيهي رهيس. جيستائين انهيءَ سوئر جا واهرو ورن تيستائين پوليس اچي سوگهو ڪيو، ۽ پاڻيان تو جيجل به سمجهندي هوندي ته سندس جگر جو ٽڪرو هت وڏيڪ حفاظت ۾ هوندو، اڄ جيجل کي اچا ڪپڙا ڏسي مونکي ائين لڳي ٿو ڄڻ مان جنهن ڳالهه لاءِ دنيا ۾ آيو هوس سا پوري ٿي.“

ڪجهه ساعتن لاءِ چپ ٿي ويئي. پوءِ ڪراڙي قيديءَ چيو: ”يلا جوان، واهه جو پاڻ ملهايو اٿئي — جيئڻ آهي جيجلون، جي تو جهڙا نرَ ڄڻين.“ ٿوري دير کان پوءِ وري چوڻ لڳو، ”جوان، تنهنجي جيجل کي هاڻ سڃاتم. تنهنجي پيءُ ۽ امڙ جي جوائي، سونهن ۽ پيار جي هاڪ سڄي تر ۾ هئي. واهه جو جوڙو هو. پر پٽ تنهنجي جيجل جيڪي ڏينهڙا پنهنجي ور جي ڇانو ۾ گذاريا، سي سڄي ڄمار ياد ڪندي، ۽ جيڪا عذاب ۽ ڏکار جي عمر توکي نپائي وڏو ڪرڻ ۾ گذاريئين تنهن به اهڙو عذاب نه ڏنو هوندس، جيڪو عذاب ۽ اوُنو هاڻ هوندس، پهرئين رڳو ڇوڪري هئي، پوءِ زال بنجي ڏيکاريائين، ۽ هاڻ هوءَ فقط ماءُ اٿئي. ماءُ سان لکين اوسيئڙا، اوُنا ۽ عذاب هوندا آهن. جيجل هاڻ جبل جيڏي ڄمار گذار ته ڪـَل پوئي!“ (۱۹۷۳)

# ڪامريڊ، سترهون گريڊ ۽ ڏهہ هزار چميون

مان ٽيهن سالن جو پوڙهو / جوان آهيان. جوان اِن ڪري جو اڃا عمر رڳي ٽيهہ سال آهي. پوڙهو ان ڪري جو ظاهري توڙي اندروني طور تي ضربجي پيو آهيان. ڏڪجي پيو آهيان. ڪجهہ عرصي کان منهنجو مٿو ڇڻ لوهہ جي سانداڻ بنجي پيو آهي ۽ حالتون، واقعا ڇڻ متر ڪا!

هي ڳالهہ جيڪا اِن ڪان بہ وڌ حيرت جوڳي آهي، سا اها تہ سڀ ائين پيا چون تہ مان ستن سالن کانپوءِ پنهنجي گهر ، 'پنهنجو گهر' سمجهي آيو آهيان. گهر جا سڀ ڀاتي حيران بہ آهن ۽ پريشان. ساڳيءَ وقت خوش بہ.

بابو چوڻ لڳو: "چوري جي من ۾ الله کا ساجهہ وڏي آهي."

امڙ چيو: "هڙو ملوڪ سدا سهڻو پٽ، نيٺ سنئين راهہ تي آيو، مون قلندر تي سُکان باسي هئي."

منهنجي وڏي پرڻيل ڀيڻ چيو: "مس ماڻهپي ۾ آيو آهي."

منهنجي ننڍي ڪنواري ڀيڻ چيو: "منهنجو ڀاءُ اڃا بہ وحيد مراد لڳي ٿو."

اهي سڀ ڳالهيون اوهان ٻڌيون. سڀ صحيح آهن. پر منهنجي سدا ملوڪ زال جي بہ ٻڌو. چئي ٿي: "سچو سون آهين، رڳي دل ڪاسائي جي اٿئي."

گهر ۾ خوشيءَ جا شادمانا هئا، مان ست سال ڏکا ٿاٻا کائي، گهر وارن جي چوڻ مطابق، ١٧ گريڊ جي ٻارهن سون واري نوڪري وٺي، وار ٻار لهرائي، ڏاڙهي مڇون ماڻهپي ۾ آڻي، گنل چمپل جي پچر چڙهي، ميرا ڪپڙا لاهي- فرسٽ ڪلاس ٿي گهر موٽيو هوس. اڳتي وڌڻ کان اڳ ٿوري وضاحت: ڇاڪاڻ تہ مان ذهني طور تي،

پنهنجي ملڪ ۾ پرولتاري ڊڪٽيٽرشپ جو قائل آهيان. تنهنڪري مون لاءِ ظاهري ناهه ـ ٿوهه ڪان وڌ پنهنجو پروگرام عزيز هو. انهيءَ ڪري منهنجي گهر وارا منهنجو اجرو من ڏسڻ ڪانسواءِ، رڳو منهنجي بدن تي ميرا ڪپڙا ڏسي، مونکي ڏڦير يا هوروالو چوندا هئا ـ ۽ گهر ڪان ٻاهر مان اٽڪ ۽ بي لوٺ ڪارڪن سڏبو هوس.

بابا مختيارڪار هو. پر اڄڪلهه 'جبرو' آهي يعني جبري طور رٽائر ڪيل. اسانجو گهر ڏاڍو سکيو ستابو ليکبو آهي. بابا جا ٻه پٽ آهيون. منهنجو وڏو ڀاءُ روينيو ۾ هيڊ منشي هو، پر اڄڪلهه 'جبري طور' پروموٽ ٿيل مختيارڪار! ـ ۽ مان هوس ننڍو پر وڏو نالائق، بي ڪمو ۽ چريو. وڏي ڀاءُ ميٽرڪ ڇئن سالن ۾ ڪئي ۽ بابا سمجهي ويو ته ڪلارڪيءَ جي لائق آهي. بابا دنيا جو آزموديگار ماڻهو آهي ـ ۽ مان بي اي سي (ايگريڪلچر) فرسٽ ڪلاس، ٿرڊ پوزيشن، ايم. اي ايڪنامڪس فرسٽ ڪلاس، فرينچ لينگويج ڊپلوما، قرآن شريف، بنا معنيٰ جي ته ننڍي هوندي ئي پورو ڪيو هوم. ڪاليج ۾ انگريزي اهڙي ته ڳالهائيندو هوس جو سڀ مونکي انگريز چوندا هئا. جي ڪڏهن بابا جي آفيس ۾ ويس ته بابا جهڙو ڪڙپيل به منهنجي اڳيان انگريزي ڳالهائيندي هبڪندو هو. رنگ روپ اهڙو هوندو هوم (هاڻ ايترو نه آهي) جو اوڙو پاڙو تپائي ڏنم. بابا جي دلي تمنا هئي ته مان سي ايس پي آفيسر ٿيان. ڪيس مون ۾ اهي سڀ گڻ نظر ايندا هئا، جيڪي هُن پنهنجي سي ايس پي ڪليڪٽرن ۽ ڪمشنرن ۾ ڏٺا هئا.

پر انهن سيني ڳالهين ۽ خوبين هوندي به مان بلڪل نالائق نڪتس ۽ بابي مون مان اميد لاهي، منهنجي وڏي ڀاءُ منجهه رکي جيڪو آن وقت هيڊ منشي ۽ ٿرڊ ڪلاس مئجسٽريٽ هو، ۽ منهنجي ڀاءُ جي سينارٽي لسٽ ڏسي دل کي آٿت ڏيندو هو ته مڙيئي ١٩٨٢ع ڌاري ڊپٽي ڪليڪٽر ٿي ويندو. اهو ٻڌي امي چوندي هئي: "جڏهوڪا مينهن تڏهوڪيون ڇڪون."

مينهن ۽ ڇڪن جي ڳالهه تان بابا کي خار لڳندا هئا ۽ چوندو هو،

”پر هُو جو طوفاني وڏ ڦڙو مينهن اٿئي سو ته صفا وسڻ جي آس ئي لاهي وينو آهي.“ مونکي بابا وڏ ڦڙو چوندو هو. مون بابا کي واقعي مايوس ڪيو هو.

اجايو ڳالهه ڊگهي ٿي ويئي. مون چيو پئي ته مان ستن سالن ڪانپوء واقعي پنهنجي گهر ۾ وڏ ـ ڦڙي وانگر وسيو هوس. مون اينڌي شرط اعلان ڪيو ته، ”زهره تيار ٿئي ۽ مون سان هلي.“

”ڇو؟“ بابي پڇيو.

”انهيءَ ڪري جو منهنجي زال آهي.“

بابا پنهنجا پراڻا مئجسٽريٽ وارا پاور چاهيندي به نه هلائي سگهيو، جيڪي گهر ۾ سدائين استعمال ۾ ايندا آهن.

”اپائنٽمنٽ آرڊر ڏيکار.“ مئجسٽريٽ صاحب جرح شروع ڪئي.

”اڃي هي ڏسو. اوهانجي گريڊ کان مٿي آهي.“

بابا منهنجو ١٧ گريڊ وارو آرڊر غور سان پڙهيو ۽ امان کي سمري آرڊر ڏنائين، ”زهره کي تيار ڪري موڪل ڏيو.“

امان ڪيبائڻ لڳي. ڪيس پڪ هئي پنهنجو محشر ته خراب ڪيو اٿس هاڻ زهره جو تو سر رلائي.

ٿوري دير ڪانپوء، اندر ڪمري ۾ مون زهره کي ڀاڪر پائي هلڪي چمي ڏني ۽ چيو، ”تون نه ڪيباءِ ـ هل.“

”تون اهو ساڳيو ناهين.“ زهره چوڻ لڳي.

”ڇو؟“

”پنهنجو پاڻکان پڇ.“ هوءَ شرمائڻ لڳي.

زهره منهنجي ماءُ جي مائٽن مان آهي. اسانجو ڳوٺ، سنڌوءَ جي ڪپر تي آمريءَ کان ٿورو هيٺيرو آهي ۽ زهره جنجو ڳوٺ ٿورو مٿيرو آهي. بابو چوي ٿو ته ١٩٥٦ع واري ٻوڏ ۾ زهره جنجي ڳوٺ جا سڀ گهر لڙهي ويا هئا. (بابا کي سمورا واقعا سنن سان ياد آهن) پر زهره ۽ سندس ماءُ اڳوات لڏي اسانجي ڳوٺ آيا هئا ۽ سڀ وري محال ڪيٽي بندر ۾ پناهگير ٿياسين جو بابو اُن وقت اتي محالڪار

هو.
رات ٿي. مان زهره کي پاڪر پاڀو ليٽيو پيو هوس. هوڏانهن ٻئي ڪمري ۾ اسانجي مائٽن جي سلامتي ڪائونسل جو ايمرجنسي جلسو برپا ٿيل هو. آخر زهره جي سر جو سوال هو.
”ڳالهه سمجهه ۾ نٿي اچي.“ بابي چيو.
بابو واقعي سچ چئي رهيو هو. هُن الائي ڪيترا سال مون سان مٿو هنيو هو. پر استحصالي قوتن کي سمجهي وڃڻ ڪانپوءِ مون لاءِ اهو مشڪل ٿي پيو هو ته بابا جهڙي بورزوائي طبقي جي ماڻهوءَ سان اصولن جي خلاف ٺاهه ڪريان جنهنجي سماجي حيثيت جي مان خلاف هوس.
جڏهن مون پاو يهن سالن جي عمر ۾ ايم-اي ايڪنامڪس فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪئي ته بابا مونکي چيو، ”پٽ هاڻ سي ايس پيءَ جون تياريون ڪر. مونکي تو مان وڏيون اميدون آهن.“
”بابا مان سي ايس پي نه ڪندس.“
”چو!“
”جنهن آفيسر شاهي نظام جو مان نظرياتي مخالف آهيان، تنهن مشينري جو پرزو ٿيڻ نه چاهيندس.“
بابا کي سخت ڪاوڙ لڳي. ”....باقي رات جو اوندهه ۾ چوني جو دٻو ڪڻي، سڄي شهر جي ڀتين جو ڪارو منهن پيو ڪندين ته ڪشمير ڪشميريون ڪا هٿي- ون يونٽ ٽوڙيو نه ته....“
”اوهانکي خبر آهي ته....“ مون بابا جي ڳالهه ڪاٽي، ”مان انقلاب پسند آهيان ۽ آمريت جي خلاف جدو جهد ۾ ڀرپور حصو وٺندس.“
”چو منهنجي نوڪريءَ جي پٺيان پيو آهين.“
”گستاخي معاف. اوهان به آمريت جي نظام جا ستون آهيو، جيڪي هن ملڪ ۾ آفيسر شاهي جي سازش سان هڪ ثقافتي اقليت کي هن ڌرتيءَ جي محنت ڪشن جي حقن کي غصب ڪرڻ لاءِ مدد ڪري رهيا آهيو.“
”بس بس وڏيڪ بڪ نه ڪر.“ بابا آپي کان ٻاهر نڪري ويو-۽

مان نڪري ويس پنهنجي ملڪ جي شهر شهر ۾، ڳوٺ ڳوٺ ۾. وستيون واهڻ سڀ گهمي ڏٺا. پنهنجن همراهن ساڻ ـ ڪامريڊن سان. مان ڪاليج ۾ پنهنجي ترقي پسند دوستن کان ذهني طور تي ڪجهه متي ٿي ويو هوس. مارڪس، اينگلس ۽ لينن جا نظريا منهنجي رڳن ۾ رچي ويا هئا. مائو ۽ چي گويرا جي جاکوڙي جدوجهد کي آڏو رکي مان پنهنجي سينئرس کي چوندو هوس ته ڪجهه ڪريو. پر منهنجا سينئر ڪامريڊ چوندا هئا ته اسانجو نظريو سائنٽيفڪ بنيادن تي آهي ۽ انجي ارتقا هڪ اڻ ٽٽندڙ عمل آهي.

”اسانجي اضافي عمل سان ڇو نه ارتقا جي عمل جي رفتار تيز ڪجي.“ مان چوندو هوس.

”اسانکي پهرين فقط وڏيري ۽ جاگيردار جي انسٽيٽيوشن کي ختم ڪرڻ گهرجي ۽ پوءِ اصل پورهيت طبقو ازخود ابري ايندو.“

هتي هڪ ٻيو مسئلو کڙو ڪيو ويو. هڪ جونيئر ڪامريڊ چيو، ”پر ائين ته هڪ استحصالي طبقي کي ختم ڪبو، پر جيڪو شهرن ۾ مڊل ۽ اپر مڊل ڪلاس ۽ بورزوائي طبقا پوري قوت سان ابري آيا آهن تن لاءِ به ته ڪجهه ڪرڻ کپي.“

انهيءَ لاءِ هڪ آل پاڪستان ورڪرس ۽ پيزنٽس جي ڪنوينشن سڏائي ويئي ـ پر انهيءَ رات مونکي بابا زوري ڇڻ بنا وارنٽ ڏيکارڻ جي هڪ نهايت غير جمهوري عمل رستي، سوگهو ڪري اچي ڪوٺڙي ۾ آزاد ڪيو. جت انهيءَ رات، سنڌوءَ جي ڪپر تي، پنهنجي بورزوائي پيءَ طرفان ارينج ڪيل شاديءَ ۾ گهوٽ بڻيو ويٺو هوس.

جيئنوٽيڪ منهنجي ذهني اوسر مطابق شادي هڪ فضول اداري جو نالو آهي ۽ فقط عورت ۽ مرد جي هترادو ناهيل سماج جي هڪ چال آهي جنهنکي، غيرت عزت ۽ ٻيا به ڪيترا نالا ڏنا ويا آهن. پر انهيءَ سيني ڳالهين هوندي، شعوري طور سمجهندي، منهنجي بدن جي ذري ذري ۾ جيڪو مرد لڪل هو، پنهنجي وجودکي ظاهر ڪرڻ

لاءِ ٻوڏ مثل ٿي لڳو. 'هڪ سٺو دلچسپ تجربو آهي.' مون سوچيو.
ستاويهن سالن جي عمر تائين الائي ڪيترا ڀيرا چوڪريون منهنجي زندگيءَ ۾ گهڙيءَ پل لاءِ، رات جي چٽن پهرن خاطر يا ڪي اجها ٻه وڌيڪ عرصي لاءِ آيون هيون، ويون هيون. پر اهو پهريون ڀيرو هو جو ڪامريڊ جي اڳيان هڪ صحيح سلامت سالم عورت، عام آڏو اقرار ڪري، سندس اوسيئڙي ۾ ويٺل هجي. سچ پڇيو ته عام دنياوي ڪيريڪٽر ڪي لت هٿي، مون جنهن نظرياتي حيات کي پنهنجو ڪيو، سو جڏهن پنهنجي ڪنوار جي ڪمري ۾ داخل ٿيو هوس ته نظريي کي امانت طور، چائنٺ تي ڇڏي، حيات ڏانهن هليو ويو هوس.
منهنجي زال ـ سادي سودي. ذري گهٽ اڻ پڙهيل. قرآن ختم ڪيل، روزن نمازن جي پابند ـ ۽ واقعي چوندي آهي ته اهي سندس روزا نمازون ٿي هيون جو ڪيس مليس.
ڪجهه ڏينهن مون زهره کي خوب پيار ڪيو ۽ نوجوان جسم ۾ جيڪا معجون ڀريل هئي، يا ڪامريڊن جي چوڻ مطابق انساني نسل جي تسلسل قائم رکڻ وارو سيال مادو ـ يا وري انساني حيواني جبلت جي خواهشن جا ته لاهه ڪڍي ڇڏيم. ۽ پيو نوجوانن جي ڊڪشنري مطابق عشق جون نمازون پڙهيون ۽ محبت جا روزا ڪوليا. پوري حياتيءَ جا قضا ٿيل روزا ۽ نمازو وڏي صدق سان رکيم ۽ پڙهيم.
مهني کن ڪانپوءِ جڏهن جسماني ٻوڏ ۾ هيٺين درجي جي ميلاپ جي اميد به نه رهي ۽ عشق جي سانوڻيءَ به وسي وڃي هنڌ ڪيا هئا تڏهن دل تي ذهن جو غلبو آيو ۽ شاهه لطيف کي خواب ۾ ڏٺم جيڪو چئي رهيو هو: روزا ۽ نمازون پڻ چڱو ڪم ـ اهو ڪو ٻيو فهم، جنهن سان پسين پرين کي!
ٻئي ڏينهن مون ٽپڙ ٻڌا ۽ سڄڻ سفر اسهيا.
"ڪيڏانهن وڃين ٿو؟"
"بابا في الحال جام شوري...."

”چو پڏڻ جو خيال اٿئي چا.“
”نہ بابا يونيورسٽي اليڪشن ۾ باقي هفتو وڃي رهيو آهي.“
”پر تون تہ يونيورسٽيءَ ۾ ڪونہ پڙهين.“
مان بابا جي اڻ چاڻائيءَ تي دل ۾ کليس. بابا ضد شروع ڪيو ۽ مون تقرير: ”بابا اسانجي ملڪ جي ساڄي جي پيٽي بورزوائي طبقن جي مرضي آهي تہ يونيورسٽي جي يونين تي قبضو ڪري پنهنجا استحصالي هٿڪنڊا، استعمال ڪرڻ جي راهہ کولين. ان لاءِ هو شاگردن جي جاءِ تي نااهل ۽ هٿ ٺوڪيل نمائندن کي بيورو ڪريسي ۽ يونيورسٽي اٿارٽيز جي ذريعي، ڪٿائڻ چاهين ٿا....“
”بس وڏيڪ بڪ نہ ڪر....“ بابا هٿيار ڦٽا ڪيا.
زهره کان موڪلائڻ ويس، کيس پنهنجي مقصد جي اعليٰ قدرن ۽ پرولتاري ڊڪٽيٽرشپ جي ميدان کي هموار ڪرڻ جي اهميت تي روشني وجهي ٻڌايم.
”پر اهي سڀ بار تو هڪڙي جي ڪلهي تي آهن. مان بہ چوان تنهنجو گلاب جهڙو رنگ ڪارو ڇو ٿي ويو آهي. آخر اهو ميدان ڪڏهن هموار ٿيندو. آس بہ نٿهڻ هوندي....“ مون کلي ڏنو، ”مان جلدي ايندس ۽ توکي ذهني طور تي تيار ڪندس.“
”مان تہ هاڻ بہ تيار آهيان.“ زهره منهنجي ڳچيءَ ۾ ٻانهون وجهندي چيو.
پوءِ مون زهره کي چميون ڏنيون. هڪ ٻہ.... ڏهہ.... ويهہ.... ٽيهہ.... چاليهہ.... پنجاهہ.... سؤ.... ٻہ سؤ....
مون جڏهن ٻہ سؤ چميون پوريون ڪيون تہ چپ سڪي ويا، نڙي خشڪ ۽ مٿو بہ ڦرڻ لڳو. ڪنن ۾ بہ سان – سان ٿيڻ لڳي ۽ بقول جوش مليح آباديءَ جي عشق جي مرحلي کي ختم ڪرڻ تي منهنجي ڪنن ۾ مرحبا جو آواز آيو. پڪ ملائڪ لڪي لڪي جوش جا مرحلا ڏسندا ۽ مرحبا ڪندا هوندا.
ڪن ۾ جڏهن ملائڪن طرفان مرحبا ٻڌم تہ چيم – ”بس...“
”بس، چڙيون بہ سؤ!“ مٿميٿيس جي ڏيءَ چوڻ لڳي.

مون وات ۾ جمع ٿيل پڪ جا ٽي حصا نڙي ڏانهن سپلاءِ ڪيا ۽ باقي حصي سان سڪل ڇپن ڪي آلو ڪندي چيم، ”موٽي ايندس ته تو ڪي هڪ هزار چميون ڏيندس ۽ ايترو پيار ڪندس جو تون بيزار ٿي پوندينءَ.“

مان زهره جي ذهن ۾ پنهنجي پيار جو شيشي جو گهر اڏي، موٽي آيس پنهنجي ماڳ تي. اسانجي يارن دوستن جي ڪامياب جلو جهد سان ون يونٽ ٽٽي چڪو هو. صوبائي خودمختاريءَ جو مسئلو اڃا حل ٿيڻو هو. جنهن لاءِ جاکوڙ شروع ٿي. يونيورسٽيءَ جي اليڪشن اصل ۾ مرڪز هو ملڪ جي نوجوان ذهن ۽ قوت جو، جت ترقي پسندن جي رجعت پرستن کي ٽڏڻو هو. اسانجي ڪامريڊن جا حوصلا بلند هئا. گذريل ڇهن سالن کان لاڳيتون جاکوڙون ۽ قدم به قدم فتحون صرف جذبن ڪي جيئرو رکڻ لاءِ اهم هيون، پر اصل حاصلات ته پرولتاري ۽ ڊڪٽيٽرشپ هئي. جنهن لاءِ اسانجي ڪامريڊن جا ذهن ڪنهن ڪنهن مهل ڏنگيل يا ونديل لڳندا هئا. پر اسان جهڙن بي لوث ڪارڪنن اڳيان منهن نه ڪولي سگهندا هئا.

سڄي ملڪ ۾ پهريون ڀيرو ’هڪ ماڻهو هڪ ووٽ‘ تي اليڪشن ٿي رهيون هيون ۽ ورڪ ڪرڻ جو وڏو اسڪوپ هو. اسانجا سينئر ۽ ڪامريڊ به ٽي مهينا مختلف شهرن ۽ صوبن ۾ مختلف پارٽين سان لهه وچڙهه ۾ آيا ته جيئن پنهنجي هم خيال پارٽي يا اميدوار جي بي لوث ورڪ ڪجي. اسين نيٺ ڏاڍا مايوس ٿياسين. ايرندي پاڪستان جي عوامي ليگ رڳو اُن حصي تائين محدود هئي ۽ سندن نقط نظر ۾ استحصال ڪندڙ ۽ جيڪو مظلوم آهي سو مارڪس جي نظريي سان نهڪي نه پيو اچي. ڪافي بحث مباحثي ڪانپوءِ اسان سمجهيو ته هنن کي اسان جهڙن ڪمٽڊ بي لوث ڪارڪنن جي ضرورت ناهي. اولهه پاڪستان ۾ جيڪي ترقي پسند پارٽيون هيون تن تي ڪوبه اعتبار ٽٽي ڪري سگهيو جو اُت مخدوم ۽ وڏيرن سان گڏو گڏ هاري ۽ مزور به هئا. مون چيو ته اِها پارٽي پاڪستان جي هڪ تهذيبي لساني اقليت مهاجر ڀائرن جي بارا مصالحي جي

چاٺ پئي لڳي.
وقت نڪتو پئي ويو. ورڪ لاءِ اسين آتا هئاسين. نيٺ ڪجهه آزاد اميدوار اسانکي مليو يا جيڪي نظرياتي طور تي اسان جهڙا هئا. خوب ورڪ ڪيوسين. تقريرون- نعرا- عام ماڻهن کي خطلب- دل کولي ڇهه مهنا ورڪ ڪيوسين.
اليڪشن ٿي. اسانجا جيڪي به اميدوار هئا تن جي ضمانت ضبط ٿي ويئي، اسانجي اميدوارن جي هارائڻ جو وڏو سبب سرمايه دار ۽ جاگيردار هو، جنهن ابوجهه عوام کي سهڻن لفظن ۽ شاهه- خرچ سبب سندن ڏيان انهن نمائندن طرفان هٽائي ڇڏيو جيڪي حقيقي طور سندن مسئلا ڪئي اڳتي وڌيا هئا. ۽ مان بنا ٽڪيٽ، ريل رستي جيمس آباد پهتس جت بابا جي پوسٽنگ ٿيل هئي.
گهر پهتس ته سڀني منهنجي آجيان ڪئي. پر بابا ناراض هو. امان مونکي خوشيءَ وچان ڀاڪر پاتو ۽ پوءِ منهن بڇڙو ڪري چيائين، ”وڃي وهنج سهنج. ڪريپ پئي اچي!- ۽ ها اها پيرن تي جيڪا به آگر مير چڙهي پئي اٿئي سا به وڃي لاهي.“
مون کلي ڏنو. بابا وري امان سان سُر ملايو،”جي تو ڪان اها مير نه لهي ته جوئهين کي سڏ ڪر واندي ويٺي آهي.“
مون وري کلي ڏنو ۽ سوچيم: ’اسانجي سوسائٽيءَ ۾ ٿانوي شين کي ڪيتري نه اهميت آهي.‘
مون پنهنجي هٿن جي وڏيل نهن کي ڏنو جن ۾ واقعي مٽي پريل هئي.
رات جو جڏهن مان زهره جي پلنگ تي ويٺس ته پهرئين منهنجي باڊي سرچ ٿي. پيرن جي مير لٿل هئي ۽ نهن به ڪٽيل هئا. ڇهه مهنا لاڳيتي پاتل ڳنجي به بدليل هئي. منهنجي نندي پيڻ منهنجو باقاعدي ميڪ اپ ڪري، ڏاڍا سينٽ پينٽ هڻي موڪليو هو م. باقي منهنجي ڳچيءَ تي آس ۾ رلڻ ڪري جيڪا مير هئي سا چمڙي چلڻ جي باوجود نه لٿي. انهن سڀني ڳالهين ڪان وڌ مان پاڻ بي‌تاب هوس. اٿين پئي لڳم ڄڻ جنگي جوڌو لاڳيتو جنگ جي ميدان ۾

رهي هاڻ آرام خاطر آيو هجي. مون سمجهيو ته زهره ايندي شرط مونکي ڇهندي ويندي. پر ائين نه ٿيو. هن اڻ پڙهيل ڇوڪريءَ کي مُلي جي پڙهيل نڪاح ۽ منهنجي چند گذاريل راتين جي نشي زال بڻائي ڇڏيو هو ۽ هوءَ ان سمنڊ مٿل پئي لڳي، جيڪو ڇوڏهينءَ جي چنڊ کي ڏسي سوچ ڪائيندو آهي ۽ ڇوليون لامارا ڏيڻ لاءِ آتيون هونديون آهن.

"زهره."

"جي."

"اڄ مون وٽ."

"ڇو اڄان. تنهنجو مونسان واسطو ڪهڙو؟"

مان ڪلڻ لڳس ۽ هنجي اکين ۾ گوڙها تري آيا ۽ سندس اکڙين ۾ آيل انهيءَ انقلاب کي مان سمجهي نه سگهيس. مون کيس سمجهائڻ چاهيو: "زهره. مان هن ڪوڙي سماج کي بدلڻ چاهيان ٿو. مان ۽ تون پوءِ هڪ سگهنداسين، استحصال کان پاڪ سوسائٽي ۾ خوش خرم زندگي گذاريندا سين، جنهن ۾ اسانجو ايندڙ نسل بنا ڪنهن ڪٽڪي، پنهنجي محنت جو ڦل کائي سگهندو."

زهره لڙڪن سان ڀرپور بي وس نيڻ کڻي مونکي ڏٺو. اهي لڙڪ سندس جوان جماڻ ڳلن تان ائين ترڪي ويا ۽ خالي بي وس اکيون ڏسي، مون پنهنجي ترقي پسند سائنس جي سموري ترمنالاجي ڦولهي ورتي پر ڪو لفظ نه مليو جنهنکي مان اظهار جو ذريعو بنائي سگهان. مان خالي خالي بيٺو رهيس ۽ زهره جي نيڻن جا پيالا ڀيهر ڇُلڪيا. مونکي ائين لڳو ڇڻ هوءَ منهنجي غيرحاضريءَ ۾ پنهنجا لڙڪ نيڻن جي لميٽڊ بئنڪ جي سيونگ اڪائونٽ ۾ جمع ڪندي رهندي هئي — سا سموري پونجي مون آڏو هاري ويئي هئي. مان بنيادي طور سرمايي جو ويري سو وڏي پيداوار جي ذريعن تي پنهنجا ڇپ رکيا. زهره پاڻ ڇڏايو نه پر آهستي سان چيو، "مونکي ڇڏ. تون وري ويندين هليو. مونکي وري لوڪ کان لڙڪ لڪائي پنهنجين اکين ۾ سانڍڻا پوندا."

هوءَ سڏڪا ڀرڻ لڳي.
”زهره.“
هن مونڏانهن ڏٺو.
”مونکي معاف ڪر.“
هوءَ مونکي چنبڙي ويئي ۽ مونکي ائين لڳو ڄڻ سندس دل جي سليٽ تي جيڪي ڪجهه لکيل هو اهو سڀ ميٽجي ويو ۽ مونکي چميون ڏيڻ لڳي.
”ترس.“ مون کيس روڪيو.
”ڇو.“
”تنهنجو هڪڙو قرض مونتي آهي....“
”مونکي خبر آهي.“ هن چيو.
”ڪهڙو.“
”تو وعدو ڪيو هو تہ مونکي ٻئي پيريءَ هزار چميون ڏينديئن.“
’ڪامريڊ تيار تي وڃ رانجهي ٿيڻ لاءِ.‘ مون پاڻکي چيو.
زهره کلڻ لڳي ۽ مون سندس نيڻن جي ٻنڪ ڪي ڏٺو جيڪا خوشي ۽ زال ذات جي حيا ۽ موهہ جي ٻہ پاڙتن سان پريل هئي.
مون زهره کي چمڻ شروع ڪيو. هنجا پير، پيرن جون آڱريون، ترريون، پٻ، ڪڙيون، مُريا. پربل جوان ٻڪيون، گوڏا، ڍڪٽيون، چوڏاري ڦري آيس. رانون حلواڻ جهڙي گوشت جون، سٿرون، ڄڻ قدرت کان آرڊر تي ٺهرايون هجن. اتي اداڻي سو جي گهٽپ پوري ٿي. مون جڏهن پنهنجا چپ زهره جي پيٽ تي رکيا تہ سندس گرم ماس جي لهس ۾ مونکي پيٽ جي عظمت جو احساس ٿيو. انسان جي وجود جي فيڪٽري جت انسان نهايت معصوم مينو فيڪچر ٿئي ٿو. اهو پيٽ، جنهن لاءِ محنت ڪش طبقو پنهنجو رت ست ڏيئي ٿو ۽ استحصالي طبقو ٻين جي پيٽ جو گرهہ پنهنجي پيٽ ۾ وجهي ٿو. اهو پيٽ سڄي فنا ۽ بقا جي نظريي جو ماخذ آهي، جتان نظريا بہ نڪتا تہ نظرين جا خالق بہ ۽ زهره جي پيٽ کي ڏيد بہ سؤ چميون هڪ عظمت جو اهڃاڻ سمجهي ڏنم- ۽ ٻي سڌ زهره

جي ڇھري ۾ بدن مان شرنائيءَ جا سُرَ پئي نڪتا.
زهره اڪيون ڪوليون مان اڃا ستين ۾ ساڍي ستين سوَ جي وچ ۾ زهره جي ڇاتين جي ڇانوَ ۾ هوس.
”ڪاٿين ٿي؟“ هن نش ـ نيڻ ڪنيا.
مون سڪل چپ ڪٽي، نڙيءَ ڪي آلو ڪندي چيو، ”ست سؤ اوٺاسي.“ ۽ ٿڏو ساهه کنيم.
”انهيءَ ڪان ماستر هجين ها ته به چڱو.“ هوءَ کلڻ لڳي ۽ آءٌ قرض لاهڻ فرض سمجهي وري پورهئي ۾ پوروتي ويس. ٿوري دير ڪانپوءِ جڏهن هزار کي اچي ويجهو پهتو هوس ته زهره منهنجي وارن ۾ هٿ ڦيائي پنهنجو منهن منهنجي پرسان ڪندي چيو، ”رڳو فرض پيو پورا ڪندين ڇا؟“
اوڏي مهل مون سندس اکين ۾ ڏٺو ته ڪلهوڪي ڇوڪري، ڳوٺائي ماحول ۾ پليل اڌ جاهل ۽ نياڻي ـ ست ـ قرآن مثل نينگر هڪ مڪمل زال بڻجي ڪر ڪنيو بيٺي هئي.

ملڪ ۾ ڇڻ سانت ڦهلجي ويئي. سڀ ڪامريڊ شايد گهرن ۾ لڪل هئا، پر گذريل سال سڄي ۾ مان مڙيئي ست اٺ مهنا سڄي ملڪ ۾ رُليس، پر جيئن ئي ڊسمبر ٧١ جي شروع ۾ ملڪ سڄي ۾ بليڪ آئوٽ ٿي، مان ٽڙند و ٽاپڙند و جڏهن ڪپري ۾ پهتس ته گهر پهچائڻ لاءِ مونکي ماڻهن جو ڊنب ۽ چار پوليس وارا هئا.
”ڇوريءَ جا حال ئي اهڙا هئا جو ماڻهو ڪيس هندستان جو جلسوس سمجهن.“ بابو ڏاڍو ڪاوڙ ۾ هو، ”ماڻهن ڪي ڇهئي آءٌ مختيارڪار جو پٽ آهيان. شڪل ڏسوس، ڪپڙا ڏسوس ۽ وار. مختيارڪارن جا پٽ اهڙا ٿيندا آهن.“
انهيءَ ۾ منهنجو ڏوهه ڪونهي. بابا جي بدلي سال ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٻه دفعا ضروري ٿيندي آهي. ڏوڪڙ ڪائي خوب، ٿين پبلڪ پڪارون. پوءِ رڳو بدليون ئي بدليون. مون لاءِ ڪپرو نئون شهر ۽ منهنجو مهانڊو وري ڪراچي ۽ حيدرآباد جي ڪامريڊن جهڙو. سو ماڻهن

سمجهيو ڪو پارٽي جلوس آهي.
وري ساڳي ڪار ٿي. امان پنهنجي نگراني هيٺ منهنجي پيرن تان مير لاهرائي، اصل ڪل چلجي ويئي. زهره ڇهه مهنا لاڳيتي پيل گنجي کي ڦاڙي لاٿو. ڏيڍ ڪلاڪ وهنجڻ جي جاءِ ۾ گذاري جڏهن ٻاهر نڪتس ته واقعي شهزادو پئي لڳس.
رات ٿي ته زهره کي پاڪر پائي ليٽيس ته ائين لڳم ته ڄڻ ڪامريڊ چلم ساقيءَ کي پاڪر پائي ستو پيو هجان. زهره کي اڻون مهنو پيٽ هو. اهڙي پيٽ واري زال منهنجي زندگي ۾ نئين ڳالهه هئي. مون چولو مٿي ڪري زهره جو پيٽ ڏٺو. زهره شرمائي اکيون ڪٽي بند ڪيون.
مون پيٽ تي پنهنجا ڪَن رکيا ۽ مستقبل جي جدوجهد لاءِ هن دنيا ۾ ايندڙ نئين انسان جا اهڃاڻ محسوس ڪرڻ لڳس، اهو انسان جيڪو يقيني طور تي اسان واري وهيءَ جي انسانن کان وڌ بي ٻهو، بي غرضو ۽ عظيم هوندو. مضبوط ذهن ۽ جانٺي جسم وارو!
”مان هن عظيم پيٽ کي سڄي رات چميون ڏيئي سگهان ٿو.“
مون چيو.
”دماغ خراب اٿئي.“ زهره کلندي چيو، ”اميءَ سويل چيو هو متان ويجهو اچڻ ڏنو اٿئي انهيءَ هورواليءَ کي.“ اسان ٻئي کلڻ لڳاسين.
”ٻڌ زهره- مونکي اينترا پٽ ڄڻي ڏي ته جيڪي به ڪامريڊ ۽ عظيم انسان گذريا آهن، تن سڀني جا نالا انهن تي رکان.“
”تون سڏائين مونوٽ رهه ته سڏائين تنهنجي لاءِ پٽ ڄڻيندي رهندس.“
زهره چيو.
”پهرئين پٽ جو نالو ڪامريڊ علي، ٻيو چي گويرا، مارڪس. شاهه عنايت.“
”شاهه عنايت!“ زهره وچ ۾ ڪٽيو، ”پاڻ ته شيخ آهيون. ماڻهو ڇا چوندا؟ يڪدم شاهه وڃي ٿيا.“
مون کلي ڏنو. ويچارو ذات پات ۾ ڦاٿل انسان!
”پنهنجو وعدو ياد اٿئي؟“

”ڪهڙو؟“ مون پڇيو.
”تو چيو هو، اڄ ڪان ڇهه ست مهنا اڳ ته ٻئي دفعي توکي ٽي هزار ڇميون ڏيندس.“

صبح جو جڏهن اڱڻ ۾ امان مونکي ڏٺو ته پڇيو، ”ابا توسان خير؟“
مون آرسيءَ ۾ ڏٺو، سڄي رات ڇمين ڏيڻ ڪري ستو نه هوس ته اکيون سڄيل ۽ ڳاڙهيون، ڇپن تي به سوڄ ۽ صفا سڪل هئا جهڙا ڪنهن شيديءَ جا اچا چپ.

ملڪ ۾ ترقي پسند حڪومت اچي ويئي هئي، جيتوڻيڪ منهنجي استاد ڪامريڊ خط اکيو هو ته: شاگرد هيءَ اهڙي ترقي پسند حڪومت آهي، جيڪا اسان ڪامريڊن لاءِ اصل پوپون ڏينهن ثابت ٿيندي. مونکي انهيءَ ڳالهه تي اعتبار نه آيو ۽ ترقي پسند حڪومت تي اعتبار ان وقت اچا وڏيڪ پڪو ٿي ويو، جڏهن ۱۲، مارچ ۷۲ جو ريڊيي تي رشوت خور آفيسرن کي زوري نوڪريءَ تان لاهڻ جو اعلان ٿيو. اسانجي گهر ۾ اصل پِٽڪو پئجي ويو. بابا به انهن آفيسرن ۾ شامل هو. امان ۽ منهنجي زال ترقي پسند انقلابي حڪومت کي پاراتا پئي ڏنا. مون ڪين سمجهايو. بابا کي چئي نه سگهيس جو ڪيس تلوار جو تازو گهاءُ هو، پر امان کي چيم، ”امان شڪر ڪريو ته هي حڪومت اسلامي سوشلزم جي قائل آهي، جنهنڪري بابا کي رڳو نوڪري تان لاٿو اٿن، جي هجي ها رڳو سوشلزم ته نوڪري به وڃي ها، ملڪيت ضبط ۽ جيل به.“
ٿوري دير رکي مون چيو، ”امان، بابا گهڻو ئي غريب عوام کي لٽيو هو، سنڌ جو شايد ئي ڪو تعلقو رهيو هجي جت بابا ماڻهن جا لاهه نه ڪڍيا هجن، سندس ستاويهن سالن جي نوڪريءَ ۾.“
بابا نهايت رنجيده هو. سڄو ڏينهن اپيل‌جي تيارين ۾هو، پرڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ گهر ۾ وري خوشي اچي واسو ڪيو. منهنجو وڏو ياءُ پروموٽ ٿي مختيارڪار ٿيو، بابا جي منهن تي وري پاڻي آيو بابا

و يو اد و چائو. اسين اوتري جا اوترا!

پورن ٻن الائي ٽن مهنن کانپوءِ گهر وارن مونکان روئي موڪلايو. مونکي پوليس ڊي پي آر هيٺ گرفتار ڪيو.
ڳالهه ائين ٿي جو مون نوشهري فيروز مان، جت ادا جي پوسٽنگ هئي هڪ اخباري بيان جاري ڪيو هو ته ملڪ جي پارليامينٽ، صدر کي مارشل لا جاري رکڻ جو اختيار بلينڪ چيڪ جي صورت ۾ ڏنو هو، سو سخت غير جمهوري ۽ سامراجي عمل آهي. سڀ ترقي پسند قوتون گڏجي ايجي ٽيشن هلائيند سين. مون حڪومت کي پندرهن ڏينهن جو نوٽس ڏنو هو ۽ سمجهيم ته منهنجي انهيءَ بيان کانپوءِ ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان اهڙا بيان جاري ٿي ويندا ۽ ترقي پسند قوتن کي هڪ پليٽ فارم تي گڏ ٿيڻ جو اهو سونهري موقعو آهي.
ڪجهه نه ٿيو. هڪ ٻه ننڍڪو بيان آيا - ۽ پوءِ آيا منهنجا وارنٽ. پوليس وارن جي جيپ ۾ چڙهي، اوڏيءَ مهل امان کي چيو هوم ته: جيل مون لاءِ ڪا ڳالهه ناهي. منهنجا حوصلا بلند آهن. امان به شايد الله جو شڪر ادا ڪيو ته هڪ هنڌ ته هوندو نه ته رکيو وتي رلندو.
۽ پوءِ رنڊڙ زهره کي جنهنجي ڪڇ ۾ منهنجو پٽ هو، جنهنجو آفيشل نالو بابا محمدپريل رکيو هو، پر هو ڪامريڊ علي - تنهنکي آهستي سان چيم،”هن ڪامريڊ ۽ جيڪو پيٽ ۾ ڪامريڊ اٿئي تنهن جو خيال رکجائين. هن ڏاڍ جي زنجيرن جو قسم موتي اچي توکي ڏهه هزار دفعا چمندس.“ مان پوليس سان کلندو کلندو هليو ويس.

مان ٻه سال ۽ ست مهنا جيل ۾ رهيس، ڪيس ڪڏهن به نه هليو، رکيو شنوايون هليون. پر جيل مان نڪتس ته ڏاڍ و مايوس ٿيس. جيڪي ڪامريڊ ساٿي يا نئشنلسٽ دوست ۽ بزرگ هئا، سي ذري گهٽ سڀ، حڪومت جي هنج ۾ وينا هئا. ڪي وائيس چانسيلر

تہ کي ٢٠ گريڊ ڌائين جون نوڪريون ۽ اخبارن جا ايڊيٽر. مطلب تہ جيل جي روشن فضا مان نڪري اونده ۾ پير پاتم ۽ پهريون دفعو ان وقت ٿاپڙيس، جو پنهنجي ئي هڪ ڪامريڊ، جيڪو نهايت وڏو آفيسر هو، تنهن مونکي ١٧ گريڊ جو آرڊر هٿ ۾ ڏنو ۽ اهو بہ چيائين تہ: تي وي تي پروڊيوسري ڪيئي تہ سا بہ وٺي ڏيانءِ — پوءِ تہ اصل مزا ئي مزا. گوشت بہ ٻاڪرو، جي ڳائي جو شوقين هجين تہ اهو بہ جلم. مان ١٧ گريڊ جو آرڊر کيسي ۾ وجهي، هڪ فليٽ مسواڙ تي ڪري، سڏو وڃي ڪراچي ڪينٽ تان موهن جو دڙو ايڪسپريس ۾ ويٺس. ٽڪيٽ سيوهڻ جي ورتم — قلندر جي حاضري لاءِ نہ، پر ادا جي پوسٽنگ اڄڪلهہ اتي آهي ۽ رستي ۾ سوچيندو آيس تہ زهره کي ۽ پنهنجن ٻن ننڍڙن ڪامريڊن کي وٺي وڃي ڪراچي رهندس. نوڪري ڪبي، ڪامريڊي هن ملڪ ۾ نہ هلندي. هت ڪامريڊي بہ ڊالڊا گيهہ وانگر ڏسڻ ۾ سهڻي ۽ اثر ۾ بي سٺ آهي.

رات جو زهره مونکي پنهنجو وعدو ياد ڏياريو، پر منهنجي من ۾ آنڌ مانڌ هئي. اهو ١٧ گريڊ جو آرڊر اصل اندر ۾ ١٧ گرز هئا. دل نہ پئي مڃي. زهره سامان ٻڌي ورتو هو. ٻئي ڏينهن اسانجي تياري هئي. پر صبح جو، اسانجي گهر جي ٻاهران هڪ عدد نئون ٽريڪٽر بيٺو هو.
بابا اسانجي ڪمدار سان ڳالهائي رهيو هو. مان جڏهن آءٌ پهتس تہ خبر پيم. اسان نئون ٽريڪٽر ورتو هوسين ۽ هاڻ اسانجي زمينن ڏي پاڻي جي وار ڦير سڌري هئي ۽ بابا جي مرضي هئي زمين آباد ڪجي. مان ڪجهہ سوچي بابا کان پڇيو:
”بابا ٽريڪٽر ڪير هلائيندو؟“
”پٽ بندوبست ڪيو اٿئون، ۽ هفتي ٻئي مان بہ پيو چڪر هڻندس زمين تان.“
”بابا هڪ ڳالهہ چوانءِ،“ مون پهريون دفعو فرمانبرداري سان

چيو، ”مونکي ڇڏيو مان وڃي زمين سنڀاليان. ٽريڪٽر مونکي ڏيو.“
”پر تنهنجو ١٧ گريڊ وارو آرڊر.“
”اهو مان ڦاڙي ٿو ڦٽو ڪريان ۽ استعفيٰ لکي موڪليان ٿو. منهنجي بي ايس سي (ايگريڪلچر) ڪڏهن ڪم ايندي.“
بابا حيران ٿي ويو. ٻئي ڏينهن صبح ساڻ نيرن ڪري، زهره ۽ ٻه ننڍڙا ڪامريڊ ويٺا سين ٽريڪٽر تي، سامان ۽ ٻه ڪمدار ويٺا ٽرالي تي، اسان سيوهڻ ڇڏي پنهنجي زمينن ڏانهن آسهياسين، جيڪي ٽيهه پنجتيهه ميل ڪن پري هيون. سامهون ڀڳي ٽوڙهي جي جابلو قطارن تي سج جا ڪرڻا چمڪيا پئي ۽ اسانجي اوپر ۾ سنڌو سج جي ڪرڻن ۾، زهره سهاڳڻ جي سينڌ وانگر جرڪي پئي.
”تو وارو وعدو؟“ زهره مرڪندي پڇيو.
”بلڪل پورو ڪبو.“ مون چيو، ”پر ٻڌ، آسان قسطن ۾، ڏهه هزار آهن.“
ايتري ۾ منهنجي ننڍڙي ٽن سالن جي ڪامريڊ، جيڪو زهره جي ڪلهي سان لڳو ويٺو هو، تنهن ماڻس کي ڳل تي چمي ڏني.
مون ڪلي چيو، ”پهرين قسط... هاڻ ٻيءُ پٽ ڳڙجي تنهنجو ۽ هن زمين جو قرض لاهينداسين.“
هوءَ ڪلڻ لڳي ۽ اسانجو ٽريڪٽر جابلو لڪن کي پار ڪري اوپر ڏي ڦتندڙ پيچري ڏانهن لڙي ويو. (١٩٧٨)

# سيٺ مراد علي ڪنڊ واري جو ايڪ ٽيبل پيٽ

سيٺ مراد علي ڪنڊ واري کي، جڏهن جمعي نماز ڪانپوءِ، سندس گدامن واري آفيس ۾، حمزي مزور، اڌ انچ ڪان به گهٽ چاقوءَ جي ڇهنب، سندس ڪنڊ جي ڳوڻ جهڙي پريل ۽ قيمتي پيٽ ۾ ٽنبي ته انهيءَ شام سيٺ مراد عليءَ ڪنڊ واري، حد جي ٺاڻي ۾ ايف - آءِ - آر داخل ڪرائي جنهن مطابق جوابدار هئا: حمزو مزور، پير ڏنو، حمزي جو اڪين ڪان جهور ست سالن جي عمر جو پيءُ - ۽ رشيد، حمزي جو اٺن سالن جو پٽ.

ايڏي وڏي واقعي پنيان ڳالهه ڇا هئي؟

ڪجهه به نه. جمعي نماز ڪانپوءِ، سيٺ مراد علي ڪنڊ وارو پنهنجي گدامن واري آفيس ۾ ويٺو هو. سندس سامهون بندري قد وارو، ذري گهٽ روڏو، ستابي منهن مهانڊي فوڊ انسپيڪٽر ويٺو هو. حمزو مزور، آفيس جي ڪليل در جي ٻاهر اٽي جو خالي باردانو بنڊلن ۾ ٻڌي رهيو هو. حمزي جي اکين آڏو ڪا شيءِ نه هئي. هن اهو ڪونه پئي ڏٺو ته سيٺ مراد علي پنهنجي سونهاريءَ تي هٿ ڦيري پيو ۽ فوڊ انسپيڪٽر سچي مهني جو حساب، پنهنجي ڊائري کولي ڪري پيو. حمزي اهو به نه ڏٺو ته سيٺ مراد علي، تيسين به ٽي درود شريف پڙهي ورتا جيسين فوڊ انسپيڪٽر جو ڙ ڪٽ ۾ رڌل هو. حمزي اهو به نه ڏٺو ته انسپيڪٽر حساب پورو ڪري، ڪاغذ سيٺ مراد عليءَ کي ڏنا. حمزي جي اکين اهو به ڪين ڏٺو ته سيٺ ڪيترا پئسا سيف مان ڪڍيا.

پر حمزي مزور جي ڪنن اهو ضرور ٻڌو ته فوڊ انسپيڪٽر جوڙ ڪندو وڃي: پنج هزار ڇهه سؤ پنج هزار ڇهه سؤ، ست هزار نوَ سؤ ست هزار نوَ سؤ، يارهن هزار اٺ سؤ پنجاهه يارهن هزار اٺ سؤ پنجاهه .... حمزي

مزور جي ڪنن درود شريف تہ نہ پئو پر سيٺ مراد عليءَ جو شوڪارو ۽ ٺڏو ساهہ ضرور پئو. حمزي اهو بہ پئو تہ انسپيڪٽر چيو: ڪُل ٽيا پنجويهہ هزار ڇهہ سؤ پنجاهہ ڪنڊ جي حساب جا ۽ سورهن هزار ست سؤ آٽي جا. حمزي اهو بہ پڌو تہ سيٺ چيو تہ مان ڏهہ هزار صاحب کي ڏنا. اهي ڪٽ. ٺيڪ آهي. ٻارهن سؤ واٽيو اڪائونٽنٽ وٺي ويو. ٺيڪ آهي. ٽو هزار ورتو. اهو بہ ٺيڪ آهي. باقي گهٽو ٿيو. باقي ٽيا ٽيهہ هزار هڪ سؤ. اڇي هي ڳڻ.

ان ڪانپوءِ حمزي اهو پڌو تہ انسپيڪٽر نوٽ ڳڻي پيو. نوٽن جو ڪڙڪو، حمزي جي ڪنن ۾ اصل وگهريل شيهي وانگر پيهي ويو.

پر ڳالهہ اصل ۾ هئي ڇا جو حمزي مزور سيٺ مراد عليءَ جي پيٽ ۾ اڌ انچ ڪن چاقو ٽنبيو!

روڌي فوڊ انسپيڪٽر سان دنياوي حساب ڪتاب ڪان بہ اڳ سيٺ صاحب اڇو اجرو ملاڙڪن جهڙي ويس ۾ جمعي نماز پڙهڻ ويو هو. اتفاق سان جت حمزو بيٺو هو، سيٺ مراد علي بہ، مسيت ۾ آت ئي اڇي بيٺو. حمزو سيٺ جي پر ۾ بيهڻ ڪان ڪيٻاٺڻ لڳو تہ سيٺ سندس ڪُلهي تي هٿ رکيو ۽ چيو: هت سڀ برابر آهن نہ مان سيٺ نہ تون مزور. هت باد شاهہ گدا سڀ هڪ جهڙا آهن.

پر انهيءَ ڪان بہ اڳ، جمعي نماز ڪان بہ ڪلاڪ سوير سيٺ مراد علي پنهنجي دستور موجب، ٻن ادائي سوَن جي ريزگاري اڳيان هڪ ٻالٽيءَ ۾ رکي، شهر جي فقيرن، مسڪينن ۽ غريبن کي مٺيون ڀري ڀري پئي ڏنيون. الائي ڪيترا وٺي ۽ ڪيترا دعائون ڪري ويا.

اڃا بہ ان ڪان اڳ، هڪ ڏينهن پهرين جمعرات جي شام جو، جڏهن سيٺ مراد عليءَ پنهنجي دائمي ۽ روز تي بزگيري ڪندڙ نوڪرن ۽ مزورن کي مهني ۽ هفتي جا پگهار ڏنا هئا ۽ اها، سيٺ جي سدائينءَ جي ڪرت هئي، هو جيترو مال الله جي بندن کي ڏيندو هو اوترو ئي پيڻ ٽيڻ تي رب ڪيس نوازيندو هو. پگهار ڪانسواءِ بہ، سيٺ سيني کي پنجويهين ڪان سؤ رپين تائين وڌيڪ چڻ بونس بہ ڏيندو هو. سيٺ مراد علي ڏاڍي چڱي مود ۾ هو ۽ چوڻ

لڳو تہ مان سڀ اکيون برابر، ۽ لياقت موجب پئسا ڏيان ٿو. پوءِ سيٺ هڪ امير جي ڳالھ ڪري ٻڌائي جو روز اشرفين جو ٿال پري ڪلي ڪچهري ڪندو هو ۽ جيڪو غريب غربو هٿ ٽنگيندو هوس تہ امير پنهنجي اڇي سونهاريءَ تي هٿ ڦيريندو هو. جي هڪ وار ڇڏيو تہ هڪ اشرفي ۽ ٻہ ڇڏيا تہ ٻہ اشرفيون انهيءَ قسمت واري کي ملنديون هيون. پر جي وار نہ ڇڏيو تہ سائل بي بختو. انهيءَ تي سڀ کليا. پر سيٺ وري چيو تہ منهنجا دوستو مان تہ جيڪي آهي اوهانجي آڏو رکيو آهي. مونکي مديني جي مرشد جو سُنهن تہ مزور جو اجورو سندس پگهر سڪڻ کان اڳ ادا ڪرڻ پنهنجو ايمان ٿو سمجهان.

اهي سڀ ڪڙيون پاڻ ۾ ملائڻ ڪانپوءِ ٻہ ڪا اهڙي ڳالھ نہ پئي لڳي جو حمزي مزور جهڙو گگدام، سيٺ جي پيٽ ۾ اڌ انچ کن چاقو ٽنبي. سيٺ جي وڃڻ ڪانپوءِ، مزورن سيٺ جي ٻڌايل امير جي ڳالھ تي سياسي تبصرو ڪيو. سڀ کلڻ لڳا. پر هڪ مزور چيو تہ ادا قسمت ڪنهنجي ٻہ خراب ڪانهي. اهو اجايو غريبن تي الزام آهي. اها بي واجبي ناهي تہ ڏاڙهي ٻہ امير جي ۽ هٿ ٻہ امير جو ـ تڏهن تہ غريب جي قسمت خراب آهي. ها ڏاڙهي هجي امير جي ۽ هٿ هجي ضرورتمندن جو پوءِ ڏس ڀاڳ غريب جا.

سڀ کلڻ لڳا. پر حمزي جو مٿو ڦري ويو. سوچڻ لڳو سڄو مهنو بازن جي پورهئي کانپوءِ ڇهہ سؤ ـ ۽ پنجاھ سؤ مٿان سيٺ جي مهرباني. انهيءَ جي معنيٰ ڏاڙهي ٻہ سيٺ جي آهي تہ هٿ ٻہ سيٺ جو. نہ هٿ منهنجو هئڻ کپي. هٿ منهنجو هئڻ کپي. هٿ منهنجو هئڻ ـ کپي ۽ ڏاڙهي سيٺ جي هجي.

۽ انهيءَ ساڳئي ڏينهن، جڏهن شام جو گهر پهتو تہ ڪيس پنهنجي پيءُ پير ڏني جي حالت چڱي نظر نہ آئي. پير ڏني، سيٺ مراد عليءَ وٽ ٽيهہ سال مزوري ڪئي هئي ۽ ڪنڌ جون پوٺيون تہ ـ مٿيون ۽ اٽي چانورن جون سوا ٻہ ـ مٿيون ۽ اڍائي مٿيون ڪوٺيون، پنهنجن پٺن تي ڍوئي ڍوئي نيٺ عمر جي پنجاهيءَ کان اڳ، ست وڃائي

ڪٽ پيڙو وڃي ٿيو هو. سندس هٿ پٽر جا ٿهيل لڳندا هئا ۽ پنا ڪنهن ڏوبيءَ جي ڦرهي مثل هئا جت مشڪون، انساني گوشت جو روپ مٽائي رڪ جهڙيون ٿي لڳيون. پر سندس لڱن ۾ رت مان ست نڪري ويو ۽ جنهنڪري اڇي گهر جي هڪ ڪنڊ ۾ ڪريو هو. پٽ جيئن سمجهه پريو ۽ ڪجهه بار ڪڻڻ جهڙو ٿيو ته ڪيس وٺي آيو سيٺ جي گدامن تي. هڪ دفعو وري حمزي جا گوشت جا ٿهيل هٿ پٽر جا ٿيڻ لڳا ۽ سندس ڏورا ڪلها ۽ پنا رُڪ جي مشڪن ۾ بدلجڻ لڳا. حمزو به ڏهه سال انهيءَ ڊوٺيءَ ۾ رڌل رهيو. پر الائي ڇو ٽيهه سال پيرڏني جا ۽ ڏهه سال حمزي جي محنت جا ڪل چاليهه سال — انساني محنت جو هڪ وڏو عرصو آهي. پر پنجن ڇهن ماڻهن ڪي ماناڻي ماني ۽ سک جو ساهه ميسر ڪري نه سگهيو.

جڏهن گهر پهتو ته ڪيس اهو احساس ٿيو ته ايندڙ ڏهن سالن ۾ ڪنهن وقت به پٽس جي پرسان، هڪ ٻي ڪٽ سندس به هوندي. جي پيرڏني ڪي الله واپس ورتو ته پوءِ هو پنهنجي پيءُ جي جاءِ والاريندو. پيءُ + پورهيو + اگهائي! پٽ + پورهيو + اگهائي!. ٻنهي حسابن جو جواب نڪتو موت! واهه جي حياتي آهي.

هو وهنجي ٻاهر نڪتو ته ميونسپالٽيءَ جي نل تان پريل گدلي پاڻيءَ جا ڦڙا سندس لڱن جي لوهه تي جرڪيا پئي.

”رشيد ڪٿي آهي؟“ حمزي جوٽس ڪان سندن انن سالن جي پٽ بابت پڇيو.

”پرسان شيخن ۾ ٽي-وي ڏسڻ ويو آهي.“

ٿوري دير ۾ رشيد آيو ۽ پٽس جي اڳهاڙن لڱن تي ٺونشو هنيو.

”اڃا به هڻ....،“ حمزي چيو. ”اڃا به هڻ.“

”بابا آءٌ سڪس ملين ڊالرمئن آهيان. هڪڙو پنچ هڻندس ته مٿو پيچي وڃهندس.“

هو کلڻ لڳو ۽ پٽس پنهنجو رڪارڊ وڄايو.

”بابا مونکي سڪس ملين ڊالر مئن واري بوشرٽ کپي.“

”ڀلو.“

”پيو هڪ پستول.“
”پيو.“
”پيو هڪ چاقو ۽ رسي.“
”بس؟“
”بس نه هڪڙي اسڪوٽر به کپي.“
”حاضر سائين.“
”حاضر سائين نه مونکي بروس لي واري فلم هلي ڏيکاريو. مونکي جوڊو ڪراٽي به اچي ٿي.“
ائين چئي رشيد به ٽي هٿ پٽس کي جوڊو جا هڻي ڪڍيا. ۽ هڪ ٺاهوڪي لت پرسان ماڻس کي ڦيرائي هنيائين.
”مئا سڌو ٿي. وڃي پڙهين کي لتون هڻ.“

۽ جڏهن فوڊ انسپيڪٽر رقم ڪٽي ٻاهر نڪتو ته حمزي ڪيس چتائي ڏنو پر سرڪاري ماڻهن جي حشمت پري ڪان پڌري. سيٺ مرادعليءَ پنهنجي خاص بندي ڪئي. ۽ سو يل ڪيل حساب پاڻ وٽ لکڻ لڳو. جمعي جو پويون پهر هو. روزاني پتي وارا مزور هٿا ٿي ڪونه. باقي سيٺ جا پگهاردار مزور گهٽا هليا ويا هئا ۽ جيڪي ڪم ڦي هٿا سي به پر واري بانڪڙا هوٽل تي دود پتي واري چانهه پيئڻ ويا هئا ۽ حمزو گهڙي ويو سيٺ مرادعليءَ وٽ. پيو ته هٿيار نه هو پر رڪ جهڙا هٿ ۽ هڪ ننڍڙو چاقو. ان ڪانسواءِ ڦريل مٺو.
حمزي سيٺ ڪان رقم جي گهر ڪئي.
سيٺ حيران ٿي ويو. دڙڪا به ڏنائين. پر جڏهن رڪ جهڙا هٿ سيٺ جي ڳچيءَ ۾ سڪ تيڻ لڳا ته سيٺ ڪيس پنهنجين سيني نيڪين ۽ سٺي مالڪائي ورثاءُ جا واسطا ڏنا.
”مان توسان ڪڏهن برو هليو آهيان؟“
”تنهنجي چڱائيءَ جو مثال منهنجو پيءُ آهي، جنهنکي تنهنجي پورهئي کٽ تي وڃائي ڇڏيو آهي، ۽ هاڻ الله انهيءَ پيرجي به ننڍو ٻڌي جنهن منهنجي ڏاڏي کي منهنجو پيءُ ڏنو هو.“

”پر منهنجو ڏوهه؟“
”تنهنجو ڏوهه. تون مهني ۾ ڪمائين لک ۽ مان ڇهه سؤ. چانورن جي اڀائي مٽي ڳوڻ مان ڪٽان ۽ نوٽن جا ٿيلها تون ڪٽين.“
”تنهنجو پيءُ ته اهڙو بي حيا نه هو.“
”مان انهيءَ حيا واري پيءُ جو پٽ آهيان. پر سيٺ ڊ ج انهيءَ ڏينهن کان، جڏهن منهنجو پٽ تو وٽ جوان ٿي ايندو. هو هينئر ٿي سڪس ملين ڊالرمئن آهي. هنڪي بروس لي وانگر جوڊو ڪراٽي اچي ٿي. اسان ته نندي هوندي ملهه به پڪي پٽ تي نه وڙهي.“
ائين چئي، حمزي چاقوءَ کي ٿورو زور ڏنو ۽ ڇهنب واٽلي جي ڀهراڻ کي چيري، ڪي قدر سيٺ جي پيٽ ۾ چيچي ويئي ۽ اوسي پاسي ڀهراڻ تي رت جو نشان ڦهلجڻ لڳو. سيٺ مراد عليءَ جا حواس خطا ٿي ويا ۽ وات مان رڙ نڪتس. حمزي يڪدم سندس وات تي هٿ رکيو ۽ سيٺ کي ائين لڳو ڄڻ ڪا پڪي سر سندس وات تي رکيل آهي.
پوءِ حمزي ٿورو زور ٻيو ڏنو ۽ چاقو اڌ انچ تائين سيٺ جي پيٽ ۾ ويو هليو ۽ رت هاڻ باقاعدي نڪرڻ لڳو. سيٺ جو مٿو ڦرڻ لڳو ۽ حمزي سيف کولي، فوڊ انسپيڪٽر جي لٽ کان بچيل رقم ڪڍي ۽ تڪڙو تڪڙو ٻاهر نڪري ويو. سيٺ مراد علي ڪنڌ وارو دهشت کان بيهوش ٿي ويو ۽ ڪرسيءَ تي ئي اهلجي پيو - پر پيٽ مان رت سميو پئي.

نماشام ڌاري، سيٺ مراد علي ڊنب ماٺهن سان حد جي صوبيدار وٽ ويٺو هو. پيٽ وارو چير پٽين سان بند ٿيل هو.
”سيٺ صاحب توهانجي رپورٽ اسين وٺون ٿا.“ صوبيدار چيو،
”پر.....“
”پر ڇا سائين....؟“
”منهنجو مطلب آهي ته اوهان چاهيو ٿا ته جوابدارن ۾ حمزو علي، انجو پيءُ پير ڏنو ۽ پٽ رشيد علي هجن.“

ها بلڪل....“ سيٺ چيو.

”پر سائين اوهان پاڻ چؤ ٿا ته پير ڏنو بيمار پيو آهي ۽ رشيد علي صغير آهي ۽ جله واردات تي ته رڳو حمزو علي هو....“

”بلڪل صحيح.“ سيٺ ورائيو، ”اوهانکي خبر ناهي ته اهي ڪيتري جوابدار ڪيترا خطرناڪ آهن. مان ڊي-ايس-پي صاحب ۽ پاڻ واري ايم-پي-اي مير صاحب سان به اهو ٿي ڳالهايو آهي.“

”سائين اوهين شريف ماڻهو آهيو. حڪم ڪريو ته مان پير ڏني ۽ رشيد علي کي به ٽي ڏينهن يا هفتو پنڌرهن ڏينهن لاڪاپ ۾ وجهي ڇڏيان. باقي ايف-آء-آر حمزي علي جي خلاف درج ڪرايو.“

”نه سائين....“ سيٺ مراد علي جنهنجو پيٽ ايڪ تيل هو ۽ ملم پٽي ڪرائي آيو هو تنهن صوبيدار کي سمجهايو: ”سائين منهنجا، تنهي کي بند ڪرايو. پير ڏني ٽيهه سال پورهيو ڪري پنهنجي پٽ حمزي علي ۽ ڪي انهي ۽ ڳالهه تي چوريو ته سيٺ مراد علي ڪنڊ واري جي پيٽ ۾ چاقو هڻي. پر پير ڏني جي پٽ حمزي علي رڳو ڏهن سالن جي پورهئي ڪانپوء به ڏوهه ڪيا- هڪ مونکي چاقو هنيا، منهنجو سرمايو لٽيو ۽ ٻيو ڏوهه پنهنجي ايندڙ نسل کي هاڻ ٽي سڪس ملين ڊالرمئن ۽ بروس لي پيو ٺاهي. جوڊو ڪراٽي! معني مستقبل جي شريف ماڻهن ۽ حڪومت جي ٽئڪس ڀريندڙن جي جائز سرمايي ۽ حياتين کي لٽڻ جي اڳواٽ رٿابندي!“

۽ پوء سيٺ ايف-آء-آر لکرائي:

پير ڏنو+ ٽيهه سال پورهيو+ ڏوهه لاء ابارڻ- حمزو علي ولد پير ڏنو- ڏهه سال پورهيو+ سيٺ مراد علي ڪنڊ واري جي پيٽ ۾ چير+ ۽ لٽ مار- رشيد علي ولد حمزو علي عمر اٺ سال+ ايندڙ پنڌرهن ويهن سالن ۾ نقض، امن جو انديشو+ جوڊو ڪراٽي+ سڪس ملين ڊالرمئن+ بروس لي!

قانون جو قلم هلڻ لڳو ۽ سيٺ مراد علي ڪنڊ واري جو ايڪ تيل پيٽ ٽاٽي تي فرياد لکرائي رهيو هو. (١٩٧٨)

# ڪڪو پلو، چام تماچي ۽ الرجي

اها ڪا پراڻي ڳالهه ناهي. پرسال، مان ۽ منهنجي زال سڄو ڏينهن بدلي تي ويس. هوٽل بدليون سدليون پيون ٿينديون آهن ۽ مان به چاهيندو آهيان ته جو ڪجهه رمندو پلو. هڪ هنڌ گهڻو رهڻ ڪري، ماڻهو ان بيٺل پاڻي وانگر ٿيو پوي، جنهن ۾ پوسل ۽ بڇو تي پوندي آهي. اها بڇو ٿورو اڳتي هلي بدبو ۽ پوءِ ڏپ ۾ بدلجي ويندي آهي. جيتوڻيڪ منهنجو تعلق آهي. منهنجي پنهنجي طبيعت آهي. مونکي ڪنهن به قسم جي بوءِ ڪان ڪريپ ٿيندي آهي- ۽ الرجڪ هوندو آهيان. چانهه ۾ ڪوئلي يا ڪاني ۽ جي بو مونکي نه وڻي. چانهه ۾ ڦوٽي وجهڻ ڪانپوءِ ماڻهو منهنجي خوشبو چوندا آهن، سا منهنجي لاءِ ڪنهن به حالت ۾ برداشت جوڳي ناهي. گوشت پاڪرو هلندو، پر چربي جي سٽپ يا بڇو ڪانسواءِ هجي، نه ته گوشت نه کائيندس. دال به وقت ۽ منهن ڏسي کائي سگهان ٿو، پر اهڙي گوشت ڪان بس پلي. اها خبر منهنجي زال کي پلي ۽ پت آهي. انهيءَ ڪري هوءَ مون سان گڏ پاڇي وانگر هوندي آهي. ۽ هر ڳالهه جو خيال رکندي آهي جنهنجو منهنجي نڪ جي حواس سان تعلق هوندو آهي.

سڄاول پهچي مون پنهنجي زال ۽ ننڍڙي بيبي گهر ائي جو انهن ڪانسواءِ منهنجو رهڻ مشڪل هو. پهرئين ڏينهن جڏهن زال، سڀ ڪم ڪار ختم ڪري، رات جو وهنجي سهنجي منهنجي پير ۾ ليٽي ته مونکي چيائين، ”مان سمجهان ٿي توهين هت مشڪل رهي سگهو.“

”ڇو؟“ مونکي پنهنجي زال مان بروت جي پاڻ ڏانهن ڇڪيندڙ خوشبو [illegible] آهي.

”هت [illegible] لائي چلجي بو آهي.“

”اها ڳالهه صحيح آهي.“ مون پنهنجيون نلسون ڦونداريون.

”سپائي مونکي الاهي ڪم ڪرڻا آهن.“
”ڪهڙا ڪهڙا؟“
”سپ کان پهرئين درمحمد ۽ زينا جي ڪوٺڙي ۽ رڌڻي کي صفا ڪرائڻو آهي.
”پوءِ بنهي ڄڻن لاءِ توهانجا ۽ پنهنجا پراڻا ڪپڙا ڪڍي رکيا اٿم ۽ سندن ڪپڙا بدلائڻا اٿم....“
”اهو ته نيڪ آهي، زينا جاڪپڙا پلي تون بدلائجائين پر درمحمد جي ويجهو نه وڃجئين خار ۾....“
هو کلڻ لڳي. ”نه، ڏاڍا گدلا آهن. هفتو هفتو ڪپڙا نٿا بدلائن.“
”هڪڙو ڪم ٻيو به ڪر.“ مون چيو.
”ڪهڙو؟“
”مونکان نه ٿي سگهندو. توهان زالون ڪرڻ ٿي اچو ته جائز ناجائز سپ حڪم صادر ڪري سگهو ٿيون.“
”چئو اڄين پيا ڄڻ سدائين منهنجي حڪم هيٺ هلو پيا.“
”منهنجو مطلب آهي ته گهر ۾ تون پنهنجو ١٤٤ قلم هڻي، مڇي پلي جي چرپر، رڌ پچاءَ ۽ آزاديءَ سان ڪاٽڻ تي بندش وجهي ڇڏ.“
”اها ڳالهه ڏکي آهي. هي ماڻهو آهن ٿي اهڙي پاسي جا جت هننجي خوراڪ آهي ٿي رات ڏينهن مڇي مارڻ ۽ کائڻ.“
”آهي ته ڳالهه نيڪ، پر منهنجي لاءِ جت ٿي پئي آهي.“
”پئي زال مڙس نوڪري ڇڏي ويندا پر پنهنجي خوراڪ ڪين ڇڏيندا.“
”جي مڪمل بندش غير انساني فعل آهي ته،“ مون چيو. ”پوءِ ڪجهه حفاظتي اپاءُ اختيار ڪجن.“
”مثال طور....“
”مطلب ته مڇي پلي جي استعمال کي جي ختم نه ته گهٽائي سگهجي ٿو. مڇي کائي هٿ پنهنجي چولي يا سٿڻ سان نه اگهن. انهيءَ ڪم لاءِ صابڻ ’سرڪار‘ سپلاءِ ڪندي. ٽوال پڻ. مڇي جي کائڻي اٿن ته پنهنجي ڪوٺڙي کان ٻاهر نه نڪرن. ڪنڊا، چوسيل ڪنهڙ، چلر ۽

۽ ٻيو گند سند، گهر کان ٻاهر ايترو ڦٽو ڪن ۽ هوا جي اهڙي رخ ڏي، جتان اها ڌپ اسان ڏي نه اچي.“
”ڪجهه ڪبو. پر ڪين ته ڌپ جو احساس ئي ناهي.“
”منجهند جو گوشت جو ٻوڙ پاڻيان ٿو درمحمد رڌو هو، جو اڇا تائين سمجهان ٿو ته منهنجي وات ۾ بو سمايل آهي ۽ ڪنهن ڪنهن مهل ڪيٽ ڏيان ٿو ته ائين لڳيم ٿو، ڄڻ مڇي ڊوتل پاڻي، پنهنجي انهي ڌپ ۽ ساءُ سان گهمي ويو آهيان. دل ڪچي ٿي ٿئي.“
مون واري زال کلڻ لڳي، ”نه نه گوشت مون پاڻ رڌو هو. درمحمد رڳو ڌوئي صفا ڪري ڏنو هو ۽ جوٽس بصر وڌيو هو.“
”منهنجي ڳالهه سچي ٿي نه، حق تي وات جي اهڙي حالت آهي. جهڙو مڇيءَ مارڪيٽ جو گٽر پيو لڳيم.“
”اجايو ايترو الرجڪ به نه ٿيو. آخر سونهن ۽ نئڙت جي ديوي نوري به ته اتيئي جي پيدائش هئي. ڄام تماچي ته سنڌ جو بادشاهه هو ۽ ڪيڏنءَ ڪينجهر جي هندوري ۾ ۽ ڪِڪ جي گدامن منجهه نوريءَ سان پيار ڪيو هئائين.“
مونکي پنهنجي زال جي ڳالهه صفا نه وڻي.
”منهنجي خيال ۾ ته ڄام تماچي، دنيا جي واهيات عاشقن مان هڪ هو.“
”ڇو؟“
”ڪينجهر ۾ عشق ڪرڻ ائين ئي آهي ڄڻ ماڻهو مڇي مارڪيٽ ۾ ڍهيل ٿلن تي ليٽي ڪنهن ساٿياڻيءَ سان سانگ رچائي. توبهه الله سائين.“ منهنجي دل ڪچي ٿيڻ لڳي.
”عشق ته ذات پات نه ڏسندي آهي.“ منهنجي زال چيو.
”ذات پات ڀلي نه ڏسي.“ مون چيو، ”پراهوڏسي ته جنهن سان عشق فرمائجي ٿو سا صاف سٿري به آهي يا نه. جيڪڏهن ڪمري ۾ ڌپ ڦهليل آهي ته ماڻهو وڃي ڪڏ تي عشق ڪري، ڪجهه ته عشق جا به آداب هوندا.“
”عشق انڌو آهي سائين....“ منهنجي زال کي پنهنجو عشق ياد اچڻ

لڳو. ”پنهنجو عشق ياد نه اٿئي. مان ڪيڏي وڏي گهر جي هيس. تون ان وقت نان گزيٽيڊ هيڊ منشيءَ واري گريڊ ۾ هئين. منهنجو پاءُ ان وقت ڪرنل ٿيڻ وارو هو. منهنجو چاچو ڊائريڪٽر ايڊيوڪيشن تان تازو ريٽائر ٿيو آهي. منهنجو پيءُ تر جي معزز ترين شخصيت آهي. پر مون تنهنجي لاءِ سڀڪجهه ڇڏي ڏنو.“

”چڱو هاڻ اهو تنهنجي بدران اوهان چوڻ شروع ڪر ته جيئڻ ماڻهپي ۾ اچين. تڏهن مان به عاشق صادق هوندو هوس ۽ روهڙي اسٽيشن تي چار چار ڪلاڪ بيهي مٿي آسمان تي جيڪي به تارا ڏسڻ ۾ اچي سگهندا هئا سي ڳڻيندو هوس.“ مون پنهنجي عشق جا ڪارناما ورجايا. ”هڪ دفعي تنهنجي جهلڪ ڏسڻ لاءِ مون روهڙس اسٽيشن تي ڇائيتاليهه هزار تارا ڳڻيا. اهو زمانو ۷۱ع جي پاڪستان ۽ هندستان جي جنگ جو زمانو هو ۽ اها منهنجي خوش نصيبي هئي جو اسٽيشن ماسٽر منهنجو واقف هو تنهن ماڻهن جي رپورٽ تي اچي مونکي پاڻ سان گڏ ورتو ۽ چيائين: هي تون مٿي آسمان ۾ اشارا ڇا جا پيو ڪرين؟ سو به بلئڪ آئوٽ ۾. مون جواب ڏنو ته: منهنجي معشوق خيبر ميل ۾ هتان ڪراچي لاءِ سوار ٿيڻي آهي تنهنجي انتظار ۾ تارا پيو ڳڻيان. اسٽيشن ماسٽر نيڪ مرد مونکي سمجهايو ته: بلئڪ آئوٽ ۾ پبلڪ جاين تي عشق جي آهه به نه ڀر ماڻهو پارٽي جاسوس پيا سمجهن توکي. اجايو آزار ۾ ڦٽجي ويندين.“

”چڱو هاڻ اهي ورجايل ڳالهيون بند ڪريو،“ منهنجي زال منهنجي وات تي هٿ رکيو.

”تو به مڇي کاڌي آهي ڇا؟“

”نه. ڇو!“

”الائي بروٽ جي خوشبوءِ ۾ مڇي جي ڪڪاڻ به شامل ٿي لڳي.“ مان ڪلڻ لڳس. منهنجي زال جي جسم مان خوشبوئن جا درياهه ڦلتبا آهن. انهيءَ سرهاڻ ۾ مونکي سڪون ايندو آهي، پر هاڻ الائي ڇو سندس وات مان مڇيءَ هاٺي بوءِ ٿي آئي.

”اٿي صابڻ سان گرڙي ڪري اچ.“ مون چيو.

”هاڻ چرچا نہ ڪريو. مون ڪانہ ڪاڏي آهي.“
”ضرور لڪي لڪي ڪاڏي هونديئي. نہ تہ اڄ رات ڪارروائي ڪا بہ نہ ٿي سگهندي.“
منهنجي زال مونکي بيزاري منجهان ڏٺو.
”توهانجي انهيءَ الرجڪ طبيعت بيزار ڪري ڇڏيو آهي.“

صبح جو مان ڪمري منجهہ آفيس لاءِ تياري ڪري رهيو هوس ۽ منهنجي زال، ٻاهر در محمد ۽ سندس زال زينا کي هدايتون ڏئي رهي هئي.
”اسين مڇي ڪونہ کائون.“
”توهان پلي کائو ڪا جهل پل ناهي.
”پر مڇي اسانجي ڪِچڻ ۾ نہ رڌبي.
”توهان پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ پلي رڌيو.
”پر مڇيءَ جو استعمال گهٽ ڪريو تہ بهتر.
”ڪپڙا روز ڌوءِ ۽ روز صاف سترا رهو.
”هٿ پنهنجي ڪپڙن سان نہ اُگهو.
”توهان ٻنهي لاءِ ٻہ ٻہ جوڙا ڪپڙا ڪڍي رکيا اٿم.“
اهي هدايتون مان پنهنجي ڪمري منجهہ ٻڌي رهيو هوس. هونئن تہ مونکي پنهنجي زال جي انتظامي صلاحيتن تي پورو اعتماد هو، پر هي هڪ وقت ۾ سڀ هدايتون ڏيڻ صحيح نہ هو، جو هو ضرور ڪنهن نہ ڪنهن هدايت کي وساري ويهندا ۽ پوءِ مون لاءِ آزار. ماهر نفسيات ۽ ماهر انتظامي امور اهو ئي چون ٿا تہ هدايتون هڪٻئي جي پٺيان وقفي وقفي کانپوءِ جاري ڪجن تہ اثرائتيون ۽ عمل ۾ آڻيندڙ ثابت ٿينديون، هونئن انمريڪن اٿڊ ۾ اسانکي ’وقفو نهايت ضروري آهي.‘ جو جملو پڻ مليو آهي، جنهنکي اسانجي جوانن ڪا لفٽ ئي نہ ڏني آهي. سواءِ منهنجي زال جي، جنهنجو وقفو ائين پيو لڳي، ڄڻ فلم ختم ٿي ويئي آهي.
شام جو جڏهن مان اٿيس تہ سموري گهر ۾ فلٽ جي خوشبو ڦهليل

هئي. منهنجي دل به خوش ٿي. منهنجي زال سڄو ڏينهن صفائي ڪرائي هئي. فلٽ جا به ڏهه پورا تيل هئا. باٿ روم ۾ ويس ته ڊيٽال جا لاهه نڪتل هئا ۽ ايئر فريشنر پڻ رکيل هئا. مون ڦيريون پيرو هن گهر ۾ ڏکهو ساهه کنيو ۽ ڏاڍو وهنجي سهنجي ٻاهر نڪتس ته، پنهنجي ڪمري ۾ گلاب جي خوشبو واري ايئرفريشنر جو اسپري ٿيل هو. مون هن گهر ۾ ٻيهر ڏکهو ساهه کنيو. ايتري ۾ منهنجي زال اندر آئي.

”ٺيڪ آهي.“

”فسڪلاس،“ مون چيو. ”پر روز اسپري جي بدران ڊيٽال جو اسپري ڪرين ها ته جيوڙا ۽ ڏپ وري هيڏانهن نه ايندا.“

”اجايو ٽا ون۽ وڃو،“ هن بيزار ٿيندي چيو. ”ڪانهي ڪا ڏپ ٻپ. توهانجي مرضي آهي ته گهر کي سول اسپتال بنائي ڇڏيان.“

مان سمجهي ويس ته اڳتي ڳالهائڻ نه کپي. هڪ چڱي مڙس هئڻ جي نسخي ۾ ائين ئي لکيل آهي.

”در محمد.“ منهنجي زال اندر ڪمري ۾ صوفي تي ويٺي رڙ ڪئي، حڪم جو بندو اڇي سامهون بيٺو.

”جي بيگم صاحب.“ هن چيو ۽ سڌو ٿي بيهي رهيو.

هڪ ته مونکي اها ’جي بيگم صاحب‘ صفا نه وڻي، ٻيو منهنجي هڪ پراڻي سٽڻ خميس ۾ صفا ڍڪجي ويل در محمد به الائي ڇو خراب لڳو. ڪپڙا منهنجا، جسم پرائو ۽ وري چوي منهنجي زال کي بيگم صاحب. مان وري الرجڪ ٿي پيس. جيتو ٽيڪ ڏاڙهي به ڪوڙيل هئس. مڇون جيڪي صفا بي سريون هيون، سي به هلڻ سٽر ۾ هئس. وار به اڄ ئهرايل هئس. ڪپاڙي صفا ڪوڙيل هئي، وهنتل سهنتل، وارن ۾ تيل ۽ ڦڻي ڪيل. پڪ ڪنن مان به مير نڪتل هوندس.

”چانهه ڪٽي اچ.“ منهنجي زال فرمان جاري ڪيو ۽ حڪم جو غلام واپس ويو هليو.

”هيءَ محنت سچي تنهنجي آهي؟“ مون پڇيو.
”ڪهڙي محنت؟“
”هن همراهہ ڪي ماڻهو ٺاهڻ ۾.“
”ها. ڪيڏن نيڪ آهي.“
”بلڪل نيڪ آهي. پر مڇن ۽ وارن جي ڪٽ تو پنهنجي پسند سان ڪرائي آهي.“
”باهہ ڏيانس. اوهان بہ عجيب ڳالهيون ڪريو ٿا. مون رکو ايترو چيومانس تہ هي پنج رپيا اٿئي، وڃي اهي چرڪي جهڙيون مڇون ۽ وارن جا ٻج ٺاهرائي اچ.“
ايتري ۾ در محمد چانهہ جي ٽري کڻي آيو ۽ اچي منهنجي اڳيان ٽپائي تي رکيائين. جيتوڻيڪ هن مان درٻار عطر يا رستا-روڪ عطر جي خوشبوءِ پئي آئي، پر مونکي اهڙي بوءِ محسوس ٿي ڄڻ ترپل پلو ڪاٺڻ ڪانپوءِ ماڻهو صابڻ سان هٿ ڌوئيندو آهي يا صابڻ لڳل آڱر سان ڳرڙي ڪندو آهي تہ ڪڪ ۽ صابڻ جي خوشبو مليل پاڻيءَ مان ايندي آهي.
”تون ڪير ڪي ڏس ۽ زينا ڪي موڪل.“ منهنجي زال چيو.
در محمد ڪمري مان نڪتو تہ مون چيو، ”انهيءَ زينا جو وري ڪهڙو ڪم آهي هتي.“
”مان چاهيان ٿي تہ ماڻهوءَ جي ذات سان جيڪا اوهانکي الرجي ٿي پئي آهي سا ختم ٿئي. مان اڄ سڄو ڏينهن زال مڙس سان مٿو کپايو آهي.“
ساڻين زينا بہ اچي حاضر ٿي. ڊگهي قد جي، وچولي عمر جي زال هئي. مونکي جيڪا تبديلي محسوس ٿي سا اها تہ سندس ڇتا جيڪي سدائين چڙيا پيا هئا سي ٻن چڪي ڪمل چولين ۾ هنداڻتا پئي لڳا. منهنجي زال جو لان جو وڳو جو ڪيس پيو هو سو ڪجهہ ڍلو ڍالو هيس. آخر صاحبن جا ڪپڙا هئا - ضرور نوڪرن کي ويڪرا ٿيندا.
”تون هلي اڳڻ ۾ هنڌ وڇائي.“ منهنجي زال جو اهو حڪم مونکي صفا نہ وڻيو.

”هنجا هٿ به صفا آهن يا هلي آهي هنڌ وڃائن.“
زينا ويندي ويندي مڙي مونکي ڏٺو ۽ عجب بي پرواهي سان هلي ويئي.
”نه نه. اچ وهنجي سهنجي ڪپڙا پاتا اٿس.“ منهنجي زال چيو. ”۽ بيو مون ڪين چيو آهي ته هڪ هفتو پورو مڇي پلو يا جهينگا نه کائن.“
”بس چڙو هڪ هفتو،“ مون چيو. ”هڪ ڏينهن مڇي کائڻ سان هڪ هفتو ته ڪڪٽ، وات ۽ هٿن ۾ ڪنهن نه ڪنهن مقدار ۾ سمايل هوندي آهي.“
”اجايون پابنديون به ته ٺيڪ ناهن، ۽ بيو توهان کک کان ايترو الرجڪ به اجايو آهي. ڪراچي هلي ڪنهن سائڪترسٽ کي ڏيکاريو.“
منهنجي زال پئي ڳالهايو ير منهنجو ڌيان سڄو منهنجي زال جا ڪپڙا پهريل زينا ڏانهن هو، جيڪا هاڻ منهنجو بسترو پئي ناهيندي هوندي.
اڄ سمهڻ نه ڇٽو.

منهنجو نڪ الله سائين اهڙو اسپيشل ٺاهيو آهي جو بوء يا ڌپ نه به هجي ته به ڳولي لهان. زينا جي عمر جيڪڏهن ٽيهه پنجيهه سال به ڪٿي هجي ته روز هڪ مڇي يا پلو کائڻ جي حساب سان به هوء ڏهه بارهن هزار مڇيون پلا کائي چڪي هوندي. روز ۾ پهر ڪٿي ليڪجن جن ۾ هن مڇي پلو رڌڻ کائڻ ۽ ٿانو ڌوئڻ ۾ گذاريا هجن ته به ذري گهٽ ڏهه سال لاڳيتو ٿين ٿا. منهنجي ذهن ۾ ڪلڪيوليٽر پئي هليو. جنهن زال ڏهه بارهن هزار مڇيون پلا کاڌا هجن ۽ ڏهه سالن جي عرصي ۾ لاڳيتو انهيء واهپي ۾ رهي هجي، سا منهنجي زال جي ڏنل هڪ لڪس صابڻ جي چئن آئونسن جي ٽڪيء سان هڪ پيري وهنجڻ يا هٿ ڌوئڻ ڪري، انهي ڪک مان آزاد ٿي ويئي هوندي! منهنجي زال به بادشاهي ڳالهيون ٿي ڪري.
مونکان آخر نه رهي سگهيو، ”تون چوين ٿي ته بسترو پلي ڪري وڃائي، پر منهنجي وهاڻن کي هٿ نه لائي. روڪينس وڃي.“

منهنجي طبيعت کان هوءَ واقف هئي، اتي ٻاهر وڃي ۽ زينا کي چوڻ لڳي، ”اهو صاحب جو هنڌ نہ وڇائجئين.“
”چو بيگم صاحب، وڇي تہ پلي ڏري.“
”نہ نہ صاحب اڃا ٻہ سمجهي تو تہ هٿ ڪڪا هوندس.“
انهيءَ ڳالهہ جو زينا تي ڇا اثر ٿيو سا تہ مونکي خبر ناهي جو مان اندر وڃي هوس، پر مون سک جو ساهہ کنيو.
صبح جو جڏهن مون ناشتي ڪانپوءِ چانهہ گهري تہ چمچو منهنجي زال جي هٿ مان ڪري پيو. منهنجي زال جهڪي چمچو تہ کنيو پر ڳڏو ڳڏ رڙ بہ ڪئي، ”زينا.“
زينا آئي. صاف ستري ڏٺي، لاڻ جي چولي ۾ لوڏ نرواڙ هئي.
”هي چمچو تہ ڌوئي اچ.“
زينا چمچو تہ هٿ ۾ ورتو ۽ ٻاهر نڪري ويئي پر منهنجي دل ڪجهہ تيڻ لڳي.
”ٻيو چمچو ڪٿي اچ يا تون اتي پاڻ ڌوئي اچ نہ تہ اها چانهہ ٿڌي ٿي زور آهي.“ مون چيو.
ايتري ۾ زينا چمچو ڌوئي آئي پر پنهنجي آڱوٺي سان چمچي تان پاڻي پئي اگهندي آئي. اهو ڏسي منهنجي زال چمچو وٺي ٽيبل تي رکيو ۽ پاڻ اٿي وڃي ٻيو چمچو کڻي. پر مونکي اهو چمچو جيڪو ٽيبل تي رکيو هو جڻ ڏنگي رهيو هو.
چانهہ پي ٻاهر نڪتس تہ در محمد جيپ صفا ڪري رهيو هو ۽ اسٽيئرنگ تي هٿ ڦيري ڪپڙي سان اهي گهڪلاڏيئي رهيو هو جو بس پلي.
”ٻاٻا، هيچو اهو ڪم ناهي، ڊرائيور ڇا جي لاءِ آهي.“
در محمد ڏند ڪڍي کلڻ لڳو. مونکي ويتر بچان لڳي. سندس ڏندن تي پيلاڻ جميل هئي، جيڪا آلي هٿڻ ڪري جرڪي پئي — ۽ مون محسوس ڪيو تہ در محمد جي وات ۾ کلڻ مهل يا ڳالهائڻ مهل عام ماڻهن کان وڌيڪ آلاڻ ڏسڻ ۾ پئي آئي. هن ڳالهايو ائين پئي جڻ سندس زبان، تڪ جي تلاءُ ۾ تبي ڏيئي ٻاهر اچي ۽ وڃي. منهنجي لڳن ۾ عجيب ڪريپ جو احساس ڦهلجي ويو.

هونئن عام طور تي جيپ مان ئي هلائيندو آهيان، پر اڄ اسٽيرنگ تي ويهڻ جي همت نه ساريم ۽ ڊرائيور کي اشارو ڪيم. ٿورو اڳتي جڏهن هلياسين ته مون ڊرائيور کي چيو، "علي احمد، هي نوڪر ۽ سندس زال ڏاڍا ڪدلا آهن."

"سائين هت غريبن جي حالت اهڙي ئي آهي."

"ڪو بيو ماڻهو ڳول ته انهن ٻنهي کي موڪل ڪرائجي."

"سائين ڪوشش ڪريان ٿو."

اسين چپ ٿي وياسين.

"ماڻهو ڳولڻ ۾ اهو احتياط ضرور ڪجائين ته اهي پلو مڇي نه کائيندا هجن ته وڌيڪ چڱو."

"سائين اها ته ڏکي ڳالهه آهي،" ڊرائيور چيو. "هت ماڻهن جو ڪاڄ ئي پلي مڇيءَ تي آهي."

"اسين کين گوشت کارائينداسين."

علي احمد کلڻ لڳو. مون پڻ سمجهيو ته صحيح ڳالهه نه ڪئي اٿم.

شام جو، جيپ ۾، مان، زال ۽ ٻيبي ٽيئي سڄاول کان ٿورو اڳتي سنڌو درياهه تي ٺهيل نئين پل ڏسڻ وياسين. درياهه ۾ پاڻي خيرڪو هو. هڪ طرف معمولي وهڪرو هو ۽ ٻيو درياهه سچو سڪل هو. اسين جيپ تان لهي، پل تي هلڻ لڳاسين. عربي سمنڊ جو ن هوائون، اسانکي ڏکڻ کان اتر ڏي اصل ڇڪيو پئي ويون. مون واري زال ته ڄڻ هوا جي رسن ۾ چوڏاري ويڙهجي ويئي ۽ هلڻ ئي ڏکيو ٿي پيو. پوءِ اسين پل جي انهيءَ حصي تي اچي بيٺاسين جت هيٺ ڪجهه مهاڻا، درياهه ۾ ريچ وجهيو ويٺا هئا ۽ سڪيءَ تي پرسان ڪاٺين جي مچ تي ٻه ڄڻا، پلو تري رهيا هئا، ايترو مٿان ڏسڻ جي ڪري مونکي ڪاشي محسوس نه ٿي. پاڻ پنهنجي زال سان ڏاڍي دلچسپي سان پلو ترندي ڏسڻ لڳس. ايتري ۾ هڪ مهاڻو جيڪو پاڻيءَ ۾ بيٺو هو، تنهن ٻه پلا، جيڏا جاڳندا، پوري زور سان، سڪيءَ ڏي پنهنجن همراهن ڏانهن اڇليا. هڪ مهاڻي اٿي پلن کي کنيو.

تازا تازا پلا، پاڻي مان نڪتل، جرڪيا پئي ۽ مهاڻي جي هٿن مان اٿين ترڪيا پئي جو سنڌس مضبوط هٿن ۾ به نه بيهي سگهيا.
اسان ڪافي دير اتي بيٺا رهياسين. سج به لهڻ جي ڪئي. اسين به موٽڻ لڳاسين. به مهاڻا هلندا هلندا اسان تائين رسيا. مونکي ڪتي ڪنئي جو پڇيومان، "ميان خوش ته آهيو."
هنن ادب سان سلام ڪيو ۽ هڪ چٽي وڏي مونسان هٿ ملايو. نه چاهيندي به منهنجو هٿ وڌيو ۽ انهيءَ مهاڻي سان ملايم جنهن ڪي توري دير اڳ به پلا جيئرا جاڳندا ڪنڌي ڏنو هوم. ٻئي مهاڻي جي پٺن تي پلن جي ڇٻي هئي. تنهنڪري انهيءَ هٿ ملائڻ جي مهرباني نه ڪئي. هو ته هليا ويا، پر منهنجي لاءِ آزار ٿي پيو. پنهنجو هٿ اوپرو پئي لڳو. گهڻو رومال سان صاف ڪيم پر ذهن تي اهڙو احساس ڇانئجي ويو جو بس. زال مون واري ٽهڪ پئي ڏيئي.
"توهان ڪان چام تماچي چڱو. جو بادشاهه ٿي اچي ڪک ۾ وينو."
منهنجي زال پيا ٽهڪ ڏنا.
"جي مان تاريخ نويس هجان ها ته چام تماچي کي سنڌ جي بدبودار بادشاهن جي قطار ۾ بيهاريان ها. مان پانيان تو اهو هڪڙو ئي بدفضيلتو بادشاهه هو. پنهون اگر پاڻ نوايو ته به ڪپڙا ڌوتائين. اهو به صفائي جو ڪم هو."
"ميهار جي متعلق ڪهڙو خيال آهي؟" زال پڇيو.
"هن مينهون ڏڏيون. ڪک ۾ ته نه وينو. خير ماهيو گوشت به ڪا چڱي شيءِ ناهي. اسانجا ديسي عاشق به واهه جا جيوڙا هئا. هوڏانهن مجنون ۽ فرهاد کي ڏسجي ته اِنهن ڪان گهڻو صفائي پسند عاشق هئا. بريٽ منهن ۽ جبل منهن ڪري ويا پر پلا ڪونه مارياءُون نه ڪو مينهون ڏيئون."
"عشق ته اهو ئي آهي نه. توهان به عشق ۾ روهڙي اسٽيشن تي تارا ڳڻيندا هئا."
"عشق ۾ تارا ڳڻڻ انهن عاشقن جو ڪم آهي جيڪي فضيلت پريا ۽ سلڇڻا هوندا آهن." ايترو چئي مونکان به ٽهڪ نڪري ويو. پر

هٿ جي آڱرين ۾ عجيب ڪريپ جهڙي سؤن سؤن پئي ٿي ۽ منهنجي ڪنن ۾ اها سؤن سؤن صاف ٻڌڻ ۾ پئي آئي. اڪين ته بلڪل ڏٺو پئي ته هٿ سان ڪهڙو انڌير ٿيل هو.

ائين ڪجهه ڏينهن گذري ويا. سان پنهنجي طبيعت تي ڪجهه ضابطو ڪري چڪو هوس ته منهنجي زال اعلان ڪيو ته هوءَ سيائي ڪراچي ويندي جو پئي ڏينهن پٺس جي اک جي آپريشن هئي. ٻن ٽن ڏينهن ڪانپوءِ مونکي به اچڻ جي تاڪيد ڪيائين. هن وقت اسانجو سيڪريٽري پئي آيو.
خير سائين زال مون واري ته وڃي ڪراچي پهتي، پر مان رلي ويس. ٻهرئين ڏينهن صبح جو درمحمد جا لاهه پئي چڙهيم. گڏهه چانهه کڻي آيو. چانهه رکي ۽ ڪوپ کي ڪا ذرڙي مير لڳل هئي. چيومانس صاف ڪري اچ. سو ڪوپ کڻي پنهنجي ميري قميص سان صاف ڪري چلڪائي کڻي منهنجي اڳيان رکيائين. مان ڪاوڙ ڳيت ڏيئي ٻي ويس. ٿوري دير ڪانپوءِ ڪير جو گلاس کڻي آيو ان ۾ ڪو ڪک ذرو هو يا ٻيو ڪجهه. نالائق چا ڪيو جو منهنجي سامهون پنهنجي ٿلهي داڦوڙي جهڙي چيچ ڪير ۾ ٻوڙي، ڪک ڪڍي، سمجهايائين ته ڏاڍو فضيلت ٻريو خدمت جهڙو ڪم ڪيو اٿم ۽ گلاس ڏهن ئي آڱرين ۾ سوگهو جهلي مونڏانهن وڌائيندي چيائين،
”بسم الله – بابا سائين ڪير حاضر آهي.“
ڪير ته مون نه پيتو پر ’بسم الله بابا سائين‘ ٻوڙ پاڻي ٻاهر پڳو. جوڻس ٻاهر اڳڻ ۾ ويٺي هئي تنهن پڇيس خير ته آهي. مون اندر ڪمري منجهه رڙو ايترو ٻڌو: ”چتو ٿيو ويٺو آهي.“ ۽ هو شايد در کان ٻاهر نڪري ويو. مان اندر ڪاوڙ ۾ ويٺو هوس. زينا اندر آئي.
”سائين خير ٿيو. ڪا خطا ٿي ويئي.“
”نه ڪجهه نه – پر انهيءَ کي چئي ڇڏ، منهنجي سامهون وري نه اچي.“
زينا اتي ويٺي هئي. بي ڊپي، منهنجي زال جا ڪپڙا سندس بدن تي

ڏنيا پئي. هوءَ واپس مڙي ۽ پيو ڪير جو گلاس پري ڪئي آئي. تري ۾. اهسا ڳالهه مونکي وڻي. اها هئي منهنجي زال جي ٽريننگ. مان ڪير پيئڻ لڳس هوءَ ڳالهائي رهي هئي: ”صاب تنهنجي ڪري ٻه هفتا ٿيا آهن جو پلو نه چکيو اٿم. رکو تون خوش رهه اسانجا ياڳ انهيءَ ۾ ئي آهن.“

”مڙسئين کي ٻه نه سمجهائي.“ مون اهو مناسب موقعو سمجهيو نه ڪيس مڙسس جي گدلائپ جو ٻڌايان.

”سائين ڪهڙي تو ڳالهه پڇين. تون بادشاهه توسان ڪهڙو ڪوڙ- مٺي کي چيو ٻه هوم نه وهنجي سهنجي صاب جي اڳيان وڃ. اهو ميرو مٿو نه ڪئي وڃ....“

مان ڪير پئندي چرڪيس.

”جي....“

”صاب منهنجو چاچو ٻه پٽيوالو هو، پيچاڙي جو نائڪ جي عهدي تان لٿو، سو چوندو هو نه: ’پير فقير جي درگاهه ۽ هاڪيسر جي ڪمري ۾ ڪڏهن ٻه اهڙي جهڙي حالت ۾ نه وڃجي. هو ماڻهو نصيب جا مالڪ آهن. الائي ڪهڙي ڳال نه وٺين....‘“

مون ڪير پي گلاس ڪيس ڏنو ۽ پهريون پيرو ڪيس غور سان ڏٺم. سندس منهن سُرهو هو ۽ وار اڇا آلا هيس. اکيون ڇڻ پالا هيس. هوءَ گلاس کڻي مڙي نه مون ڏٺو ڍلن ڪپڙن ۾ ٻه سندس جسم جي لوڏ لک پئي لهي. سمجهان ٿو نه هوءَ پيار جي بين الاقوامي زبان جي ماهر هئي ۽ منهنجي اکين مان ڳالهايل هڪ ٻه جملا پوريءَ ريت سمهجي ويئي هوندي.

جيپ هلائيندي مون زينا متعلق سوچيو، پر منهنجي ذهن ۾ جيڪا ڪک سمويل هئي سا زينا جي سڄي خيال تي وري ويئي ۽ مون ڳيت ڏني سا ڪجهه ڪير هائي، در محمد جي چيچ جي گدلي ڇهاءَ لڳل ۽ زينا جي ڪکي بدن جي بوءِ سان سمويل پئي لڳي. ذري گهٽ الٽي تي آئي. مون اوڏيءَ مهل فيصلو ڪيو نه پهرين فرصت ۾ ڪراچي

پڇي ويندس.
منجهند جي ماني هڪ دوست جي گهر کاڌم ۽ سعيو ڪري دير سان گهر پهتس. زينا ورانڊي ۾ منهنجي انتظار ۾ ويٺي هئي.
”صاب ماني ڪڍي اچان....“
”نه، ماني مان کائي آيو آهيان ۽ تون وڃين سگهين ٿي ۽ ڇهين وڳي مونکي چانهه ٺاهي ڏجائين.“
”چڱو....“ هوءَ چئي وڃڻ لڳي.
”پلا مونکي ٿڌي پاڻيءَ جو جڳ ڏيئي پوءِ وڃ.“
مان پنهنجي ڪمري ۾ ڪپڙا بدلائڻ لڳس ۽ ڪپڙا بدلائي ڪرسيءَ تي اخبار ڏسڻ لڳس. زينا آئي ۽ اڳيان رکيل ميز تي جڳ رکيائين. جهڪي رکڻ ڪري سندس ڪليل گلي مان صحتمند ڇاتي صاف طرح نظر آئي پئي. مان ڀرين ته هڪ پر پوءِ ڀرپور نظر پيري ڏٺم. (اهو منهنجو صاحباڻو حق هو) هوءَ به سمجهي ويئي ته مان ڇا ڏسي رهيو آهيان. بين الاقوامي زبان کي يڪدم ختم ڪري مون سنڌيءَ ۾ ڳالهايو، ”در محمد ڪٿي آهي؟“
”هو صبح کان ٻڌو پيو آهي.“
”چڱو تون ڀلي وڃ ۽ ڇهين وڳي....“
”چانهه ٺاهي ڏيان.“ هوءَ مرڪندي چوڻ لڳي.
”ها.“
هوءَ وڃڻ لڳي.
”صاب هڪڙي ڳالهه چوان.“ واپس مڙي.
”چؤ....“
”اڄ مونکي موڪل ڏيو ته ڀلو ڪان.“
”ڀلو!“ مونکان رڙ نڪري ويئي ۽ ائين لڳم ڄڻ وري ڪک ۾ ڦاسي پيو آهيان.
”ها پوءِ سرهي صابڻ سان بلڪل صاف هٿ ۽ وات ڪري ڇڏيندس.“
هوءَ مرڪڻ لڳي ۽ سندس اکيون جوان جماڻ زال جي ٻولي ڳالهائي رهيون هيون. منهنجي ذهن ۾ ڪک جي بيٺل پاڻي مٿان مرد جي

خواهش جي لهر وري آئي ۽ پهريون ڀيرو ڪيس مرد جي نظرن سان ڏسندي چيم، ”هٿن ۽ چپن جي ڪڪ سرهي صابڻ سان صاف ڪنديءَ پر تنهنجي لڱن ۾ ڪڪاڻ آهي، تنهنکي ڇا ڪنديءَ.“
”صاب منهنجا لڱ لڪن ۾ به نه ليِن. باقي جي توکي ڪڪ لڳي ٿي ته ڪٽي ڇڏي صاف ڪرينس.“ اِنهي ترار جهڙي زبان مونکي ملٺ ڪرائي ڇڏيو.
مان ڪلڻ لڳس. پر بدن گرم ٿيڻ لڳم. هوءَ در ڏانهن مڙي ۽ ڪنڌ ڦيري چيائين: ”صاب تو ڏنو به ڇا آهي؟ اهي صابڻ سان صبح شام ڌوتل گسيل بدن. بس نه. صاب انهيءَ پلي ۾ ڪهڙي لذت جنهنکي پاڻي منجهه ڌوئي ڌوئي ترجي. پلي جي لذت ته تڏهن آهي، جڏهن جيئرو جاڳندو ڦٿڪندو پلو درياهه مان ڪڍي رڌينس ۽ پوءِ ڪاءُ ته ڏس چپ به چٽيندين ته آ گريون به. پڃاڙي جو چلر به نه ڇڏيندين. باقي توهانجي شهر جو ٻاڪرو يا ڳائو گوشت ڪهڙي ڪم جو، نه لذت نه ڪي منجهن اڇل. ڇيچڙي جا ڇيچڙا.“
هوءَ ڪي ساعتون اتي بيني. منهنجي ذهن ۾ مهاڻن جي هٿن ۾ ڦٿڪندڙ پلن جو منظر ڦري ويو. مون سندس ڪليل ڳچيءَ واري چولي منجهه به اهڙن ئي جيئرن جاڳندڙن پلن کي ڏٺو هو. پر انهن چمن ئي پلن جي ڪڪ منهنجي مٿي جي ور ور ۾ پيهي ويل هئي. پر تازو قلم ته اهو هو جو هن اسانجي ٻاڪري توڙي ڳائي گوشت کي ڇيچڙو چيو هو. اها ڳالهه مونکي نه وڻي.
”پلا اوهانجي پلي ۾ ڇيچڙا ناهن ڇا؟“ مون ڪوشش ڪئي ته دل جي ڳالهه لفظن ۾ آڻيان، پر صفا پوڪ نڪتس.
”صاب هڪ ڏينهن پلو کائي ڏس. ڪائڻ ۾ لست ڏس. کائي پوءِ به پيو خشبو سو نگهه. منهنجو تريل پلو کائي ڏس دماغ چرڪ نه ٿي وڃيئي ته پوءِ چئجان.“
”دماغ سان هٿ چراند نه ڪر —،“ مون چيو. ”باقي سائين تنهنجو پلو کائبو.“
مون وڏيڪ چوڻ چاهيو ٿئي ۽ وڌيڪ ڪجهه ڪرڻ به چاهيو ٿئي.

پر ڪجهه به اُچهي نه سگهيو. زينا کي روڪڻ تي دل به پئي ساٿ ڏنو.

”پلا هي در محمد تنهنجو پيو مڙس آهي.“

”نه صاب ڪوڙ چو ڳالهايان. مري منهن الله کي ڏيٺو آهي. اهو مٺو ئيون آهي.“

”ٽيون ....!“ مونکان رڙ نڪتي.

”صاب رڙيون نه ڪر.“ هوءَ کلڻ لڳي. هوءَ مونکي مات ڪري چڪي هئي ۽ ڪيس به انهيءَ جي چاڙ هئي، ”باقي جي حسابي حساب ڪرين ته مڙسن ۾ — شرع محمدي وارن ۾ — سمجهه ته پيو ئي آهي. پهرئين مڙس ۾ هشناڪي نه هئي. منهنجا لڳ جهڙ و ساوٽي ۾ درياهه اٿل ڪاٿي ۽ هو صفا ....“ ايترو چئي هن آڱوٺي کي ’نه‘ واري انداز ۾ لوڏيو.

”پلا سچي ڪنهن سان ....“

”صاب آءٌ زال ذات آهيان. مرد آڏو هميشه سچي هوندي آهيان. شرط رکو اهو ته دل رنجيل نه هجيم.“

”تون ڳري بلا.“ مون کلندي چيو.

”نه صاب صفا هلڪي آهيان. ڪٿي ته ڏس.“

وري چوڻ لڳي، ”صاب. وري به پاڻکي لغام ڏنل اٿم، پر هت جيڪا ڏس ڪلهوڪي چوري ساماٿي، سو ڏينهن به نه ٿيا آهن ڏهاڪو ڪن يار به ڪري چڏيؤن.“

”تو به ڪا ياري رکي يا ....“

”ياري —“ کلڻ لڳي، ”صاب مرد ۽ موسمون اچڻا وڃڻا آهن.“

”پوءِ به ....“

”انهيءَ ڳالهه تان لهي وڃ ....“ اهو چئي هوءَ کلڻ لڳي، ”ها هڪ ياري هڪ سادات سان ڪئي هيم — مڙيئي ثواب خاطر. باقي پاڻ ته صفا ڏيڍر جهڙو هو. چوندو هو رن قيامت ڪاري تيڻ ڪان بچائيندس توکي.“

مان کلڻ لڳس. هوءَ ويٺي هلي پر هن پيري حواسن تي ڪک بدران

هڪ عجيب جادو چانيل هو. مون جهڙو نفيس، صاف سٿري، پرفيوم يا ڊيٽال جي خوشبوءِ سان چاهه رکندڙ طبيعت جو مالڪ، الائي ڇو ٻلي جي ڇلرن کي هٿ گهمائڻ لاءِ هرکيس پئي.

پوءِ انهيءَ رات-
مون ٻلو ڪاڏو- جيٽرو جيٽرو، ڦٽڪندڙ.
لست وارو ٻلو.
ڪينجهر کي هندوري مثل ٻه ڏٺم. هندوري ۾ لڏيس ٻه.

ٻئي ڏينهن صبح جو، آفس مان ئي جيپ ڪاهي ٺٽس ڪراچي، مونکي ائين پئي محسوس ٿيو جو مان پاڻکي ڪک جي ڇقمق کان آزاد ڪرائڻ جي جاکوڙ ۾ لڳو پيو آهيان. مون ايڪسيليٽر کي دٻايو. ڪانٽو سؤ ڪلوميٽر کان ٻه چڙهي ويو ۽ جڏهن ڪراچي جي حدن ۾ پهتس ته الله سائين، جيپ جي موجد ۽ پنهنجي زال جي مجموعي ڪشش جا لک ٿورا مڃيم. سوچيم صاب رلي وچين ها. نه ته پرديسين جي مقام ۾ رتائر ٿين ها.
زال ڏنو ته چيائين، "ڪ ڪک، توهانکي پڇايو آهي."
مون ها ڪئي. 'ها ڪرڻ' هڪ چڱي مڙس ٿيڻ جي نسخي ۾ سڀ کان پهرئين باب ۾ لکيل آهي- پر جي پانئين ته ڇام تماچي ٿيان....ته پوءِ ڪراچي وڃڻ دل جي ڪتاب ۾ لکيل ناهي. (١٩٧٩)

# ٽينا، محمد بخش ۽ سندس زال

سنڌ جي ڳوٺاڻي ڪوٽا جو هڪ تازو شادي ٿيل جوڙو جڏهن ڪراچيءَ جي اربن علائقي منجهه، روزگار (مردائي) سبب لڏي آيا ته ڪين سڀ ڳالهيون ڀيرائين جيڪا تبديلي محسوس ٿي سا هئي سندس رهائش، جيڪا زمين تي نه پر ٻئي فلور تي هئي - يعني هو زمين کان ٣٠ فٽ مٿي هئا.

مرد، جنهنجو ڪوبه نالو ٿي سگهي ٿو ۽ اوهين ڪيس محمد بخش (ڳوٺاڻي ڪوٽا ڪري) چئوس تڏهن به ٺيڪ آهي ۽ جي جميل احمد (اربن ڪوٽا ڪري) سڏيوس ته پوءِ به ڪيس ڪو اعتراض نه ٿيندو. ٻن ٽن سالن کانپوءِ هو پاڻ به جمي سڏائيندو. انهيءَ ڪري، جو نالي ۾ ڪي ڪونهي - سواءِ نام، الله جي. هوئن به ڳوٺاڻي ڪوٽا جو سنڌي ته الله جي نالي بابت به نهايت مايوس ڪن خيال رکي ٿو. جي ڪيسي ۾ ڏوڪو به نه هوندس ته چوندو ادا بس الله جو نالو پيو مڙيئي خير - يعني پينگ. سو ڳالهه پئي هلي محمد بخش جي، جميل احمد جي يا جميءَ جي. اوهان ڪوبه نالو ڪيس ڏيئي سگهو ٿا. هرو ڀرو ڪا پابندي ناهي. سو جڏهن ڀيرائين ڏينهن شام جو گهر پهتو ته سندس نندي نيٽي، سهڻي سلڇڻي زال، ڪيس اڇوڪيون تازيون خبرون ٻڌايون.

”گهر سٺو هوادار آهي.“

”چري گهر ٻنهنجن شهرن ۾ هوندا آهن. هت فلئٽ هوندا آهن. يعني اهي گهر جنجي هيٺان ڌرتي نه هجي.“

”ها هت ٻاٽي به مٿان عرش تي لڳل ٽانڪيءَ مان ٿو اچي.“

”هت ڌرتيءَ جو رول اهڙو خاص ناهي.“ مڙس چيو، ”بس ۾ آيو آهيان ٽڪجي پيو آهيان.“

ننڍي نيٽي زال ڪلڻ لڳي.
”چو ڪلين ٿي؟“
”عجيب ڳالهه آهي، بس ۾ چڙهي آيو آهين ۽ ٽڪجي پيو آهين، ۽ مونکي خبر آهي ٿون هميشه اپر سيٽ تي ويهڻ وارو ماڻهو.“
”هيءَ ڪا قمبر علي خان واري بس ڪانهي؟“
”هتي ڪا ٻي بس آهي ڇا؟“
”هت بس. ڳالهه نه پڇ. جيڪي بس ۾ چڙهن سي سڀ بيوس. جي يقين نه اچيني ته بوٽ لاهي، پوءِ ساڄي پير جو جوراب لاهي، ۽ ڏس ته پير جي آڱوٺي جو ڪهڙو حال آهي.“
رات جي مانيءَ مهل، ننڍي نيٽي زال، مڙس کي پنهنجن سماجي رابطن بابت ٻڌايو، ”پنهنجي گهر جي هيٺ رهڻ وارا ڏاڍا سٺا ماڻهو آهن.“
”اڇا—!“
”ها گهر ڏاڍو سٺو سينگاريل اٿن.“
”ڏسي به آئينءَ؟“
”ها—پر زال مڙس شايد پاڻ ۾ وڙهيل آهن.“
”توکي ڪيئن خبر پيئي.“
”زال جي ڪابي اک سڄيل هئي.“
”تو ڪانئس پڇيو ڇا؟“
”نه سندس پٽ مونکي ٻڌايو.“
محمد بخش ڪجهه نه چيو.
”ڇورو ڇئي پيو، بابا امان جوڙو ڪراڙو پئي وڙهيا، ڇا آهي، اهو مٺو جوڙو ڪراڙو؟“

ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ محمد بخش هڪ شام جو آفيس مان موٽيو ته ڪيس سڄي پاڙي جي تاريخ ۽ جاگرافي بابت ڄاڻ ٿي.
”پنهنجي مٿان، هڪ بوري ڪراڙي رهي ٿي. پر آهي فيشنبل — هيٺين چوي ٿي ته مڙسهين کي سنڀالجاءِ انهيءَ ڏانئڻ ڪان.“

محمد بخش، ايڏي مهل پاڻکي محمد بخش خان محسوس ڪيو.
”مڙسن کي ڪنهن روڪيو آهي.“
”چا تو چئين.“ جوٽس اڪيون تاڻيون.
”منهنجو مطلب آهي ته مڙس ويچارا چا ڪن.“
”خير. سامهون بنگلي ۾ ڪانياواڙي رهن ٿا. يڪو ويڙهو پنهنجو اٽن. هڪ هڪ رن کي چار چار ٻار.“
”پر وارن فليٽن ۾ هڪ ايراني جوڙو، خان مونڙن وارو، ٻه پنجابين جا گهر ۽ هڪ فليٽ ۾ ريڊي ميڊ ڪپڙن جو ڪارخانو لڳل آهي.“
”چڱو ڇڏ انهنکي. مان ڏاڍو ٿڪجي آيو آهيان. مونکي زور ڏي.“
اها ڳالهه زال مڃي ڪان انڪار ته نه ڪيو ۽ زور ٻه ڏيڻ لڳي، پر چاهه ٻه نه هو.
”چو طبيعت ته ٺيڪ آهي.“ محمد بخش پڇيو.
”ها.“ زال آهستي سان چيو، ”پر هتي ڪراچيءَ جا مڙس ڏاڍا چڱا آهن.“
رول ڪوٺي جي سنڌي جوان جا ڪن ڪڙا ٿيا. ”خير ته آهي، ڪهڙا چڱا مڙس تو اچي هتي ڏٺا— سو ٻه ايترو جلدي.“
”غلط مطلب نه سمجهه....“
”پيو ڪهڙو مطلب سمجهون. نالي ڏٺيءَ جي مونکي جلدي مطلب سمجهاءِ منهنجو سارو ٿڪ لهي ويو آهي.“
”هرويرو شڪ نه ڪريو، پر مان چوان ٿي ته هت مڙس شام جو زالن کان زور ڪونه ڏيار يندا آهن.“
”ته پوءِ هو زالن کي زور ڏيندا آهن.“
”نه نه توهين ڳالهه ته ٻڌو.“
”ٻڌاءِ سائين —— پر جلدي.“
”مان چوان ٿي ته شام جو مڙس پنهنجي زال کي ٻاهر وٺي ويندا آهن ۽ گهر جي گهٽيل فضا مان نڪري ڪجهه گهمندا ڦرندا آهن ۽

پوءِ ...."
"۽ پوءِ ڇا ڪندا آهن، گهر اچي سمهندا آهن."
"ها سمهندا آهن پر آن ڪان پهرئين، ڪنهن ايئرڪنڊيشنڊ هوٽل يا ٻاهر باغ واري هوٽل ۾ ويهي ماني کائيندا آهن."
"ڇو گهر ۾ ماني ڪانه هوندي آهي ڇا؟"
"هوندي آهي. پر Just for a change "شهدادڪوٽ جي ميٽرڪ پاس زال چيو.
"Change."
"ها - انهيءَ ڪري مان اڄ رات جي ماني تيار نه ڪئي."
محمد بخش يا جميل احمد، ٻه ٽي ساعتون سوچيو ۽ پهريون ڀيرو غور ساڻ ڏٺائين ته ڪيس جوٽس ڪجهه وڌيڪ سمارٽ پئي لڳي.
"ڳالهه ٻه سٺي آهي ۽ تون ٻه اڄ ڪجهه موتمار پئي لڳين."
"هاڻ تيار ٿيو،" ڇوڪريءَ وڌيڪ موتمار مرڪ سان چيو. "رات جو زور ڏيندس. فس ڪلاس."
محمد بخش يا محمد جميل تيار ٿه ٿيڻ لڳو پر ذهن خالي نه هئس. هلڻ مهل، زال کان پڇيائين، "پاڻ وٽ اخبار جهان ۽ اخبار خواتين مخزنون ايندڙيون آهن نه؟"
"ها."
"سي سڀائي کان بند ڪرائي ڇڏ."
"ڇو؟"
"انهيءَ ڪري جو اڄا مهينو پورو نه ٿيو آهي، ماني ٿي آهي هوٽلن تي. پر ڀڄان ٿو انهيءَ ڏينهن کان...."
"ڪهڙي ڏينهن کان؟"
"انهيءَ ڏينهن کان ٻه نٿو ڀڄان جڏهن تون مونکي زور ڏيڻ کان انڪار ڪرين- پر سو في سيڪڙو انديشو آهي ته اهو مطالبو ڪرين ته برابري بنياد تي هفتي ۾ ٻه ڏينهن تون مونکي زور ڏين ۽ ٻه ڏينهن مان توکي، ۽ ٻه ڏينهن موڪل ۽...."
"خدا نه ڪري ائين ٿئي. او هان منهنجا مجازي خدا آهيو، پر

ڪڏهن ڪڏهن رات جو ماني ٻاهر کائڻ ۾ عيب ڪهڙو آهي.“
محمد بخش جڏهن گهر کي تالو پئي ڏنو ته پنيان زنانو آواز ٻڌڻ ۾ آيس، ”Oh, going out?“ .
هن مڙي ڏٺو ته مٿي واري بورياڻي، نهايت دلڪش مُرڪ سان ٻانهون ٻڌيو، بيٺي هئي ۽ جميل احمد وڏيڪ ڏٺو ته سندس زال انهيءَ ڪان وڌيڪ دلڪش مرڪ موٽ ۾ مٿي واريءَ کي ڏني.
”ها تورو ڪمرشل ايريا تائين وڃون ٿا.“
”Do it like good boys.“ بورياڻي وري ڪلندي چيو، ”توهانجي مسز تمام سٺي آهي Cute and innocent“
”What about me?“ محمد بخش سنڌي لهجي ۾ انگريزي ڳالهائي ۽ بورياڻي، پنهنجي تجربيڪار اکين سان کيس مُرڪي گهوريو.
”Handsome and good husband.“ بورياڻي چيو. محمد بخش پاڻکي واقعي جميل احمد سمجهڻ لڳو، پر سندس ’ڪيوٽ‘ ۽ ’انوسينٽ‘ زال جي ذهن ۾ لڳل ڪيسيٽ رڪارڊر تي اهي ساعتون، مرڪن ۽ لفظن سميت ٽيپ ٿي ويون.
”هلو توهانکي به ڊنر ڪرايون.“ جميل احمد چيو.
”No, sorry.“ مان ڪباب ۾ هڏي ٿيڻ نٿي چاهيان، هي توهانجا ڏينهن آهن. go and injoy“ ايترو چئي بورياڻي ڏاڪا لهڻ لڳي.
محمد بخش سندس لوڏ ڏسڻ لڳو ۽ سندس زال کي هنجا ڪَتيل وار صفا نه وڻيا.
ٻاهر رستي تي، محمد بخش، زال کي سندس پڇا تي ڪراچيءَ جا محاورا سمجهائي رهيو هو، ”ڪباب ۾ هڏي ڪونه ٿيندي آهي توکي خبر آهي – پر هنجو مطلب هو ته هرڪو پنهنجو ڪباب کائي.“

ان ڪانپوءِ، ڪيترا ڏينهن، محمد بخش کي مٿي واري بورياڻي جنهنجو نالو ٽينا هو، تنهن بابت خبرن جا بليٽن ٻڌڻ لاءِ ملند رهندا هئا. سندس زال هن مائي جي اچي پڇي ڪيدي ٻاهر ڪئي. هوندئن

بينا، سندن گھر ۾ ڪانہ ايندي هئي. رڳو ڏاڪڻين ۾ لهندي چڙهندي، مُرڪن جي ڏي وٺ ٿيندي هئي.

هڪ ڏينهن محمد بخش کي جوٽس ٻڌايو، ”هيءَ مائي نيڪ ناهي. پر سندس مائٽ ڏاڍا شريف آهن. مونکي هينئين ٻڌايو آهي. پر سندس مائٽ ڏاڍا شريف آهن. مائٽن سندس نالو ۾ شريفان رکيو هو.“

”پوءِ سندس مائٽن اهو نالو واپس ورتو ڇا؟“

”نہ نہ. مڙس کان ۾ طلاق ورتل اٿس.“

”اڇا.“

”ٻہ ڏيئون ۾ اٿس- هڪ ٻارهن سالن جي ۽ ٻي ڏهن سالن جي. ۽ ٻيو تہ....“

”باقي سياڻي ٻڌائجئين.“

”توهان کي رڳو چرچا ڪرڻ اچن ٿا.“

”چڱو بيان جاري رک.“

”آهي طلاق ورتل، پر اسانکي ۽ سيني کي وري مس ٽينا ڪري تعارف ڪرائي ٿي.“

”توکي خبر ناهي،“ محمد بخش پنهنجي زال جي علمي ڄاڻ وڌائڻ لاءِ چيو. ”زال شادي نہ ڪئي تہ مس، شادي ڪانپوءِ مسز- مڙس مرڻ ڪانپوءِ يا طلاق ڪانپوءِ هوءَ آٽوميٽيڪلي وري مس.“

”عجيب قاعدو آهي. پوءِ ٻيل ڪيترن پراون مڙسن سان گھمي ڦري، هوٽلون گھمي ۽....“

”ڪباب ڪائي،“ محمد بخش چيو. ”تنهنجو مطلب تہ هاڻ هوءَ پراوا ڪباب ڪائي ٿي.“

انهيءَ ساڳئي ڏينهن، ٽينا، محمد بخش جي گھر آئي سندس زال سان ڪِي زالائون حال اورياڻين. شام جو، محمد بخش کي جا بليٽن ملي سا ڪجھہ نرم ۽ سڌريل اکرن ۾ هئي.

”مرد ڪيڏا ظالم آهن.“

”چو خير تہ آهي.“ محمد بخش پڇيو.
”هن مٿين شريفان کي، هڪ شريف گهر مان ڪڍي ۽ پنهنجي غير شريفاڻي رويي سان هنجي زندگي تباهہ ڪري ڇڏي اٿس.“
محمد بخش جواب نہ ڏنو.
”اڄڪلهہ هڪ love affair هليس پيو.“
انهيءَ تي محمد بخش ڪن ڪَڙا ڪيا.
”ڪنهن فرم ۾ آهي. چئي تي تہ شادي ڪري states هليا ويندا.
محمد بخش کي سندس، شهدادڪوٽ جي ميٽرڪ پاس ٽيل زال جي واتان اکر ’اسٽيٽس‘ ڪجهہ عجيب لڳو ۽ پڇيائين، ”اسٽيٽس؟“
”ها ها يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف آمريڪا — اهڙو جَٽ ’سمجهيو اٿئي ڇا.“
”پوءِ تہ مزو اٿس آمريڪي ڪباب بہ کائيندي.“ محمد بخش جواب ڏنو.
”توهانکي رڳو مسخري سُجهي،“ سندس زال منهن ۾ گهنڊ وجهندي چيو. ”هن ويچاريءَ سان واقعي ٽرئجڊي آهي.“
”ڪهڙي ٽرئجڊي؟“
”هنجو مڙس ڪو ظالم ماڻهو آهي.“
”آهي يا هو.“
”نہ نہ، آهي. اڃا طلاق ڪانہ ملي اٿس ۽ هنکي پنهنجين ٻ ڌيئن سان بہ ملڻ نٿو ڏي. اڄ ايترو رني هئي هتي اچي.“
”پوءِ لو افيئر.“
”انهيءَ ڪري تہ شادي نہ ٿي آهي.“
”اسانجو ڪهڙو واسطو — تون مونکي زور ڏي.“
”توهانکي تہ خالي زور زور لڳا پيا آهن. پاڙي ۾ ڪنهنجي ڪم اچجي تہ ڪهڙي اربع خطا ٿي پيئي. پاڙو تہ نبين کي بہ پيارو هو.“
”اڙي جي نبي پيدا ٿين ها ڪراچي جهڙي شهرن ۾ تہ اها سنت ۽ حديث هجي ئي نہ ها.“
”پر جي اسين سندس ڪجهہ مدد ڪريون ....“

”ڪهڙي مدد؟“ محمدبخش تنگ سڏي ڪندي چيو.
”مان ٽينا کي توهانجي نالي چيو آهي ته اسين سندس مدد ڪري، ڪيس طلاق وٺرائي ڏيونس، ته جيئن هوءَ ٻي شادي ڪري شريفانا زندگي گذارڻ جهڙي ٿئي.“
”طلاق! چو ٿي مونکي طلاقن واري ڏنڌي تي هيرين.“
”نه نه، چڱي ڪم ۾ انڪار نه ڪجي. رب به انهيءَ ۾ راضي آهي.“
ٻئي ڏينهن جميل احمد، رب کي ۽ سندس زال کي راضي ڪرڻ خاطر ٽينا کي ٻڌو. هوءَ سندس سامهون صوفي تي ويٺي هئي. چڱي عمر جي هئي، پر ڇوڪرين جهڙي جسم واري، تنهنڪانسواءِ ڪپڙا سادا، پر نهايت وڻندڙ هيس. هوءَ نهايت ڌيمي ڌيمي، سادگيءَ سان پنهنجا ڏک سور ٻڌائڻ لڳي.
”توهين مڙس کان ڌار ڪڏهن ٿيا؟“
”ست سال it was in late sixties“
”توهانجا مائٽ؟“
”آهي هاڻ منهنجا مائٽ ناهن،“ ٽينا سگريٽ ڇپن تائين آڻيندي چيو.
” مان ڪٿجي ويٺي آهيان، living all alone without relatives, husband and my daughters.“ هوءَ به سا عتون ڇپ رهي، ”توهان منهنجي صرف help ڪريو ته جنهن ڪورٽ ۾ منهنجو divorce جو ڪيس آهي، سو جلدي تي وڃي.“
”پوءِ تنهنجو پروگرام؟“
”I will re-marry.“
”ڪنهنکي پسند ڪيو اٿئي؟“
”ها.“ زندگيءَ جي لاهين چاڙهين مان گذريل ٽينا جي چهري تي شرم ڦهلجي ويو.
”هو تنهنجي مدد نٿو ڪري؟“
”نه.“
”چو؟“

”مان سائس ڪوڙ ڳالهايو آهي تہ....“
”تہ تون آزاد آهين.“
”ها.“ هوءَ ڪجهہ دير خاموش ٿي ويئي.
”اصل ۾ الائي ڇو، مان ڪنهن ڪنهن وقت بنا سوچڻ سمجهڻ جي ڪوڙ ڳالهائيندي آهيان، ۽ پوءِ اهو ڇار منهنجي چوڌرف ڦهلجي ويندو آهي ۽ هڪ ڪوڙ کي لڪائڻ لاءِ وڌيڪ ڪوڙ ڳالهائڻا پوندا آهن.“
”ڪوڙ شروع ۾ تہ ڏاڍو سٺو هوندو آهي، پر پوءِ....“
”توهانکي ڇا ٻڌايان مان تمام out spoken آهيان. and I hate all these thing مان اهي ڳالهيون بہ عام طور تي ڪندي آهيان، جيڪي زالون نہ ڪنديون آهن. پر مونکي شرم نہ ايندو آهي. پر الائي ڇو. مان جنهن مهل بہ ڪوڙ ڳالهايو، سو منهنجي زندگي تي نهايت اثرانداز ٿيو ۽ مون انجي سزا عادتي ڏوهين کان وڌيڪ پوگهي. توهان کو غلط اثر نہ وٺجو. مان خراب عورت ناهيان. مان تمام سٺي گهر جي آهيان. پر شايد اهي سڀ ڪم ڪيا اٿم، جيڪي pros ڪنديون آهن.“
انهيءَ رات جو جڏهن محمدبخش جي رال، ڪيس ٻري سور سان زور ڏيئي رهي هئي تہ چيائين، ”هيءَ عورت ايتري تہ سٺي لڳي ٿي جو يقين نٿو اچي تہ ڪي اهڙا ڪم ڪندي هوندي. اڄڪلهہ جنهن سان لو افيئر هليس پيو سو شايد، ڪو وڏو پئسي وارو ماڻهو ٿو ڏسجي.“
”هن سان لو افيئر ڪير ڪندو - ڪنهنکي ڪتي ڪنئي آهي.“ محمدبخش جواب ڏنو.
”پر جيڪو بہ همراهہ اٿس تنهن جو شايد موٽرون جو ڪاروبار آهي.“
”توکي ڪيئن خبر پئي؟“
”روز رات نئين ڪار هيٺ بيٺي هوندي آهي.“
”ٿي سگهي ٿو تہ رات جو روز نئون همراهہ مٿي هجي... “
”نہ نہ ايتري بيحيا نٿي لڳي....“

ب ٽي ڏينهن گذريا جو محمدبخش آفيس مان موٽيو ته جوٽس کيس چيو، ”هوءَ مٺي واري ٽينا ڇنال آئي هئي توهان لاءِ.“

”منهنجي لاءِ!“

”ها چئي پئي ته جيئن ٿي اچي ته مٺي موڪليوس. وڃو مٺي.“

محمدبخش يا جميل احمد، پنهنجي زال کي گهوري ڏٺو جنهنجي طبيعت ٺيڪ نہ پئي لڳي.

”خير ته آهي؟“

”خير آهي. پر شريفان چوي ٿي ته کيس توهان ڏاڍا پسند آهيو.“

”پوءِ مان ڇا ڪيان. تنهنجي ڪهڙي صلاح آهي.“

”وڃو مٺي.“

”وڃان.“

”وڃي ب ڏسو. انهيءَ ڇنال کي وارن کان جهلي آها جٺ ڪريانس جو ياد ڪندي.“

”خير نٿو وڃان.“

”وڃو وڃو توهانکي ڏاڍو پسند ڪري ٿي.“

ايتري ۾ در تي کڙڪو ٿيو. محمدبخش در کوليو ته ٽينا بيٺي هئي، سندس اکيون گهٽو روئڻ ۽ ننڊ جي گورين جي استعمال ڪري، چهري تي نهايت نماياڻ پئي لڳيون.

” Oh please help me.“ هوءَ اندر اچي ويٺي.

”بهادرآباد پوليس اسٽيشن جي ايس ايچ او کي توهان سڃاڻو.“

”ڇو خير ته آهي؟“

”صبح جو مونکي ٿاڻي تي ڪال ٿيو هو.“

”ٿاڻي تي؟“

”ها – هوُ چون ٿا ته ڪنهن ب معتبر پاڙيسري کان ضمانت وٺي ڏي.“

”ڇا جي ضمانت؟“

”هو چون ٿا ته مان professional آهيان ۽ ....

پوءِ تون اهڙا ڪم ڇو ٿي ڪرين.“

هوءَ روئڻ جهڙي ٿي ويئي — پر پوءِ همت ڪري چوڻ لڳي، ”مان ضرور اڪيلي رهان ٿي، ۽ مونسان ضرور ڪي دوست ٿي هوندا آهن، ۽ جيڪڏهن منهنجي دل ٿي ۽ مان ڪنهن دوست ڪي پاڻ وٽ رات گذارڻ لاءِ وٺي آيس يا ڪڏهن ڪنهن دوست جو مون ڇيو مڃيو ته ڇا ٿي پيو. I am not whore“

”دل جا چيا مڃڻ ۽ دوستن جون دليون رکڻ ائين ٿي آهي، جيئن تون پنهنجي حياتي جي بنياد ۾ ڪوڙ جون سرون پئي رکين.“

”يار پر مان به انسان ذات آهيان،“ ٽينا چوڻ لڳي. ”منهنجون به needs آهن. I am not professional monetary & physical. مان سروس ڪريان ٿي. اٺ ڪلاڪ سخت پورهئي سان مونکي مهني ۾ ١٢٠٠ رپيا ملن ٿا. Enough for my livelihood“

محمد بخش ٿاٽي مان سندس جان ڇڏائي، جت ڪا ڪوڙي نالي سان درخواست ٽينا جي خلاف آيل هئي ۽ صو بيدار ڪيس ڏسي هرکي پيو هو.

”توهانجي مهرباني،“ ٽينا کيس چيو. ”نه ته هي ايس ايچ او منهنجي زندگي حرام ڪري ڇڏي ها.“

”ڇو؟“

“That bastard also wants to s eep with me”

”So what! سمجهه ڪٿي تنهنجو فرينڊ آهي.“

”پر مان کيس like نٿي ڪريان. he is horible man مان کيس ڪيئن اجازت ڏيان ته منهنجي جسم کي هٿ لائي. جڏهن مان.... مان.... beleive me I hate him“

ڪجهه ساعتن ڪانپوءِ ٻئي ڄڻا گهر موٽي آيا.

”جميل يقين ڪر مان رڳو انهن مردن ڪي پنهنجي جسم ذي هٿ لائڻ ڏيندي آهيان، جنکي مان چاهيندي آهيان.“

”پر اهي ڳالهيون آخر تون ڇو ٿي ڪرين؟“ محمد بخش جي زال پڇيو.

”مان پنهنجي مڙس کان بدلو وٺڻ ٿي چاهيان. You dont know that son of bitch. هو مونکي اڄ طلاق ڏي مان سپاٽي شادي ڪري، هي ملڪ ڇڏي وڃان — سڪون سان زندگي گذاريان.“
”انسان انسان کي ڪيترو عذاب ڏيئي ٿو.“ محمد بخش چيو.
”عذاب. عذاب ته هن مونکي ڏنا آهن. هن منهنجي زندگي خراب ڪئي. مونکي در بدر ڪيو. مونکان منهنجيون ڏيون ڦريون ۽ سال ۾ فقط هڪ دفعو هو انهن کي مونڏانهن موڪليندو آهي ۽ انهن کي سيڪاري موڪليندو آهي، ته جيئن هو مونکان سوال ڪن، ته اڄڪلهه مان سندن پيا جي بدران ڪهڙي مرد سان گهمان ٿي.“
ٽينا جو آواز پرجڻ لڳو، ”مان هڪ تير سان ٻه شڪار ڪريان ٿي. منهنجي جسماني ضرورت پوري ٿئي ٿي ۽ هن سن آف بچ کي ذهني عذاب ملندو هوندو. پر هاڻ مان طويل جنگ کان بيزار ٿي پئي آهيان. مونکي سڪون کپي ۽ منهنجا اعصاب وڌيڪ برداشت نٿا ڪري سگهن.“
ٽينا ته مٿي ويئي هلي، پر منهنجي زال باقاعدي اعلان جنگ ڪيو،
”هاڻ اها همدردي ٻمدردي ختم ڪريو. اڄ،ٻڌائي ٿي ته جنهنکي چاهي، اُن کي پاڻ سان سمهاري ٿي ۽ سپاٽي توهانکي ٻه ٻڌائيندي ته هوءَ توهانکي ٻه چاهي ٿي ته پوءِ —“
”مان ته تنهنجي سفارش تي....“
”بس مون سفارش واپس ورتي. اڄ ٽائي تي ويا آهيو. سپاٽي الائي ڪيڏانهن وڃو. انساني همدردي جي ٻه حد ٿيندي آهي.“
”تون سمجهين ٿي ته مان....“
”اهو سمجهڻ وسجهڻ ڇڏيو. مردن تي ڪو ڀروسو ناهي.“
”پر مون تي ته ڀروسو ڪر. مون جهڙو مسڪين ۽ فرمانبردار مڙس ڪٿي هوندو.“
”خدا جي واسطي اها فرمانبرداري، مان ٽائين رکجو....“

انهيءَ ڪانپوءِ سندس زال ۽ ٽينا ۾ سرد جنگ، هڪ طرفي شروع ٿي
چڪي هئي ۽ ڪيس روز رات جو مختلف گاڏين جا نمبر ۽ ايندڙ
مردن جي شڪل شبيهه ۽ ڪپڙن بابت تازيون تازيون بليٽنون ٻڌڻ
۾ ايندڙيون هيون.

گذريل سيپٽمبر جي انين تاريخ تي ٻه اهم واقعا ٿيا ــ محمد بخش ۽
سندس زال ۾ جهيڙو ــ صبح مرداني سان ــ ۽ پيو ٻن سوزوڪي وئن
۾ ٽينا جي فليٽ جو سامان پئي ويو. محمد بخش، ٻنا نيرن جي جڏهن
آفيس پئي ويو ته ڏاڪڻين ۾ ڪيس ٽينا ملي.

”مان هي فليٽ ڇڏيان پئي ۽ سمورو سامان وڪڻي ڇڏيو اٿم.“

“Going with a friend.”

”نه نه، all friends are sons of bitch. They only want to sleep with me - that's all.”

”پوءِ ڪيڏانهن تياري آهي.“

”تياري؟ خبر ناهي. مان جاب به ڇڏي ڏني.“

”ڇو؟“

“Oh that bald boss with dirty face also wanted to screw me.”

”جاب به ناهي. فليٽ به ڇڏين پئي. سامان به وڪڻي ڇڏيو اٿيئي.“

”مان چاهيان ٿي ماضي و ساري ڇڏيان. لائف کي ٻيهر اسٽارٽ
ڪرڻ چاهيان ٿي. I mean from very begening - with new things,
atomosphere and new faces. مان هي زندگي ٣٨ سال گذاري آهي.
هاڻ نئين with last ten years of torture — continuous torture.
ماحول نون ماڻهن ۾ نئين زندگي گذاريندس ــــ ٻي زندگي ۾ به جي
ڏارچر داخل ٿيو، ته I think by that time I would be nearer
towards end of my life — but I can't afford to keep all these
dirty things continued around me — I want to suspend them,
if can not finish them.”

ايترو چوندي، ٽينا جي مرڪندڙ چهري تي جيڪو ماضيءَ جو

عذاب لڪل هو سو نهايت چٽي ريت محسوس پئي ٿيو.
"Don't fight with your life!" محمد بخش چيو.
"Don't fight with your wife" هن مرڪي ڳالهه بدلي.
"هنڪي ڪراچيءَ جي هوا لڳي آهي."
"ڇا ٿيو؟"
"بس ڊيماندس، ڊيماندس ائنڊ ڊيماندس. اڄ صبح جو ٻه منهنجي بيگ جي چابي الائي ڪٿي رکي ڇڏي اٿس، ملي ٿي ته مونکي بيگ جو تالو ٽوڙي ڪپڙا ڪڍڻا پيا. She is become so careless."

محمد بخش ته ويو هليو. پر سندس ذهن تي ٽينا الائي ڇو ڇانئجي ويئي هئي.
ٻنپهرن مهل، جڏهن ٽينا، هڪ سوٽ ڪيس کڻي، هيٺ بيٺل ٽيڪسي ڏانهن وڃڻ لڳي، ته هن در ڪڙڪائي محمد بخش جي زال سان موڪلايو ۽ چيائين، "Naughty girl don't fight with your husband"
"منهنجو مڙس تمام unreasonable ٿي پيو آهي."
"ڇري. مرد هميشه ان ريزنبل ٿيندا آهن جو هيءَ سوسائٽي سندن ناهيل آهي. اهي عورتون ئي آهن. جنکي هرڪا ڳالهه سهڻي آهي. مونکي ڏس ...."
"ڳالهه ڇا هئي جنهن تان وڙهيو. هڪ خسيس چابي الائي ڪٿي رکي هير ...."
ٽينا هنکي پاڪر پائو ۽ ويندي مهل آهستي سان مرڪندي چيو، "ڇري پنهنجي چابيءَ کي سنڀالي رک. جان ڪان ٻه وڏ ــ مون وانگر چابي وڃائي ڇڏيئي ته زندگي جا موهيندڙ عذاب شروع ٿي ويندا، پوءِ الائي ڪيترين ڊپليڪيٽ چابيون ملن ــــ پر اوريجنل، اوريجنل آهي."
پوءِ ٿڌو ساهه کڻندي چيائين، "And also life long with happyness, security & peace."
ٽينا پوءِ ڏاڪا لهڻ لڳي. (١٩٧٩)

# بيگار ڪئمپ

اَها چنڊي تاريخ ۲۹ مئي هئي ۽ سال چوراسي. مون حياتيءَ جو نئون پنو اٿليو هو. اِها سٽ يا جملو، ادبي ٻولي، ۾ چڱو لڳي ٿو، پر سؤليءَ ۽ سليس سنڌيءَ ۾ مون سان ويٽن هئي. مون نظر جي عينڪ، خيرن سان پاتي هئي. مون سمجهيو چڙهي جوانيءَ کي ڪاٽ لڳو هو. اکين جهڙي قيمتي عضوي جي ڪمزور ٿيڻ تي، مونکي، بدن جا ٻيا به قيمتي عضوا ڪمزور محسوس ٿيڻ لڳا. جيتوڻيڪ بلڪل ڪمزور نه هئا. عينڪ جي نسخي ملڻ ڪانپوءِ، پاڻ کي اهڙي مسافر وانگر سمجهڻ لڳس، جنهنکان ايڪسپريس ٽرين ڇُٽي ويئي هجي ۽ پريان پئسينجر ٽرين کي دڏڪ دڏڪ ڪندي ايندو ڏسي، من کي ماندو نه ٿيڻ جي آٿت ڏيندو هجي، ته آهيان ته سوار، پوءِ ايڪسپريس وارو نه ته پئسينجر وارو سهي. اويل سويل وڃي منزل پهچندس.

منهنجي زال کي به ان ڳالهه جي خبر نه هئي ته ڪو پتار جو نور گهٽ ٿي ويو آهي. هونئن به آءٌ زال جي ليکي ۾ آلو نور مٽي جو سور هئس. جڏهن گهٽ نظر جي نفيس فريم واري عينڪ پائي، کيس پاڻ ڏيکاريم ته مون اهو سمجهيو هو، ته ضرور چوندي ته اوهين عينڪ ۾ وڌيڪ اسمارٽ پيا لڳو — پر يڪدم پڇيائين، ”خير ته آهي جو نظر جي عينڪ پاتي اٿو؟“

”ها مڙيئي ٿوري نظر گهٽ ٿي ويئي آهي.“ مون چيو.

”ويجهي جي يا پري جي؟“ ٻيو سوال.

”ويجهي جي.“ مون هڪ فرمانبردار مڙس وانگر حقيقت بيان ڪئي.

”آءٌ هاڻ سمجهيس....“

”وري ڇا سمجهيو تو....؟“ مونکي ڳئتي تي پئي.
ٻه ٽي ڏينهن اڳ، وي سي آر تي زينت امان کي ڏسي چيو هوم ،
”زينت امان ڏاڍي متاري تي پيئي آهي.“
”متاري ــ؟“ مون واري زال رڙ ڪئي.
”ها ڏس ٻانهن ڪيڏي نه ٿلهي اٿس.“ مون سادگيءَ ۽ ايمانداريءَ سان چيو.
زال ڪاوڙجي پئي، ”اِها ٻانهن ناهي، سٿر آهي زينت امان جي ــ“
وري چوڻ لڳي، ”ٽرمينلر جي سونهن ۽ صحت متعلق ڪهڙو خيال اٿئي؟“
”پراون مردن جي ڳالهه نه ڪر،“ مون يڪدم پنهنجي غلطي محسوس ڪئي، ”پرنٽ خراب آهي. منهنجي نظر ايتري نه خراب ناهي جو ٽنگ کي ٻانهن سمجهان.“ ڪلي جان ڇڏايم.
خير اها نه هئي ٻه ٽي ڏينهن اڳ جي ڳالهه، پر ڪالهه عينڪ ۾ ڏسي چيائين، ”آءٌ هاڻ سمجهيس .... آءٌ ٻه چوان ته هي ٻن ٽن مهنن کان سؤلي منهن مون سان ڳالهائڻ ٻه بند آهي. پرسان لنگهان ٽڏهن ٻه سائينءَ کي خبر نه ــ جي ساڳئي صوفي تي ويٺي هجان ته ٻه مڙيوئي خير.“
”پر مون تو سان ڳالهائڻ ڪڏهن بند ڪيو؟“
”اِهو پري سور وارو ڳالهائڻ ٻه ڪو ڳالهائڻ آهي. ويجهي جي نظر خراب آهي. خير پري جا ڪهڙا حال آهن؟“
”نُور پيو جهڪو ٿئي تون پئي پري جا حال احوال پڇين ، مون چيو ، ”هاڻ دل چئي تي ڪو صوفيانو ڪلام ٻڌان. خواجا فريد جو .... ميڏا تي گيا حال بيماران ....!“
”حال بيماران .... !“ زال شروع ٿي، ”هي ڪالهه ادا مشتاق سان ڪهڙي سڪينا جا حال پئي ٿيا نه جنهنجيون اکيون ڇڻ مشعلا هيون.“
”ڇا پئي ٻڪ ڪرين،“ مون چيو ، ”سڪينا نه منهنجي وڏي ڀيڻ جو نالو آهي. باقي رهيون اکيون سو ڪالهه ڊاڪٽر ٻڌايو نه هڪ

اک ۾ موتيو پاڻي لهي آيو اتس. توکي لڳي آهي مشعالا جي." مون چڙ مان چيو. پر ڪالهه مشتاق سان ڪيل ڳالهه به دل تي تري آئي.
"توکي ڇا وٺيو آ سڪينا ۾؟" مشتاق پڇيو.
"توکي نٿي وٺي؟" مون پڇيو.
"بس ٺيڪ آهي."
"رڳو ٺيڪ آهي!" مون ٿڌو ساهه ڀريو، 'ڇريا هن جون اکيون ڀريل مشعلو ن نه آهن، پر وسڪيءَ جا ڀريل پيالا آهن. مونکي ته سندس اکين تباهه ڪري ڇڏيو آهي. جي واندو هجان ها ته ضرور عشق ڪريانس ها." مون پنهنجي بيوسي ظاهر ڪئي.
"اڇا ته سڪينا سمون جي ڳالهه آهي. پر مون ته ٻڌو آهي هوءَ ٽي بيءَ جي مريض آهي. خير تنهنجو ڏوهه ناهي. شادي شده مردن کي ڪڏهن اهڙا دورا پوندا آهن. سياڻي روحي بانوءَ لاءِ روح سڪندئي. پر گهريلو ۽ پالتو مڙس، چوطرف نئوس نئوس ڪري پوءِ سڄا پنهنجين جوين سان هوندا آهن. بيو ويچارا ڪري به ڇا ٿا سگهن."
مونکي مشتاق جي ڳالهه نه وٺي. هونئن روحي بانو لاءِ به روح سٺ، ڏني هئي، پر تنهن زماني ۾ آءٌ صفا ڪنوارو هوس ۽ شادي ٿيندي ئي من تان لهي وئي. پر سڪينا سمي جي نظرن جي فوڪس ۾ هڪ دفعي جي ڪو اچي ويو ته پوءِ پاڻ ٽي بيءَ جو مريض هوندو. هيءَ نظر آسمان تڪيندي ته گهٽ نه ٿي آهي.
اڇا سوچ جو ڊارو هليو ئي پئي ته مون واري زال رڙ ڪئي: (شروع شروع ۾ آواز منڙو هوندو هوس) "هاڻ مهرباني ڪري آءٌ جڏهن به ويجهي هجان ته عينڪ ضرور پائيندا ڪريو."
"عينڪ ور تي انهيءَ ڪري اٿم جو چاهيان ٿو ته احياء محبت ڪجي."
"ڇا!" زال وري رڙ ڪئي، "ڪهڙي محبت ڪجي- بي حيا محبت؟" وري ٿورو مرڪي چوڻ لڳي: "ڪهڙي به هجي پر اوهان محبت ته ڪريو."

”بي حيا محبت نہ،“ مون چيو، ”احياء محبت يعني محبت کي نئين ِسر اُڀارڻ. اها عبرت اخبار واري ٻولي آهي. اسين مسلمان جڏهن ٻہ ڏسندا آهيون تہ هاڻ دين کان گهڻو پري وڃي چڪا آهيون، تہ مسلمان ياٿر جهڙي عربي فارسي جا چاڻو هوندا آهن، سي احياء دين جو نعرو هڻي مسلمان ۾ اسلامي جذبي کي نئين سر اُڀارڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. هر ويهين پنجويهين سال اسين عام طور تي اسلام کان پري ٿي ويندا آهيون.“

”هاڻ بس ڪريو،“ مون واري زال چيو، ”مرد پوڙها ٿيندا آهن تہ محبت جو گهٽ ۽ مذهب جو وڌيڪ ذڪر ڪندا آهن.“

اڃا منهنجي زال جو ليڪچر هلي ها، پر ايتري ۾ منهنجي بيبي ڪمري ۾ آئي ۽ ماڻس کي چيائين: ”امي، ڪڪي موڪل پئي گهُري.“

”چو؟“ (ڪِڪي نوڪرياڻيءَ جو نالو آهي.)

”چئي ٿي تہ پيٽ ۾ سُور آهي. شام جو ايندي.“

”ڪو ضرور ناهي موڪل جو.“ مون واري زال وراڻيو.

”موڪل ڏيڻ ۾ ڇا ٿي پوندو. ڪيس پيٽ ۾ سُور آهي.“ مون ڪِڪي جي وڪالت ڪئي، ”توکي جڏهن گئس ٿيندو آهي تہ پوءِ.... ڇڏ تہ وڃي دوا درمل ڪري ويچاري.“

”مونکي خبر آهي ويچاريءَ جي،“ زال چيو، ”.... ۽ جيڪو پيٽ ۾ سور اٿس تنهنجي بہ خبر اٿم. آيو هوندس هو ڏڱڙو نڪمو مڙس ڪٿي جيئي.“

”سڀ زالون شروع شروع ۾ ائين ڪنديون آهن،“ مون چيو، ”توکي جڏهن پٺيئين چوندو هو بابا رات رهي پؤ تہ ڪيئن چوندي هئين هُو صبح جو سوير آفيس ويندو ۽ کيس تڪليف ٿيندي.“

خير منهنجي اِنهي جملي سان ڪڪي ويچاريءَ کي موڪل ملي، پر انهيءَ شرط سان تہ جيئن ئي پيٽ جو سُور لهيس تہ اچي ٿانو ٿپا ڌوئي — پر ٻهرين پنهنجو مٿو ڌوئي.

اڄ شام جو مشتاق گهر آيو. مون يڪدم زال سڳوريءَ کي چانهہ ٺاهڻ

لاهہ چيو. هوءَ ٻري سور سان آئي. ڪـِڪي شايد اڃا چاڪ نہ ٿي هئي نہ تہ زال مون واري اِتان ئي بي سُري (ڪنهن زماني ۾ سُريلي) رڙ ڪري ها.

”ٺيڪ آهي آءٌ وڃان ٿي. توهان ويهي پرائي زالن جا قصا ڪٿيو.“

”اڙي پرائي زالن جي قصن سان ڪيترو بہ ڪارو منهن ڪريون،“ منهنجو موڊ خراب ٿي ويو، ”ـــ پر اڇهو منهن وري بہ توهان سان ئي ٿا ڪريون.“

زال ڪِچن ۾ پهتي. مون شروع ڪيو، ”ڏٺئي رات؟“

”ها غضب جا ڊانس هئا!“ مشتاق چيو.

”ڇڙو ڊانس؟ صفا چوٽ آهين. اڙي مصري عورت ڇا آهي؟ واهہ واهہ! خدا ڇڻ آرڊر تي ٺاهيون هجن. لڳي ائين ٿو تہ موڪل جي ڏينهن تيءُ خلقيل آهن.“

”يار اسان واري وي سي آر جو هيڊ ڪجهہ خراب آهي سو گهڻو مزو نہ آيو.“

”ڇا قد هو، ڇا بُت هو،“ منهنجو دماغ ڦرڻ لڳو، ”ڇا فِگر اٿن. هڪ آئو نس بہ ايڪسٽرا گوشت نہ آهي. وڃي ٿيا خير. اسان تہ ٻروچ سڳوري جي قول موجب: غيبات جي ور ڇڙهيل آهيون.“

مشتاق بہ ڪُليو: ”هونديون ڪـِن جي نصيب ۾. اسان تہ ساڳئي ڦرهـَي تي سنجي سنجي وائي سُورن ۾ اڙجي ويا آهيون. تڪڙ ۾ ٻيو آتان تہ چيلهہ کي الائي ڇا ٿيو وڃي.“

”ها پيٽسان هڪ جانورن وانگر ڪمايون، ٻيو گهر ۾ ٻارن جي ڇانگ. پنجاهہ سال عمر ۾ بہ پوري نہ ٿي آهي تہ سڏجون پيا بزرگ ۽ ذميدار هيڊ آف فئملي.“ مون چيو، ”واندڪائي نصيب ۾ ناهي. جي ڪٿي ٿوري گهڻي ملي بہ، تہ ويهن سالن کان لاڳيتي پناري پيل زال جي بلي خرچ ٿيو وڃي، ۽ پوءِ آهن ريوميٽڪ پين، گئس، ڪوليسٽرال ۽ ڊايابيٽس جا آلڪا ـ بلڊ پريشر ڪڏهن لو تہ ڪڏهن هاءِ.“

ايتري ۾ ڇانهہ جي ٺانون جو آواز آيو.

”ڳالهه ڪي بدل — غيبات پئي اچي.“ مون چيو ۽ کلڻ لڳس.
”ضرور منهنجي گلا ڪندا هوندا.“ زال ايندي پڇيو.
”نه اسين هيما مالنيءَ جي گِلا ڪري رهيا هئاسين.“ مون چيو.
”ڪهڙي گِلا؟“
”ڀهڙو منهن ملوڪ اٿس، قد سٺو اٿس — پر چيلهه تمام ويڪري ٿي ويئي اٿس.“
”آخر شادي ڪيل اٿس،“ منهنجي زال چيو. ”چيلهه ويڪري نه ٿئيس ته ڀيو ڇا تنگ ويڪري ٿئيس. اوهانکي پرائين عورتن ڪانسواءِ ٻيو به ڪجهه سُجهي ٿو؟“
”ٻيو ڪجهه جو مطلب ڇا؟“ مون پڇيو ۽ مشتاق چانهه پيئڻ لڳو.
”ٻيو ڪجهه مطلب نه پنهنجين زالن متعلق ڳالهائڻ ۾ ڇا گسي پوندا. پهرين ته محبت جا راڳ ڳائي ڳائي ٿڪندا ئي ڪون هئا.“
”پاپي —“ مشتاق وچ ۾ ڳالهايو، ”اوهان فسڪلاس پاپي آهيو ۽ عاليشان چانهه ٺاهي اٿو.“
مون چيو: ”بدو، هڪ نهايت سياڻي چيو آهي ته پنهنجي زال کي ور ور محبت جو اظهار ڪري، يقين ڏيارڻ ائين ئي آهي، جيئن ڪو جرنيل فتح - ڪيل - قلعي کي گهيري ۾ آڻي ٻيهر تيمر فتح ڪندو هجي.... جڏهن ته قلعو ويچارو اڳئي فتح ڪيل آهي. اهڙين فتحن ۾ ڪهڙو مزو.“
مون ته ڪ ڏنو ۽ مشتاق کلڻ لڳو.
”ادا —“ منهنجي زال (فتح ٿيل قلعو) ڳالهه بدلائي، ”پاپيءَ جي مائٽن سان ڪا صلح ٿي؟“
”نه پاپي،“ مشتاق چوڻ لڳو، ”هاڻ ته منهنجي سنئين سڌي زال جو به دماغ خراب ڪري ڇڏيو اٿن.“
”مان سمجهان ٿو،“ مون پنهنجو تازو فلسفو بيان ڪيو، ”ته هن دؤر ۾ جي ساهرا پنجابي آهن ته نانيءَ جو پنهنجي جند جو اثر رسوخ جي صوبائي ليول تي نه، ته گهٽ ۾ گهٽ ڊويزنل ليول تي مارشل لا اختياري وارن سان ضرور هجي. نه ته همراهه رلي ويندو.“

منهنجي انهيءَ چرچي تي مشتاق ٺهڪ ڏيڻ لڳو، پر پوءِ سنجيدگيءَ سان چوڻ لڳو، هاڻ ته منهنجي زال به ڳالهه ڳالهه تي مارشل لا جي ڌمڪي ڏيئي ٿي.“

اسين ٻئي کلڻ لڳاسين. پر منهنجي زال چوڻ لڳي، ”الله ڪري اسان جهڙين سيني زالن جا پاٽر يا مائٽ فوج ۾ ضرور هجن. تڏهن مڙس سڌا هوندا.“

”پاپي، اوهان ٻنهي جي پٽ کي فوج ۾ داخل ڪرائيجو.“ مشتاق چيو.

”ڀلي داخل ڪرائي پٽ کي فوج ۾،“ مون کلندي چيو. ”تيسين آءٌ ڦٽڪن کائڻ جي عمر کان چڙهي ويندس. اسين رڳو ڦٽڪن کان ٿا لهرايون.“

الائي ڪهڙو ڪم هو جو منهنجي زال ڪمري مان ويئي هلي ۽ مشتاق به ڳالهه بدلائي، ”ڪالهه اخبار ۾ پڙهيم ته هڪ ماڻهو جنهن کي پندرهن سال اڳ خرڪار ڪٽي ويا، سو موقعو ملڻ تي بيگار ڪئمپ مان ڀڄي ويو، پر ڪجهه هفتن کان پوءِ وري اچي بيگار ڪئمپ ۾ شامل ٿيو. سبب اهو ته انهيءَ ڪئمپ جي زندگيءَ ۾ اهڙو هري مري ۽ ائڊجسٽ ٿي ويو هو، جو ٻاهر جي آزادي به کيس نه ڀائنيئين پئي. عجيب خبر آهي. آهي يقين ڪرڻ جهڙي؟“

”آهي واقعي عجيب،“ مون تي فيلسوفاڻو دؤرو پوڻ لڳو. ”پر هڪ ڳالهه آهي ته مرد به هڪ طويل عرصو شادي شده زندگي کان پوءِ پاڻ کي ائين محسوس ڪندو آهي، ته هو به خرڪار جي چنبي ۾ آهي ۽ گهر گرهستي هڪ بيگار ڪئمپ وانگر آهي.“

مشتاق کلڻ لڳو، ”ائين ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟“

”نه نه آءٌ چرچو نه ٿو ڪريان،“ مون چيو، ”هي زندگيءَ ۾ هڪ جهڙائپ زهر آهي. من جي محب عورت، وفادار زال ۾ تبديل ٿي ۽ پوءِ اُن جو روپ آهستي آهستي بدلبو، ماءُ جي شفقت وانگر ٿيندو وڃي. منجهانس محبوبيت جو عنصر، مرد کي فتح ڪرڻ واري ڏينهن کان ئي ختم ٿيڻ شروع ٿئي ٿو. هوءَ شاديءَ کان پوءِ مڙس

جي دل ۾ نظرن واري اصل روُٽ بلدران، بهترين طعام ٺاهڻ ۽ پيٽ واري رستي کان وچڻ چاهي ٿي. مڙس ته سندس ڪچڻ ۾ ڪيل ڪارنامن مان خوش ٿئي ٿو. سليقو به وٽيس ٿو. گهرجي ڊ رائنگ روم جي سجاوٽ جو وڏيڪ خيال هوندو آهي به نسبت مرد جي جذبات جي. مرد ويچارو، ننڍڙي پٽ جي ڊي. هائڊ ريشن ۽ لوُز موشنس جي رنگت، ۽ ٻيبيءَ جي اسڪول يونيفارم جي اوچتو بدلجڻ، ۽ وڏي ٻيبيءَ جي پير يڊس شروع ٿيڻ جي انڪشاف جا هڙئي ڪئپسول ڳيهي وجي ٿو. پر انهيءَ گهريلو-پالتو مڙس ۾ جيڪو مرد لڪل آهي، سو چاهي ٿو ته زندگيءَ جي لذت حاصل ڪريان ۽ جيڪو evil سندس بت اندر قيد آهي، سو حياتيءَ ۾ پنهنجو حصو ادا ڪرڻ چاهي ٿو."

"پر يار - اِن سان گهريلو زندگي متاثر ٿئي ٿي. زال ٻار.... وڏو ڪتراڳ ٿي پوي ٿو." مشتاق ائين چوڻ لڳو جڻ ڪا ڪڙي گولي ڳيهي پيو.

"صحيح آهي...." مون چيو.

"چا صحيح آهي؟" مون واري زال ڪمري ۾ ايندي پڇيو.

"صحيح اهو آهي ته مرد هڪ ئي عورت سان سمهڻ کان پوءِ به پنهنجي زال سان وفادار رهي ٿو...." مون وري فلسفو شروع ڪيو.

"ڪهڙو مرد ڪهڙي زال. هوش ۾ آهيو."

"نه نه منهنجي ڳالهه ٻڌ،" مون چيو، "بائلاجيڪلي مرد ڊ فرنٽ آهي جڏهن ته عورت نه ...."

"اچا ته ڳالهه ايستائين وچي پهتي آهي." زال سيريس ٿيڻ لڳي.

"مونکان پڇ ته اهو live بائلاجيڪلي ڪتي ڪتي ڪارو منهن ڪري چڪو آهي ۽ آهي چنالون آتي وفادار آهن ۽ توهان هت برابر وفادار رهندا اچو."

"Evil ويچارو ته اچا جسم ۾ قيد آهي ۽ بيگار ڪئمپ مان وجهه ملي ته ڪي ٻاهر نڪري." مشتاق چوڻ لڳو.

"ادا اوهان فيصلو ڪريو...." منهنجي زال چئنل بدلڻ ٿي چاهيو.

”هاڻ فيصلا پيصلا بند ڪر،“ مون چيو، ”الله جي خلقيل جانورن منجهان رڳو انسان کي خبر آهي ته موت اچڻو آهي. ٻين کتن ٻلين کي نه. پر آهي به پنهنجي نيچرل حياتي گذاري وڃي ٿا پار پون. ۽ اسين چاهيندي به ڪجھ نٿا ڪري سگهون. ليبل لڳن ٿا ڇوڪرو، جوان، شادي شده، ٻارن جو پيءُ، ڏاڏي يا راڄ جو چڱو مڙس ۽ آخر ۾ اڇا وار اٺو خوار! ڪيترو نه قابو آهيون ريتن رسمن ۽ پنهنجن ٺاهيل قانونن ۾....“

”ڀلا توهان شادي شده زندگيءَ کي بيگار ڪئمپ ٿا سمجهو ته پوءِ ڏاهيو ڪئمپ ڪي؟“ زال پنهنجي اصليت تي اچڻ لڳي.

”انهيءَ ڪئمپ جون ٻاڙون ايڏيون ته گهريون آهن، جو ڇڏڻ چاهيون به ته ڪو نه ڇڏي سگهنداسين ۽ اخباري خبر وانگر آزاد ٿي به ۽ temporary deviation from the constitution ڪرڻ کان پوءِ به ڪٿي ڇٽي واپس ڪئمپ لائف ۾ اچي حاضر ٿيندا سين — پنهنجي خرڪار اڳيان. صبح جو سويل اٿڻ، تيار ٿيڻ ۽ فتافٽ آفيس يا ڊيوٽي تي پهچڻ. صبح کان شام تائين هزار ڪوڙ ڳالهائڻ، ٻين مان جائز ناجائز پئسا ڦرڻ، اها سڀ محنت مشقت ڪنهنجي لاءِ....“

”اهو رڳو منهنجي لاءِ آهي؟“ زال رڙ ڪئي.

”رڙيون نه ڪر، ٻڌ. اهو سڀ انهيءَ طلسمي تڪساٽ کي قائم رکڻ لاءِ ضروري آهي، جيڪو شروع شروع ۾ ڏاڍو سهڻو من موهڻو لڳو ٿي ۽ جنهن آهستي آهستي بيگار ڪئمپ جي شڪل اختيار ڪئي آهي.“

”انهيءَ جي معنيٰ ته....،“ منهنجي زال چوڻ لڳي، ”مون پنهنجي ساري زندگي تنهنجي ۽ تنهنجي ٻارن جي پويان ضائع ڪئي، تنهن جو ڪو قدر ناهي....؟“

”قدر آهي. هزار بار آهي. تڏهن ته سڄو ڏينهن سخت جسماني ۽ ذهني پورهئي کان پوءِ به وري سرڪار خرڪار ۾ حاضر ٿيون ٿا. جي پورهيو ناهي ته گهر گرهستي قائم ناهي. هن بيگار ڪئمپ کي نه چاهيندي به قائم دائم رکڻ لاءِ سائين ٻڌل آهيون.“ منهنجو

بلڊ پريشر هاءِ ٿيڻ لڳو، ”سمجهين ٿين تہ تون شام جو هٿ منهن ڌوئي، ڪپڙا بدلائي، سنئين سينڊ ڪڍي، چپن تي لپسٽڪ هڻي، جڏهن آءٌ ٿڪل ٽٽل گهر موٽان ٿو، تہ تنهنجي چهري جي ڪتابي مرڪ، منهنجي سڄي ٿڪ کي ختم ڪريو ڇڏي —۽ پوءِ شروع ٿين ٿا گهريلو راڳ....“

”پوءِ آخر ڇا کپي اوهان کي....؟“

”مونکي کپي منهنجي محبوبا، جيڪا شب خون هڻي منهنجي زال ٿيڻ کان پوءِ تومان ختم ٿي ويئي. تون محبوبا مان زال ۽ زال مان هاڻ پرفيڪٽ منهنجي جيجل ٿي رهي آهين. تون ٻڌاءِ. پنهنجي دل تي هٿ رکي پوءِ ٻڌائي، ڪٿي آهي منهنجي دل ۾ سمايل اها عورت، جنهن جي اکڙين ۾ هزار داستان هئا. جنهنجا چپ بنا لپسٽڪ جي بہ پُرڪشش ۽ جيئرا جيئرا لڳندا هئا ۽ جنهن تي پيل منهنجي هڪ نگاهہ بہ سندس لڳن ۾ مهيءَ وانگر ولوڙبي پئي هئي ۽....“

”هاڻ بڪواس بند،“ جيجل زال بحث کي ختم ڪندي چيو، ”اهي سڀ ڳالهيون تو مونکي ڦاسائڻ لاءِ ڪيون هيون. هاڻ هي وقت آهي جو پيو اوُل فوُل بڪين، ڪلهہ ڏي ڪُريج مان ڪڍ تہ هلي ننڍڙي کي ڊاڪٽر کي ڏيکاري اچون. صبح کان پيٽ خراب اٿس.“

”ٺيڪ آهي. بڪواس بند. مونکي اهوئي چوڻو هو. هرو ڀرو پنهنجي وت کان ٻاهر پئي ويس. پيو حڪم آقا؟“

انئين ئي اوڏي جسم جو راڪلس ڊهڻ لڳو ۽ واپس پنهنجي جنرڪ نيم ’مرد‘ کان، برانڊ نيم ’ننڍڙي جو پيءُ ۽ زال جو مڙس‘ ٿيڻ لڳس. (١٩٨٤ع)

# سهڻي پبليڪيشن جا شايع ٿيل نئي ڪتاب

نجم عباسي

جي ڪهاڻين جو نڪور ڪهاڻي ڪتاب

# دوکو

صفحا ٢٠٠ سهڻو ٽائيٽل قيمت ٢٠.٠٠

برک ليکڪ

## تنوير عباسي

جي مضمون ، خاڪا ۽ هڪ ان ڇپيل سفرنامو

# ترورا

سهڻو ٽائيٽل ، صفحا ٢١٠ قيمت ٣٠.٠٠

## پارت جي مشهور سنڌي ليکڪ

هري موٽواڻي

جو وڻندڙ سفر نامو

# جڙيل جن سان جند

سهڻو ٽائيٽل ، صفحا ٣١٢ ، قيمت ٣٣.٠٠

# سهڻي پبلڪيشن
# جا شايع ٿيل ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١. | اسانجي سنڌ ( ڪهاڻيون ) | مختلف ڪهاڻيڪار | ختم ٿيل |
| ٢. | اٺو سرنڊڙ ڪهاڻيون ( ڪهاڻيون ) | مختلف ڪهاڻيڪار | ختم ٿيل |
| ٣. | وايون وڻجارن جون ( سفرنامو ) | الطاف شيخ | ختم ٿيل |
| ٤. | بندر بازاريون ( سفرناموں ) | الطاف شيخ | ختم ٿيل |
| ٥. | غدار (ناوليٽ) | ڪرشنچندر | ختم ٿيل |
| ٦. | سونهن، پٿر ۽ پيار ( ڪهاڻيون ) | طارق اشرف | ختم ٿيل |
| ٧. | ميرو ڌاڙيل (ناول) [ٻيو ايڊيشن] | طارق اشرف | ١٨.٠٠ |
| ٨. | ڳاڙها هٿ، پيلا چهرا ( شو ) | ذوالفقار سيال | ١۴-٠٠ |
| ٩. | رشتا ناتا ( ڪهاڻيون ) | نجم عباسي | ختم ٿيل |
| ١٠. | پيار جي پري ( ڪهاڻيون ) | غلام رباني | ختم ٿيل |
| ١١. | بدمعاش ( ڪهاڻيون ) | جمال ابڙو | ختم ٿيل |
| ١٢. | سفيد وحشي ( ڪهاڻيون ) | شيخ اياز | ختم ٿيل |
| ١٣. | سمنڊ جي ساڃهه ( سفرنامو ) | الطاف شيخ | ختم ٿيل |
| ١۴. | منهنجي حياتي سونا روپا ورق ( آتم ڪهاڻي ) | پوپٽي هيرانندائي | ختم ٿيل |
| ١٥. | رُڃ ( ڪهاڻيون ) | اَمر جليل | ٣٠.٠٠ |
| ١٦. | جاني تہ جهاز ۾ ( سفرنامو ) | الطاف شيخ | ختم ٿيل |
| ١٧. | اها شام ( ڪهاڻيون ) | مرتب: ولي رام ولڀ | ختم ٿيل |
| ١٨. | ٻار سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ ( ڪهاڻيون ) | موهن ڪلپنا | ٨٠.٠٠ |
| ١٩. | ڏوري ڏوري ڏيهه... ( سفرنامو ) | تنوير عباسي | ٢٠-٠٠ |
| ٢٠. | ٻمي ( ڪهاڻيون ۽ مضمون ) | نسيم کرل | ١٦-٠٠ |
| ٢١. | اَڌوري اُڌام ( ڪهاڻيون ) | بشير موريائي | ١٦-٠٠ |
| ٢٢. | تروورا ( مضمون، خاڪا ۽ سفرنامو ) | تنوير عباسي | ٣٠-٠٠ |
| ٢٣. | جڙيل جن سان جند ( سفرنامو ) | هري موٽوائي | ٣٢-٠٠ |

ست ستر اسي
غلام نبي مغل

وڏن سنڌي
ڪهاڻيڪارن ۾
غلام نبي مغل جو
نالو بہ شمار ٿئي ٿو
غلام نبي مغل کي
نثر لکڻ جو ڏانءُ
اچي ٿو.
مغل جي ڪهاڻيءَ ۾
اسلوب جي خوبصورتي،
خارجيت، سادگي،
واقعات جو پيچ و خم،
۽ ڪردار نگاريءَ جي تيزيءَ
مان تاثرات پيدا ڪرڻ جو
فن ملي ٿو.
- شمس الدين عرسائي

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ڀاڙي، ڪاٺُو، ڀاڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاٺي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙھڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙھي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙھندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙھڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙھڻ، پڙھائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)